قرآن ڪريم جون مقدس آيتون ۽ نبي ڪريم جون حديثون توهان جي ديني معلومات ۾ اضافي ۽ تبليغ لاءِ شايع ڪيون وڃن ٿيون. انهن جو احترام توهان جو فرض آهي. ان ڪري جن صفحن تي اهي آيتون هجن، تن کي صحيح اسلامي طريقي مطابق بيحرمتي کان محفوظ رکيو وڃي.

"سنڌ آرڪائيوز" جي عمارت جي پيڙهه واري پٿر
رکڻ واري تقريب جي موقعي تي
(۲۸- آگسٽ ۱۹۸۲ع)
سنڌ جي گورنر ليفٽيننٽ جنرل ايس. ايم. عباسي
جي خدمت ۾
جناب جسٽس سيد غوث علي شاهه صاحب
وزير تعليم، ثقافت، رانديون ۽ قانون، حڪومت سنڌ
طرفان پيش ڪيل

# خطبهء استقباليه

بسم الله الرحمان الرحيم

عزت ماب گورنر سنڌ، معزز مهمان، خواتين و حضرات!

اسلام عليڪم:

"سنڌ آرڪائيوز" جي نئين عمارت جي پيڙهه واري پٿر رکڻ جي هن موقعي تي، توهان سڀني کي خوش آمديد چوندي آءٌ نهايت فخر ۽ مسرت محسوس ڪري رهيو آهيان. آءٌ خاص طرح سان ليفٽيننٽ جنرل جناب ايس. ايم. عباسي، گورنر سنڌ، جو نهايت شڪرگذار آهيان، جو پاڻ انهيءَ عمارت جي پٿر رکڻ جي دعوت قبول فرمائي اٿن. حقيقت ... تڪميل سندن ذاتي دلچسپي ۽ ... موصوف جي، سرپرست...

جي حيثيت رکي ٿو، چالاءِ جو مملڪت خداداد پاڪستان جو هي حصو، جنهن کي صوبہ سنڌ چيو وڃي ٿو، پنهنجي تهذيبي قدامت ۽ شاندار ثقافت جي لحاظ سان سڄي دنيا جي تاريخ ۾ عموماً ۽ برصغير جي مسلم تاريخ ۾ خصوصاً هڪ امتيازي حيثيت جو حامل آهي. سرزمين سنڌ جتي هڪ طرف قديم تهذيبن جو گهوارو آهي، اتي ان کي "باب الاسلام" هجڻ جو پڻ شرف حاصل آهي، ڇو تہ برصغير ۾ اسلام جي روشني انهيءَ ئي دروازي مان داخل ٿي ۽ اسلامي تعليم جو فروغ پڻ انهيءَ ئي خطي مان ٿيو. برصغير ۾ اسلام جو پيغام، ڪفر ۽ شرڪ مان پيدا ٿيل بڇڙاين ۽ سماجي نا انصافين جي خاتمي جو پيغام هو، جنهن جي نتيجي ۾ صرف پٿر جا بت ئي نہ ٽٽا، پر جهالت جا بت پڻ پاش پاش ٿي ويا. اسلام، جهالت جي ڪاري رات ۾ علم جي روشن باک بڻجي اڀريو، ان ڪري اسلامي تعليم جي شروعات ئي لفظ "اقراء" سان ٿئي ٿي، جنهن جو مطلب آهي "پڙهو". اِقْرَاْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ...

دراصل سنڌ ۾ اسلام جي آمد برصغير ۾ اسلام جي فروغ جي شروعات آهي. برصغير ۾ هڪ آزاد مسلم مملڪت، يعني پاڪستان، جو قيام انهيءَ ئي تاريخي تسلسل جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن جي ابتدا سنڌ ۾ اسلام جي آمد ۽ فروغ جي صورت ۾ ٿي. قرآن ڪريم جو سڀ کان پهريون ترجمو سنڌي زبان ۾ ڪيو ويو. اها اسان جي بدقسمتي آهي جو اسين ان عظيم ڪارنامي جي تاريخي رڪارڊ کي محفوظ نہ رکي سگهياسين. ان طرح سان سنڌ جي قديم ترين تاريخ، جا عربيءَ ۾ لکي ويئي، ان جو پڻ اصل مسودو محفوظ ٿي نہ سگهيو آهي. البتہ، ان عربي ڪتاب جو فارسي ترجمو "چچ نامہ" جي نالي سان اسان وٽ ضرور محفوظ آهي. ان طرح سان ٺٽي جي تباهي ۽ اتان جي ڪتبخانن کي باهين لڳڻ جي نتيجي ۾ ڪيترو ئي قيمتي ۽ نادر تاريخي مواد ۽ نهايت ڪارآمد دستاويزات ضايع ٿي ويا. اهي نقصان اگرچہ ان دؤر سان تعلق رکن ٿا، جنهن کي تاريخ ۾ "ماضي" سان تعبير ڪيو ويندو آهي، ليڪن ستم ظريفي تہ اها آهي جو خود "حال" جي ... "ماضي" کان ڪا گهٽ مختلف ناهي. چنانچہ، پاڪستان ٺهڻ وقت جتي ... [illegible] ٿيون آهن، اتي هڪڙو ظلم اهو بہ ٿيو آهي،
... جيڪو حصو ملڻ کپندو هو،
... ان ڪم جي،

ان قيمتي ۽ تاريخي رڪارڊ کي سائنسي طريقن سان ٿي محفوظ ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ ڪم لاءِ هڪ منظم ۽ فعال اداري جي ضرورت آهي، جتي انهيءَ رڪارڊ کي گڏ ڪري، جديد دؤر جي سائنسي طريقن مطابق سنڀالي سگهجي. ”سنڌ آرڪائيوز“ جي اداري اهڙن تاريخي مسودن ۽ دستاويزن جي ابتدائي فهرست ٺاهي ڇڏي آهي، جنهن جو تعلق سرڪاري شعبي سان آهي. ليڪن، اڃا تائين تمام گهڻو قيمتي مواد سنڌ جي پراڻن خاندانن وٽ نوادرات جي شڪل ۾ موجود آهي. لهذا، هن موقعي تي، آءٌ اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان ته سنڌ جي قديم تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت متعلق جيڪو نادر مواد مختلف فردن ۽ خاندانن وٽ موجود آهي، اهو فقط انهن جوئي ذاتي سرمايو نه، پر قومي سرمايو پڻ آهي؛ ان ڪري ان کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ اُپاءَ وٺڻ ضروري آهن. ورنه، ان ڳالهه جو پڪو امڪان آهي ته خاطرخواه نظرداري ۽ ضروري حفاظتي اُپاءَ نه وٺڻ جي صورت ۾ اهو قيمتي تاريخي قومي سرمايو ضايع ٿي ويندو، ۽ اگر ائين ٿيو ته علمي ۽ تحقيقي لحاظ کان اهو هڪ قومي الميو هوندو. ان ڪري آءٌ هن موقعي تي عالي جناب گورنر صاحب جي توسط سان، اهڙن سڀني محترم فردن ۽ خاندانن کي اپيل ڪندس ته اهڙي قيمتي مواد جي حفاظت لاءِ مائڪرو فلمنگ ۽ ٻيا جديد طريقا اختيار ڪن، ۽ اگر پنهنجو علمي سرمايو حڪومت جي حوالي ڪرڻ تي آماده نه ٿين ته گهٽ ۾ گهٽ ”سنڌ آرڪائيوز“ ۾ ان جي داخلا ضرور ڪرائين.

آءٌ اها به تجويز ڏيندس ته حڪومت اهڙن واسطيدار فردن جي لاءِ ريفريشر ڪورس منعقد ڪري، جيئن انهن کي دستاويزن کي محفوظ رکڻ جي جديد ٽيڪنڪ کان آگاهه ڪري سگهجي ۽ ان ڏس ۾ جن ڪيميائي ۽ ٻين شين جي ضرورت پوي ٿي، سي انهن کي وقتاً فوقتاً فراهم ڪيون وڃن. ان طرح سان اهو رڪارڊ، جنهن جو تعلق سرڪاري شعبي سان آهي، ۽ جيڪو مختلف ضلعي ۽ تعلقي هيڊڪوارٽرن ۾ ناگفته به حالت ۾ پيو آهي، تنهن کي ”سنڌ آرڪائيوز“ ۾ منتقل ڪرڻ جي لاءِ فوري قدم کڻڻ جي ضرورت آهي، جيئن اهڙو سمورو رڪارڊ باقاعده طريقي سان محفوظ ڪري سگهجي.

جناب گورنر صاحب!

### ١- نجي شعبو.

هي شعبو تحريڪ آزاديءَ ۾ حصي وٺڻ وارين اهم شخصيتن ۽ سياسي و ثقافتي تنظيمن جي قديم مواد تي مشتمل هوندو. ان شعبي ۾ لکت واري رڪارڊ سان گڏوگڏ تقريرن، انٽرويوز ۽ دستاويزي فلمن جي صورت ۾ زباني رڪارڊ پڻ محفوظ ڪيو ويندو.

### ٢- سرڪاري شعبو.

هن شعبي ۾ مختلف سرڪاري کاتن جي "اي" ڪيٽيگري فائيلن کي محفوظ ڪيو ويندو. انهن فائيلن مان تحقيقي ڪم ڪرڻ وارا اسڪالر، حسب قاعده استفادو ڪري سگهندا. هن شعبي ۾ مختلف سرڪاري ۽ خودمختيار ادارن طرفان شايع ٿيل مواد - مثلاً گزيٽ، هينڊ آئوٽ ۽ اسيمبليءَ جون ڪارروايون وغيره - پڻ محفوظ ڪيو ويندو.

### ٣- اخبارن ۽ رسالن جو شعبو.

هن شعبي ۾ سنڌ مان شايع ٿيندڙ قديم ۽ جديد اخبارن ۽ رسالن کي محفوظ ڪيو ويندو. ان سان گڏوگڏ، انهن اخبارن ۽ رسالن جون ڪٽنگس پڻ محفوظ ڪيون وينديون، جن ۾ سنڌ متعلق مواد شايع ٿيل هوندو.

### ٤- آرڪائيوز لئبرري.

هن شعبي ۾ واسطو رکندڙ سمورا ڪتاب، فرمان، سندون ۽ دستاويز جمع ڪيا ويندا.

### ٥- حفاظت ۽ نظرداريءَ جو شعبو.

اهو شعبو، قيمتي ۽ نادر دستاويزن، ڪتابن، اخبارن، رسالن ۽ ٻين ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل مواد جي نظرداري ۽ حفاظت جو ذميدار هوندو.

[illegible] شعبو.

[illegible] فلمن، فوٽو اسٽيٽ ۽ فوٽوگرافيءَ جي

ان طرح سان جمع ٿيندڙ تاريخي رڪارڊ، سرڪاري عملدارن ۽ تحقيق ڪرڻ وارن عالمن لاءِ ضروري حوالن ۽ معلومات فراهم ڪرڻ جو ذريعو ثابت ٿي سگهندو. سنڌ آرڪائيوز، قومي آرڪائيوز ۽ ٻين صوباڻي ادارن سان رابطي ۽ تعاون جي وسيلي، ضروري مواد جي تبادلي ۽ معلومات جي فراهمي جو ذريعو ٿيندو. ۽ ان طرح سان، قومي سطح تي پاڪستان جي قديم تهذيب ۽ ثقافت جي اپياس ۽ پنهنجي تاريخي ۽ ثقافتي اهميت ۽ حيثيت کي سمجهڻ لاءِ سائنسي بنيادن تي ڪم ڪرڻ جي راهه هموار ٿي سگهندي، جنهن سان قومي ڪردار جي تعين ۽ پاڪستاني قوميت جي تشخص ۾ خاطرخواه مدد ملي سگهندي.

جناب عالي:

آرڪائيوز جهڙي اداري لاءِ موجوده دؤر ۾، جنهن سازو سامان جي ضرورت پوي ٿي، اهو هڪ حد تائين ته اسان هٿ ڪري ورتو آهي. سنڌ جي مختلف حصن ۾ وکريل تاريخي مواد مائيڪرو فلم جي ذريعي محفوظ ۽ هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جي پروگرام تي عمل درآمد شروع ڪيو پيو وڃي. جناب والا جي هٿان، ان عمارت جي بڙهه واري پٿر رکڻ سان گڏ، ڪجهه رڪارڊ منتقل ڪرڻ جا انتظام ڪيا ويا آهن. خدا جي فضل و ڪرم، توهان جي تعاون ۽ سرپرستيءَ جي نتيجي ۾ هاڻي اسان پنهنجي ڪم کي منظم ڪرڻ ۽ سائينٽيفڪ بنيادن تي اڳتي وڌائڻ جهڙا ٿيا آهيون.

آخر ۾، آءٌ انهن چند تجويزن جو ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو، جن کي توهان جي منظوري ۽ سرپرستيءَ ۾ عملي روپ ڏنو پيو وڃي.

— سمورن ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ صاحبن کي هڪ سرڪيولر وسيلي توجهه ڏياريو ويندو ته انهن جي نظرداريءَ هيٺ ضلعي ۽ تعلقه هيڊڪوارٽرن ۾ جيڪو آرڪائيوز رڪارڊ خراب حالت ۾ پيو آهي، اهو فوري طور تي، "سنڌ آرڪائيوز" ڏانهن منتقل ڪرڻ جا انتظام ڪيا وڃن، جيئن اهو سمورو رڪارڊ محفوظ ڪري سگهجي.

— سمورن کاتن ۽ ادارن کي، ان ڳالهه جو پابند ڪيو ويندو ته اهي پنهنجي "A" ڪيٽيگري وارا پراڻا فائيل آرڪائيوز ڏانهن موڪلين، ۽ اهو پڻ ته پراڻو رڪارڊ ردي جي حيثيت ۾ وڪڻڻ کان اڳ محڪمي کان ان رڪارڊ جي وڪري لاءِ هڪ سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيو وڃي، ۽ جيستائين آرڪائيوز سرٽيفڪيٽ جاري نه ڪري، ڪوبه رڪارڊ وڪرو يا ضايع نه ڪيو وڃي.

— پريس انفرميشن ڊپارٽمينٽ کي، صوبي ۾ شايع ٿيندڙ ڪتابن جون جيڪي چار ڪاپيون وصول ٿين ٿيون، انهن مان هڪ ڪاپي آرڪائيوز لئبرريءَ لاءِ فراهم ڪئي وڃي.

—جهڙيءَ طرح قومي سطح تي هڪ صلاحڪار ڪائونسل قائم ٿيل آهي، ان طرح صوبائي سطح تي پڻ هڪ صلاحڪار ڪائونسل قائم ڪئي وڃي، جيڪا تاريخ جي ماهرن، آرڪائيوز جي ڄاڻن ۽ ٻين عالمن تي مشتمل هجي.

پنهنجي تقرير جي خاتمي تي، آءٌ هڪ دفعو وري ٻه، انهن سڀني معزز مهمانن جو شڪريو ادا ڪريان ٿو، جن هن تقريب ۾ شرڪت جي زحمت ورتي آهي. آءٌ پنهنجي کاتي جي تمام متعلق آفيسرن ۽ عملدارن جي محنت ۽ جدوجهد کي پڻ خراج تحسين پيش ڪريان ٿو، ۽ سڀني کان وڌيڪ آءٌ جناب گورنر صاحب موصوف جو ممنون آهيان، جو هُن صاحب هن تقريب ۾ شرڪت ڪئي ۽ ان عمارت جي پيڙهه جو پٿر رکڻ جي دعوت قبول فرمائي.

خدا، اسان جي ڪوشش ۾ برڪت ۽ ڪاميابي عطا ڪري. آمين.

[اردوءَ تان ترجمو]



# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ۳۱] [نمبر ۳-۴

جولاءِ — ڊسمبر

۱۹۸۲ع

•

ايڊيٽر انچارج

نفيس احمد شيخ

•



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو — حيدرآباد سنڌ

# مهراڻ

سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس ڄامشورو، سنڌ.

مهراڻ 23888/6
هيڊ آفيس 71176
پريس 24264

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال
سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس، ڄامشورو
(پوسٽ باڪس نمبر 12، حيدرآباد سنڌ)
۽
سنڌ جا سمورا نامور ڪتب فروش

قيمت : 00_15 رپيا
ساليانو چندو 00_30 رپيا

Printed by Ghulam Rabbani A. Agro, Secretary Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press, Tilak Incline, Hyderabad, Sind, and Published by him from Board's office, Sind University New Campus Jamshoro.

# گذارش

## ”سنڌ آرڪائيوز“ ۽ ”سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي“ جو قيام

هلندڙ سال جي هن پوئين اڌ واري عرصي ۾ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ٻن اهم علمي ادارن جو قيام عمل ۾ آيو. سنڌ جي گورنر، ليفٽيننٽ جنرل ايس. ايم عباسي صاحب، ٢٨- آگسٽ ١٩٨٢ع تي، ڪراچيءَ ۾ ”سنڌ آرڪائيوز“ جي عمارت جو سنگ بنياد رکيو. جسٽس غوث علي شاهه صاحب، وزير تعليم ۽ ثقافت سنڌ پنهنجي استقباليه خطبي ۾ سنڌ آرڪائيوز جي اهميت، ان جي ترقياتي پروگرامن ۽ مستقبل جو خاڪو پيش ڪيو. چنانچه اسان شاهه صاحب جو خطبو مهراڻ جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون. ساڳيءَ طرح، ڪراچيءَ ۾ وچهڙائيءَ ۾ ٿي گذريل ميٽنگ ۾ سنڌ جي نامور عالمن ۽ محققن، اديبن ۽ مورخن، ”سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ“ کي نئين سر برپا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. آزاديءَ کان اڳ، ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمن، سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي قائم ڪري، جيڪا تاريخي خدمت انجام ڏني هئي، سا موجوده اُنهن قيادت ۽ ڪارڪنن کي چڱيءَ پر معلوم آهي. اسان کي توقع آهي ته سوسائٽي پنهنجي سابقه يادگار روايتن کي قائم رکندي، پنهنجي نئين قيام جو مقصد حاصل ڪري سگهندي.

اسان ”سنڌ آرڪائيوز“ ۽ ”سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي“ جي قيام تي مسرت جو اظهار ڪندي، اهل سنڌ کي اپيل ڪندا سون ته مٿين ٻنهي ادارن جي ڀرپور مدد ۽ تعاون جي ڏس ۾ هٿ ملهائين، جيئن اهي ٻئي ادارا علمي دنيا ۾ نالو روشن ڪري سگهن.

## ”مهراڻ“ جو ”پير حسام الدين راشدي نمبر“

سنڌ جي ممتاز عالم ۽ محقق مرحوم پير حسام الدين راشدي جي ياد ۾، مهراڻ جي خاص پرچي شايع ڪرڻ جو اطلاع، اخبارن وسيلي لکندڙ ۽ پڙهندڙ معلوم ڪري چڪا آهن. اهو خاص نمبر هن وقت ترتيب جي آخري مرحلن ۾ آهي. مهربان لکندڙن کي، هڪ ڀيرو وري به گذارش ڪنداسين ته ١٥- فيبروري ١٩٨٣ع کان پوءِ پهتل مواد کي مذڪور خاص نمبر ۾ شامل ڪرڻ اسان لاءِ ڏکيو ٿيندو، انڪري مهرباني ڪري پنهنجا مضمون جلد مڪمل ڪري موڪلين.

## وڏان تن نه آئيو، ڪو ڀڻوارن ڀهي!

مرحوم پير حسام الدين راشديءَ جي ڏکدائڪ رحلت کان پوءِ اهل سنڌ ڪيترن ئي ٻرک اديبن ۽ شاعرن، صحافين ۽ مخلص علمي ڪارڪنن جي وفاتيءَ جون خبرون نهايت ڏک سان

پڌيون آهن. بيشڪ سندن جُدايون سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ ناقابل تلافي نقصان آهن. ٻرائو قومي ڪارڪن ۽ هفتيوار ”صبح صادق“ نواب شاهه جو ايڊيٽر مولوي محمد صالح ”عاجز“، مخلص ادبي خدمتگذار ۽ صحافي نُور عباسي، ٿر جي مارُوئڙن جي ديرينه ترجمان هفتيوار ”سرتاج“، ميرپورخاص جو ايڊيٽر سيد غلام رسول شاهه، سچاڻ ليکڪ ۽ هجري پندرهين صدي جشن تقريبات قومي ڪميٽي جو سيڪريٽري غلام صديق گهانگهرو، مقبول ڪهاڻي نويس لال جوڻيجو، سنڌ جو عاشق ۽ بزرگ اهل قلم قاضي فيض محمد، بيباڪ ۽ دلير قومي ڪارڪن ۽ صحافي ڪامريڊ غلام محمد لغاري ميرپورخاص وارو، سنڌ جي تاريخ جو ڄاڻو ۽ بين‌الاقوامي شهرت يافته اسڪالر ايچ. ٽي. لئمبرڪ، قادرالڪلام، ڪهنه مشق ۽ بزرگ اديب ۽ شاعر ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ”خليل“ ۽ مثالي اهل قلم ۽ موسيقيءَ جو ماهر رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي ماتلي وارو اسان وٽان هڪ هڪ ڪري، چُن چُڻ مهينن جي عرصي اندر موڪلائي ويا. پر اهڙن سمورن بزرگن جون سنڌي ادب، ٻولي، تاريخ، شعر، صحافت، موسيقي ۽ سماجي سڌاري جي ڏس ۾ ڪيل بي‌لوث خدمتون سدائين ياد رهنديون.

اسان سندن رحلت تي انتهائي ڏک جو اظهار ڪندي، سندن پوين سان تعزيت ڪريون ٿا.

## اضافي ڇاڻ

هن پرچي ۾، ص ۱۴۵-۱۶۴ تي محترم قريشي حامد علي خانائي جو تحقيقي مضمون ”توڙڪي -- سنڌ جو هڪ قديم تاريخي قبرستان“ ڏنل آهي. مضمون جي اشاعت کان پوءِ، خانائي ليکڪ وٽان جيڪا اضافي ڇاڻ اداري کي موصول ٿي آهي، سا هيٺ نقل ڪجي ٿي، جنهن کي مضمون سان متعلق تصور ڪرڻ فرمائيندا.

--”اسان کي تحقيق ڪندي نصرپور شهر جي مقامي روايتن مان اهو معلوم ٿيو آهي ته امير شاهه قاسم بيگلار ۽ سندس پٽ شاهه قاسم خان زمان جو خانوادو اڄ به نصرپور شهر ۾ ڪاشيگرن جي محلي پرسان سيدن جي حويليءَ لڳ آباد آهي ۽ قديم دور ۾ به اتي ئي آباد هو. ارغونن جو جڏهن به ڪو ماڻهو فوت ٿيندو هو ته ان جو لاشو ڪڍائي، توڙڪي (ميون ولهيون) جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويندو هو، مگر بعد ۾ پنڌ جي دشواريءَ سبب بيگلار پنهنجا لاشا نصرپور جي سول اسپتال جي ويجهو عبدالله شاهه غازيءَ جي قبرستان ۾ دفن ڪرڻ لڳا ۽ اڄ سوڏو سندن اهوئي قبرستان آهي. هن وقت خاندان جا گهڻا فرد لڏي وڃي پنهنجن هنڌن تي ويٺا آهن، باقي ٿورا ڪي گهڻا نصرپور ۾ آهيءَ ڪاشيگرن جي محلي ۾ رهن ٿا. سيد غوث علي شاهه ولد سيد پيرل شاهه جا مُريد آهن. مرزا محمد حسن مغل انهن بيگلارن سان آهي ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ رهي ٿو. وٽس خاندانِي شجرو پڻ موجود آهي. بروايت محترم خير محمد مغل، نصرپور.“

-- نفيس احمد شيخ

# فهرست

## ١- شاعري

# ۲- ڪهاڻيون



# ۳- مقالا

## مخدوم محمد زمان طالب المولا

### ڪافي

(روپ پيروين — تار دادرو)

او منهنجي پيار وارا!
او منهنجي پيار وارا!

مون ڏي سڄڻ اهاريئي، ٻهرين نظر سان ماريئي، ڇڻ مئي جو جام پياريئي،
اول ٻري ٻهاريئي، گهٽين ۾ خوب گهاريئي، سو دل اندر وهاريئي،
۽ قرب ۾ قراريئي، مهڻا سڄڻ سچارا،
او منهنجي پيار وارا!

ڪوتي نظر جا پيئي، دلڙي هٿن مان ويئي، گذري ويا ڏينهن ڪيئي،
چاهيم ته پاڻ ليئي، توکي اچان مان ڏيئي، ڳالهيون ڳڻيم سيئي،
پوريون ٿيون مڙيئي، محبوب من موچارا،
او منهنجي پيار وارا!

اي دل جا يار جاني! منٺار ساهه ٺاني! دل درد ڪئي ديواني،
هي نينهن جي نيشاني، ڪئي قرب ڪامراني! ورتيئي جا ميهماني،
ڪر ڪين بدگماني، منهنجي اکين جا تارا!
او منهنجي پيار وارا!

مهڻا! هجين سلامت، تنهنجي ڪيم اطاعت، ٿيو عشق ئي عبادت،
هي قرب جي ڪرامت، محڪم رهي محبت، جا تو ڪئي عنايت،
سو تنهنجو شان شوڪت، اي جاني جيَ جيارا!
او منهنجي پيار وارا!

اڄ يار عيد اهي، ڏاڍي سعيد آهي، محبت! مزيد آهي،
شوقڻون شديد آهي، حاصل ٿي ديد آهي، هڪ خوش نويد آهي،
قربي ڪليد آهي، طالب جي دل جا دارا!
او منهنجي پيار وارا!

## ڪافي

(روپ تلنگ — ٽيڪو ٽين تال)

عشق تہ لا مذهب،
پوءِ بہ رهي ٿو هر مذهب ۾.
ڪوڙ ڏکوئي ڪنهن جي دل کي، ڪوڙ ڪري ڪو غضب.
شاهنِ تي بہ ٿو حڪم هلائي، عالي اٿس منصب.
حنفي مالڪي حنبلي وغيره، هرڪو ڪائي عجب.
طالبؔ مولا عشق سيکاري، اعليٰ، خوب ادب.

## ڪافي

(روپ ڪنياٽ — تار ڪلواڙو)

تنهنجيءَ لکن جي لوڏ،
هر هر ماريو مشتاقن کي.
ٻيگانن جيءَ جانب جيءُ ڪان، ڀڳڻ تنهنجا ڀوڏ.
لا ڪيڏا ڪو لطف ڏجائين، اسين سنڌ چڻ اوڏ.
دم دم دلبر موهيو موهين، تنهنجا لاڏ ۽ ڪوڏ.
طالب مولا وٽ لہ اچڻ جي، حاڪم ڇڏ تون هوڏ.



## تنوير عباسي

هونءَ ته جلون جي ٿو هردم جوت جلائي آئينو،
پنهنجي ليکي هڪڙو ئي ڪيرڻو ته آهي آئينو.
سيني حسينن جي اکين سان اکيون ملائي آئينو،
جي هو شرمائن ٿا، خود ئي ٿو شرمائي آئينو.
هر ڪنهن جي اوگهڙ کي ٿو هو ان جي آڏو پيش ڪري،
سڀ ڪجهه اکيان آڏو رکي ٿو، ڪجهه نه لڪائي آئينو.
ميڪ اپ وقت ٿو رنگ روپ جو جادو لالي آئينو،
رات جو اونده ۾ ٿو الڏن جان پڇتائي آئينو.
ڳالهائڻ واري جي آڏو هردم هي آهي گونگو،
چپ ئي چوري ٿو، پر ڪين سگهي ڳالهائي آئينو.
شيش محل ۾ هڪ ڏيئي سان جڳ مڳ لائي آئينو،
چمڪڻ واريءَ شيءِ کي تين ئي وڌ چمڪائي آئينو.

●

نه ڪي ڀيٽ مون وٽ نه ڪي آيتون،
رڳو پيار ۽ پيار جون ساعتون.
رهياسون سڄي عمر معصوم ته به،
اسان تي لڳيون عشق جون تهمتون.
نه ڪي صورتون ۽ نه ڪي مورتون،
نه ڪي خلوتون ۽ نه ڪي جلوتون.
اسان طور سينا اکين ۾ رکيو،
نگاهن کي پيون ڪي ڏيو دعوتون.
اوهان چپ ڪري دل ۾ ويهي رهيؤ،
۽ هر هنڌ اوهان کي سڏيندا وتون.
اسان جي محبت جي آڏو ڪڏهن،
نه رهنديون آهي نفرتون نفرتون.
۽ سالجهالدڙن جان سنده قامتون،

بردو سنڌي

## گيت

منهنجي روح جا راڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.
سون وٽ رات رهي وڃ، ساڻين! منهنجي سار لهي وڃ.

لڄندي کسندي رات گذاريان،
تنهنجي راهه ۾ اکيون ٻاريان،
آس جا ديپ اُجهاڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.

وهندي ويندي ڪُرڪيون ڪولڄون،
ويتر وڌ ٿيون مَنَ ۾ مولڄهون،
ڪورا ڪنول ڪُماڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.

ڏلڳ ڏکن جا جيءَ جلائن،
اکيون ساوڻ وانگر وسائن،
لاڪا، لڙڪن داڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.

هجر جا هاڃا، سوز سوايا،
ڇُلڪيا سي مون ٻالڻ ۾ پايا،
درد لڳ دل ۾ ماڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.

تنهنجون جايون جيءَ ۾ جالي،
ساڻيهم سمجهي لينهن لشالي،
هنڌ اڃهي تو هاڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.

چاهه جي چيڙهي ڳنڍ اڻ کلندي،
قرب جي ڪاڪ ڪنهن کان ڇُلندي،
پڄندا ڦاڪ ۽ ڦاٽا، سون وٽ رات رهي وڃ.

مون وٽ ڏانءُ نه ڏاهپ، ٻردا،
ريت ٻريت، رسامون آ ڇا؟
آءُ غريب، اڻ ڄاڻا، سون وٽ رات رهي وڃ.

ذوالفقار راشدي

(آزاد نظم)

## ساندهه شڪ جو عذاب

يقين جيڪڏهن اچي
ته اي مري وڃڻ وارؤ!
سڀئي سڃاڻان پيي مون کي
پيار سان ملي سگهندؤ،
ته مان اوهان سان گڏ رهي،
کوڙي - گڏ ويهي سگهندس،
۽ اوهان جي سيني تي
ڪنڌ رکي روئي سگهندس،
ته مان هينئر ئي هيءُ سڀ
اتي هيتي ئي ڪري،
مري وڃڻ جي واسطي
تيار ٿي وڃان جيڪر،
اڙي وڇوڙيل يارؤ،
اچي جي دل کي اعتبار
ته مان اوهان کي جيڪڏهن
ملي سگهان،
ڏسي سگهان،
ته مون کي منهنجي موت ۾
آها لهار پيي ملي،
ته ساڳيو پيار پئي پلئه
ساڳيو جذبو،
ساڳي پنهنجائپ،
ساڳي قربت ۽ ساڳي گهٽر هانئي
مون کي آچي سگهو پيهر،
ته مان آلهيءِ دم ٿي،
هڪ تکي بي تحاشا ڊوڙ پري،
۽ اچي پڄان جيڪر
پنهنجي وڇڙيل، ڇڱل وڏائن تي،

اي اڇوڪا ساٿيو!
جيڪڏهن اوهين ۾ اج
ڪنهين حسين حيلي سان،
اهالي يا بهالي سان،
پيار ۽ خلوص سان،
مون کي اهڙي ڪ ڏينڻ جي لاءِ پرسيڊ ٿي سگهو
”(ته اي وباکل، لرامں، لاسراد ڪوي!)
اسين ته ساڳيا آهيون
آهي، جي تنهنجا پنهنجا هئا،
جنم جنم جو هيٺيو،
ازل ابه جي مائٽي
مرڻ - جيئڻ جي سلسلي ۾ ساڻ ساڻ منسلڪ،
اسان ته اج ۾ تنهنجي لئه
ذهن جي سچائين سبب،
دلين جي ويڪراڻ سان،
اٿاهه روح جي عميق،
گهري گهري سمنڊ جي
ڪاري ڪاري آخري،
هيٺ هيٺ تهه منجهان،
توکي آجيان ڇئي
بهشت پنهنجي هوله جو،
آءُ، ايش، ٿا ڪريون
ته پل ته تنهنجون ايتريون ۽ لڏر تمنائون
کي ”چار پل سکون ۽
قرار کو لهي سگهن“
(جي وڃائي لاد اهڙو اسرافيل)
ته مان وري آئي هوان
ته مان وري جي هوان.

مگر پري پري به ڪو
ترورو به ڪونه آ،
۽ اوهين اچڻ وارؤ!
جڏهن اچو جهان ۾،
ته پنهنجي ڌيان گيان سان
منهنجا پيرا ڳولجو،
ائين نه مون کي رولجو،
۽ منهنجي ڳوري لاش کي
ڏاڍي پيار سان کڻي،
ڪنهين سرنهن جي کيت ۾
هورڙيان دفن ڪجو،

۽ ائين ئي پاڻنجو
ته ڪولاج جهڙي روح وارو رعبدار هي جسم،
پنهنجي وڳرن کان وڇوڙيل،
ڪير ڪندو؟
ڪا ڪولاج هو يا ڪولاج هو
ڪنهن اڻ ٻڌي آواز جي،
جنهن کي ڪوئي حال - پائي، ڪو ئي الترجامي
ڳڌيو ڪونه ڪو،
۽ نه ڪنهن هن کي ڏٺو -
عين اليقين!
حق اليقين!

**سليم ڳاڙهوي**

## سنڌڙيءَ کي سلام

سنڌڙيءَ جي سرزمين توکي سلام!
اي محبت جي امين توکي سلام!

تنهنجو نقشو، دل جو نقشو سؤڻ سؤڻ،
اي دلاور، دل نشين توکي سلام!
سُونهن ۽ سُرهاڻ جي تون کاڻ خاص،
حُسن ۾ ڪامل حَسين توکي سلام!
تو ۾ ڪيئي مه جبين ۽ نازنين،
مه جبين اي نازنين توکي سلام!
ڏيهه تون ڏيهن ۾ بيشڪ بي مثال،
بي شمار ۽ بهترين توکي سلام!
اينهن جا تو ۾ وڻن ٿا سينهڙا،
سُونهن ۽ سچ جي زمين توکي سلام!
آه هرهڪ دل ۾ تنهنجو احترام،
ٿي ڪري هرهڪ جبين توکي سلام!
سوهه تنهنجي ۾ مڪان، طالب مڪين،
ٿا چون تنهنجا مڪين توکي سلام!
سنڌڙي اي سنڌڙي تنهنجو 'سليم'،
تو چوي سرساهه سين توکي سلام!

## فيض بخشاپوري

### غزل

قاتل شهيدِ تيغ ناز و ادا کي ڳولي،
رحمت بروزِ محشر گلگون قبا کي ڳولي.

زنجير پا ڇو ٿو موجِ صبا کي ڳولي،
ڪر تون گره ڪشائي زلفِ دوتا کي ڳولي.
دلِ شيخ، خله کي ٿي، دل دلربا کي ڳولي،
هر دل ٿي پنهنجي پنهنجي دارون دوا کي ڳولي.

آغازِ زندگي ڇا؟ انجامِ ڪار ڇا هي؟
ڪو ابتدا کي ڳولي، ڪو انتها کي ڳولي.
اهو نالهء شبانه، اها آهِ صبحگاهي،
تاثير پُراثر کي، آه رسا کي ڳولي.

سجدو پيو سنگِ در تي، سر پيو وڃو آ منجي،
هو سنگِ در کي ڳولي، سجده سرا کي ڳولي.
زاهد رهيا ٿي حيران، صوفي مڪر ٿي غلطان،
يزدان ٿو بندگانِ صدق و صفا کي ڳولي.

ساقي ڏي جامِ عرفان رندانِ تشنه لب کي،
ٿو زمرهٔ وليان آبِ بقا کي ڳولي.
عاشق جي دل ٿي خواهشِ زلف و نگاهه جي آ،
دارو رسن کي ڳولي، تير قضا کي ڳولي.

اسلام کي وري آ شبير جي ضرورت،
ابنِ علي کي ڳولي، ٿو ڪربلا کي ڳولي.
حسن و جمال کي آ صيد افگني جي خواهش،
عشقِ نبرد پيشه، تيغ جفا کي ڳولي.

رزقِ فنا ويو ٿي، جورو جفا ڪان هُن جي،
هو بي وفا ٿو هالي اهلِ وفا کي ڳولي.
ڪوئي گناهه فرسا محشر ۾ آ فرشتو!
ذوقِ عطا ۾ رحمت، اهلِ خطا کي ڳولي.

ڇڏ خُله جي تمنا، زاهد خدا خدا ڪر!
هُو ڪوچهء صنم جي آب و هوا کي ڳولي.
يا رب بغير جانان جنت ديارِ ويران،
لو 'فيضِ' مستِ خسته خيرالوري کي ڳولي.

**شبير هاتف**

## غزل

مون کي ملندو مژدهٔ صبح بهاران عنقريب،
بام تي ايندو سڄڻ سالين خرامان عنقريب.

ايندو ايندو غيرتِ چشم غزالان عنقريب،
رشڪِ صحرا آهه دل، ٿيندي گلستان عنقريب.

چيلهه تي ڇوڙي ڇڏيندو زلفِ پيچان عنقريب
منهنجي بربادي جو پيدا ٿيندو سامان عنقريب.

هو بضد آهي ته گهر ٻاري ڪبي ڏياري ضرور،
روشنيون ٿينديون سيه بختن لئه ارزان عنقريب.

خار و خس کي جن ڪيو ريحان و سوسن جو بدل،
سي سڃاڻندا هتي جانِ بهاران عنقريب.

جي نگاهِ ناز جون هي فتنه سامانيون رهيون،
پاڻ کان ويندا ڇڏائي امن و ايمان عنقريب.

منهنجا سانگيڙا وري پيا سانگ جو سانباهو ڪن،
آڳين اکين ۾ ايندا ڪيئي طوفان عنقريب.

جن جي جلوي ساڻ ٻهڪي ٿو جهانِ رنگ و نور،
دل جي خس خالي ۾ شايد ٿيندا مهمان عنقريب.

حسن وارن ۾ اسان جي حوصلن جي هاڪ آهه،
قتلِ گاهِ عشق ۾ ٿينداسون قربان عنقريب.

عشق جا بيمار آهن اهڙي منزل تي رسيا،
درد دل ئي درد دل جو ٿيندو درمان عنقريب.

"هاتف خسته" تو چوراڻي حسينن جون دليون"
شاعري ۾ هي به هڪڙو ٿيندو عنوان عنقريب.

عنايت بلوچ

# ڪافي

اڄ ڪيچ ۾ برسات پئي،
وهه واهه وسڪارا ڪري!
هر ڪنهن ڪيان، قسمت ڪيا،
پيارا پرين، مون کان پري.

چو سڪ ڏلي دل کي چڪي،
اڄ چاڪ دل جا پيا ڇڪي،
روئان رڙان لوڪان لڪي،
ساعت نه سڄڻ ري سري.

ٻولڻون وسن، ٻنڀيون ٻچن،
اڪڙيون ٽيمن، ڪوڙها ڳڙن،
ڏيهون سڪن، راهون ڏسن،
سالي سنڀاري دل ڳري.

چنڊ ٻا ججهن، پالهون ڪڄن،
آهون الن، پاهون پرن،
وارا وَرن، ميلا مچن،
آهيان اميد آسري.

مولجهون رهان، جهوري جڄهان،
ڪاڏي وڃان، ڪنهن کي چوان،
پيارا پسان، سڙهو ٿيان،
ساروڻ سلان، پاڪر پري!

## ڏاجل "بيوس"

### وائي

لکين سج لهي ويا، ڪيڙهندي ڪارو
آيل! الڳ نه ڏڪيو!

جوڻيءَ چنڊ فراق جا، آهم اڌارو
آيل! الڳ نه ڏڪيو!

آءُ به هڪ آمانتي، سالوڻ سارو
آيل! الڳ نه ڏڪيو!

سڙهه ڏلا سون سامهان ڏريندي ڏارو
آيل! الڳ نه ڏڪيو!

## احمد خان "آصف"

### غزل

عقل و خرد کان بس اڙي عاقل ڪئي اٿون،
عشقِ حبيب ۾ ته چري دل ڪئي اٿون.

سچ اچ ته قيد هن کان رهائي ٿا گهُرون،
دل دامِ زلف سان ڪئي شامل ڪئي اٿون.

جنهن ڏينهن کان ڏٺوسين سندءِ رخ اي ماه رخ،
تنهنجي نظر نه چنڊ ڏي مائل ڪئي اٿون.

هن سنگدل کي دل سان اسان دل ڏني ڇڏي،
طوفان سان شمع مقابل ڪئي اٿون.

مجنون جو من مثال جهان کي وري ملي،
صحرا ۾ تنهنڪري وڃي منزل ڪئي اٿون.

دل کي دلاسا ڏيئي اسان دل جهلائي آهه،
مس مس سان ڪنهن جي پيار جي قابل ڪئي اٿون.

چرخ ڪهن جي ڪجروي جو ڪوبه ڏک نه آهه،
دلگير ناهيون پاڻ وڏي دل ڪئي اٿون.

حسن و جمال من کو وفا جو اکر سکي،
آصف! اهل عشق جي داخل ڪئي اٿون.

## محبوب سروري

# غزل

سچ! منهنجي چپن سان شب و روز لڳل آ،
يا جام شراب آهه يا معشوق جو ڳل آ.

منتر لکو جنتر لکو جادو يا رمل آ،
سهڻن جو سدا منهنجي اکيان ميڙو متل آ.

هر وقت حسينن جي مان جهرمٽ ۾ رهان ٿو،
هي پاڪ نظر، پاڪ محبت جو عمل آ.

هر شيءِ کي ڏسي ليث نظر ٽڪجي پوي ٿي،
جنهن ڪان نه نظر ٽڪجي سو معشوق جو ڳل آ.

قاتل نه وڏي سوچ ۾ ويو ڪر ٿي گهڻي دير،
هُن منهنجي هٿن تي جو ڏٺي ميندي اڄڪل آ.

هر قسم جو ميوو ته پچڻ بعد ڪِنو ٿئي،
هر وقت مٺو جو رهي سو پيار جو ڦل آ.

ڇا عشق فقط آهه شهنشاهه جو ميراث؟
ڇا پيار جو اهڃاڻ فقط تاج محل آ؟

ڪعبي کي چمي آيون سچڻ سائينءَ جون اکيون،
سائين جو خيال آ ته پرينءَ پاتو ڪجل آ!

ديوار جي هُن پاسي ڇپيو پرده نشين،
محبوب جو هي خوب! غضب جهڙو غزل آ!!

محمد خان مجيدي

## نظم

# لاڙ جا ماڻهو لاچاري ۾

هُو لاڙ جا ماڻهو لوهه کان ڏاڍا گرمي سردي ٻاري ٿا،
هُو لاڙ جا ماڻهو خوبين وارا ٻارو خاص خساري ٿا،
هُو ڏينهن ٻه ڏکن ڏولائن ۾ ۽ رات ٻه ڳڻتي ڳاري ٿا،
هُو ويٺي ويٺي ڀُوريون کن ٿا راتيون پوهه سياري ٿا،
هُو پنهنجي پکهر ۾ ٿا وِهنجن واهوالدي وسڪاري ٿا،
هُو چاليهه آتر ۾ ٻاڻي چوڙيو چاڻا کن چٽڪاري ٿا،
سڀ ماکي چُوسي سگهن باقي ميڻ رهي مالاري ٿا،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دِل سان والڪين جي واڌاري ٿا.
هُو ٻيٽ جي ڪارڻ ٻڌن ۽ پَرديسن جي ٻڪاري ٿا،
هُو ٻارن ٻچن وارا ماڻهو روز مصيبت ماري ٿا،
هُو ڏُکن واري ڏرڙي ۾ ٿا ڏرجن ڪڌجي ڏاري ٿا،
هُو ٻيٽ جي ٻاهه آجهائڻ خاطر آڏڪن لڙڪن آري ٿا،
هُو وَهڻن والگر روز وهن ٿا ٻني ٻاري گاري ٿا،
هُو ڪنهن ڪان ڪين گهُرن ٿا ڪنهن ٻر ڪائي چيز آڌاري ٿا،
سڀ ماکي چوسي سگهن باقي ميڻ رهي مالاري ٿا،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دل سان والڪين جي واڌاري ٿا.
هُو ڪڪ ابانا لڪڻ وارا چوٽ چڏي ويا چاري ٿا،
هُو باقي بچت ڏيئي ويٺا سيٺين جي سالداري ٿا،
هُو واڻيي والڪر ڳوُرا آهن پَرتو ٻيڙي ساري ٿا،
هو ٻاليل پڪٽي والڪر آهن ڪنهن جي اوٽ اٿاري ٿا،
هُو نظرون ٻايو ويٺا آهن قسمت واري تاري ٿا،
هُو هرڪا چيز لٽائي ويٺا جوڳي واري ڍاري ٿا،
سڀ ماکي چوسي سگهن، باقي ميڻ رهي مالاري ٿا،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دل سان والڪين جي واڌاري ٿا.

هو ٻاٽي ٻوڪ جو ٻورو لاهي کيتي ٻندر ڪاري ۾،
هُو لاڙ چون ڪاريون ڳاليون ڏس لهواري ۾ اوڀاري ۾،
هو ٻورهيت تن لاءِ ٻورهيو لاهي ٿٽي ڪُجي کهاري ۾،
هو ڏڪا ڏاليا ڏيئي ويٺا ڪُڙمت جي ڪاٻاري ۾،
هو لائي ڪارڻ لالڻ لڪتا لڏن سان لاٻاري ۾،
هو چيت چٽائي لڪتا آهن ڪٽڪن جي ڪاتاري ۾،
سڀ ماکي چوسي مکڻ، باقي ميڻ رهي مالاري،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دل سان والڪين جي واڏاري ۾.

هو لاڙ جا موتين جهڙا ماڻهو ڪالهہ رَسيا ڪاماري ۾،
هو ڏوٿي ڏاڻن وارا ٻهتا ڏکهڙي ۽ ساماري ۾،
ڪي مير وڏي جي لاڏي وٽ ڪي ٻهتا ڏوري ڏاري ۾،
هو ٻَرَ ۾ ٻولڪا ڻاهي ويٺا ٿاري جي اوٿاري ۾،
سڀ ماکي چوسي مکڻ، باقي ميڻ رهي مالاري ۾،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دل سان والڪين جي واڏاري ۾.

هو ڪَلها ڪَچا نازڪ ٻچا ڪڙهيا ڪاڙهي ڪاري ۾،
هو ٻيٽ جي ڪارڻ ٻنّي آيا ٻاڏڪ لَهسي ٻاري ۾،
ڪي مالي ڪاڻن ميرچن سان ڪي چٽي ۽ ٿوماري ۾،
ڪي ٻورهيو ڪن هِن امبر ۾، ڪي لاٻارو ٻَرَ واري ۾،
ڪن تڪ سچا هُو والاريا - ڪي ٻکڙيا ٻاري ٻاري ۾،
ڪن ماڻهن مال چرڻ لاءِ آنديون ٻَريون ٻاکر چاري ۾،
سڀ ماکي چوسي مکڻ، باقي ميڻ رهي مالاري ۾،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دل سان والڪين جي واڏاري ۾.

ڪن لوڏون آنديون لائي سان ڪن داڻا آندا ڪاري ۾،
ڪن ڪٽڪون آنديون ٻٽين مٿهين ڪن ڳارو آندو ڳاري ۾،
هُو لائي وارا لائي وارا ڏاڍي لهنهن نظاري ۾،
هو لائي وارا ستهل تي ٻهتا موني ڳنگڙي ڪاري ۾،
هي آهہ لکيو سون ٿورو ڪوني وڌ لکي هن باري ۾،
شل موليٰ تن جو ماڳ وَسائي ڪيت ڪيڙن ڪي ڪاري ۾،
سڀ ماکي چوسي مکڻ، باقي ميڻ رهي مالاري ۾،
ڪو آهي ڪم ڪري جو دل سان والڪين جي واڏاري ۾.

## ا. ح. جتسنگهاڻي "سام"

### غزل

ديد تنهنجي جي تلاش آهي سندم فڪرات ۾،
ياد جا تارا ٽـڙن ٿا غم جي ڪاري رات ۾.

تنهنجي ٿي هرهڪ ادا طوفان بڻي مون لئه اچي،
آس آ طوفان بدلجي من ٻوي برسات ۾.

هر قدم تي هر سهارو ٿو بڻي ڪربل ٻوي،
راز تنهنجو ڪو لکي آ قرب تنهنجي ڪات ۾.

سڀ لٿي تن من ڦٽي ٻي واهه ۽ بيوس ڪري،
ٻو طرف پنهنجي چڪين ٿو واڳ ڏيئي وات ۾.

من ڪي گهيري ٿو جڏهن ڪو خام خوشين جو فريب،
غم ڏئي پختو ڪرين دل ڪي تڏهن هر ٻات ۾.

ڏينهن ڏوريان ۽ پتوڙيان پاڻ ڪوشش ۾ گهڻو،
تون ملين دليا جڏهن چپ ٿي وڃي اڌ رات ۾.

عقل مقصد ڪان پري آسن جي رڃ ۾ ٿو ڦري،
غور غم سان 'سام' ڪي ڏين سڪ گڏي ٿون گيات ۾.

## آثم ناٿن شاهي

### غزل

ڏوڙ برابر سارو ڏانءُ،
ماڻڪ جهڙو تُنهنجو مَنءُ.

چوڙ نه تُنهنجو ڪاٻ جوالي، سُولهن نه ڪالي تُنهنجو سَنءُ،
تُنهنجي آڏو منهنجي هستي، آلڏيءَ ۾ جيئن آڏري ٻَنءُ
منهنجو ساهه سڄڻ تون آهين، توريءَ منهنجو سڪندو تَنءُ.
اهڙو منهنجو ڀاڳُ ڪٿي آ؟! جهڙو تُنهنجو آ چويَنءُ!
ڪنهن جي سوچ سرڻهن جو داڻو، ڪنهن جو 'آثم' اڪڙ ڦنءُ.

### وفا ناٿن شاهي

## غزل

اوڀاريون، لهواريون آهن،
ڦرٿيون ڪرٿيون ٻاريون آهن.

اڇيون آهن، ڪاريون آهن، سڀ ٻالا تلواريون آهن.
هن گهر ۾ دروازو ڪونهي، هر پاسي ديواريون آهن.
تنهنجون نظرون، تنهنجون مرڪون، سڀ دل جون بيماريون آهن.
پنهنجو پاڻ به وس ۾ ناهي، اهڙيون خودمختياريون آهن.
لاچاري جي منزل اچي وئي، سڀ ڪٿ آهي، ساريون آهن.

### ڊاڪٽر دُرمحمد پٺاڻ

## وائي

جيڪو آيو سور ڏئي ويو،
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

ڪورا هئاسين، ڇورا هئاسين، ليڪن سنڌ کي لوڙ ڏئي ويو،
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

من ڪي نوڙي موڙي ڪولي، محبت جو هي مُور ڏئي ويو.
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

من ڀريائي چاڪ چڪائي، دلڙي چوران چور ڏئي ويو.
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

دل جي داروءَ ٻه ران ڪوئي، ڪهڙو هي ڪافور ڏئي ويو.
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

هنجهون هاري ڪوئي روئي، محبت جو مذڪور ڏئي ويو.
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

ڀرت سنڌ کو پيالو پياري، سنڌو هي مخمور ڏئي ويو.
پل پل ۾ هڪ پور ڏئي ويو.

**ميوو خان "موج"**

# جواني جي جدائي

اي جواني! توکي پنهنجي جند جان سمجهو ٿي مون،
پنهنجي خاطر توکي دولت بيڪران سمجهو ٿي مون.

شاد شامل تون ته خود کي شادمان سمجهو ٿي مون،
ساڻ رهندو تنهنجو مون سان هر زمان سمجهو ٿي مون.

خود کي تنهنجي ڏاهِ، ڏيِ، ڏاڍو جوان سمجهو ٿي مون،
خالمان برباد ويري رائگان سمجهو ٿي مون.

بيوفائي جو نه تو ۾ کو گمان سمجهو ٿي مون،
تنهنجي منهنجي دوستيءَ کي جاودان سمجهو ٿي مون.

هر دلي خواهش کي دل جو ترجمان سمجهو ٿي مون،
پيون صلاحون ليک پيي، بارِ گران سمجهو ٿي مون.

تو جيهو ڪنهن کي نه خود تي مهربان سمجهو ٿي مون،
توکي پنهنجو پاسخاطر، پاسبان سمجهو ٿي مون.

تنهنجي شفقت پنهنجي سر تي سائبان سمجهو ٿي مون،
پاڻ تي رب العليٰ کي مهربان سمجهو ٿي مون.

هيچ هر خورد و ڪلان، منهنجي اڳيان سمجهو ٿي مون،
ڪين اکاهن ۾ ڪوئي، پير و جوان سمجهو ٿي مون.

ڪوه مَٽ پنهنجو ڪنهين کي بيگمان سمجهو ٿي مون،
پنهنجي سامهون هر توان کي ناتوان سمجهو ٿي مون.

پنهنجي ليکي پاڻ کي ڪوهِ گران سمجهو ٿي مون،
پنهنجي عظمت اوج کي بر آسمان سمجهو ٿي مون.

هٿ، وڏائي کي سڪونِ قلب و جان سمجهو ٿي مون،
پنهنجي ڪر و فر جو طره کي نشان سمجهو ٿي مون.

منهنجي پولي، مان ۽ مئين ۽ خود کي مان سمجهو ٿي مون،
گفتگو پئي هر مقالِ جاهلان سمجهو ٿي مون.

پنهنجو مٿ دليا ۾ آهيان پاڻ مان، سمجهو ٿي مون،
آف! پنهنجي تنهنجي بلا ڪيڏو نه پيان سمجهو ٿي مون.

اي جواني! ساٿ ٽوڙيو تو! توکي ساريان پئو!!!
خاڪ ۾ وڃڻ! خاڪ چائيان!! خاڪ سر واريان پئو!!!

## انيس انصاري

# ڪلارڪ

بانس جي لڪڙين جو ٺهيل هڪ ماڻهو
خون جنهن ۾ ذرو به نه آهي
شام جو پنهنجي اڃيو دفتر مان
لوڙ نچوئي ڪاغذ لاهي.

ٿڪڙين هوش ٻيرين اڪهاڙي ٻچڙي
ٻيءَ ڪي موڙ تان ايندي جو ڏٺو
ڊوڙلدي ڊوڙندي وڃي ماءُ کي هن ڳالهه ڪئي
ٻُوٽ منهنجو لئون بابا آ آندو شايد
ڳنڍ هڪ بابا جي هٿن ۾ آهي.

چڱو ڀيل چڱو سيل هو ڪمند جو چوپو
رس نه رهي جنهن ۾ ڪا حلاوت باقي
ايٽ خالي ۽ انگ اگهاڙي عورت
خود انسانيت کي شرم جنهن تي آهي
سرڪندي هٿ کي چيو بُوٽ نه آهي ٻچڙا
ان ڳنڍ ۾ بُک دور ڪرڻ جو سامان آهي
ڪجهه اٽو ۽ چانور ٿورا.

۽ هو فاقه ڪش زرد رو انسان
انسانيت به جنهن کان وهلور وڃي
جنهن جي صحيح وصف ڪلارڪ آهي
ڳنڍ کي کوليو اچي پنهنجي گهر ۾
هن کي اڃا ڪجهه ڪم ڪرڻو آهي.

رشيد "ارشد"

## غزل

رهبرن جو قافلو!
گمرهن جو قافلو!

ٻي رُخيءَ سان ويو لنڏي — دوستن جو قافلو!
ڪو پڌاءِ ويو ڪٿي، — لکن جو قافلو؟
تيز تر هر هر قدم — اهلِ فن جو قافلو!
رهزنن جي هٿ لڳو — رهروَن جو قافلو!
سوجهري ۾ ڇا ڪندو! — ظُلمتن جو قافلو!
هر بشر پنهنجي جڳهه — عظمتن جو قافلو!
ڪهڪشان در ڪهڪشان — شاعرن جو قافلو!
غربتِ شامِ وطن! — بي ڪسن جو قافلو
ڏمريل ٿو ڀانئجي — مَي ڪشن جو قافلو!

هاءِ! 'ارشد' جي پٺيان
علم وفن جو قافلو!

عاجز آچڙ

## وائي

جيئڙو ڪيئن لڳ جاءِ،
ڏيرن مُٺيءَ سان ڏاڍ ڪئي.
پيئڙون جنهن کي پيار جون، سا ڪيئن پاڻ پلي،
آڏو آريچن جي، ڇارو ڪولڙ ڇَلي،
ڪين ليائون لال مون، ڳهلي سان ڳَلي،
ڏينهن تتي تڙڪول ۾، ڏونگر پير چلي،
'عاجز' ڳالهيون ڳُجهه جون، ساجن ريءَ نه سلي،
ڏيرن مُٺيءَ سان ڏاڍ ڪئي.

## احمد خان "مدهوش"

### غزل

جا جدائي جي گهڙي آهي سڄڻ،
سا گهڙي گويا صدي آهي سڄڻ!

هيءَ رواجي آشنائي ڪين آ، هيءَ ازل جي دوستي آهي سڄڻ.
تون ته تون پر مان ۾ تون، باقي اجها، درميان ڇاجي وٿي آهي سڄڻ.
حسن آڏو عشق کي سجدو ڪرڻ، هر طرح سان لازمي آهي سڄڻ.
ها، هزارين حسن وارا ٿا وتن، تنهنجي ليڪن ڳالهه ٻي آهي سڄڻ.
دانا دانا ٻي ديوانا ٿي ويا، هڪ ۽ منهنجي دل چري آهي سڄڻ.
اڄ سڀاڻ جي آسري ٿاري ۽ ڇڏ، آرزو ئي ٿورڙي آهي سڄڻ.
ليڙون ليڙون دل جي دامن کي ڪري، دل ۽ ڪنهن جي ماڻهي آهي سڄڻ.
تو وفائون پئي ڪيون مون ڪان ته پي، ڪا شڪايت ڪين ٿيي آهي سڄڻ.
جي ايائڻ جي ۽ هولڊي آ ته مور، هيئن ۽ دل هيرڪائبي آهي سڄڻ.
هوش ۾ مدهوش واپس ڪيئن اچي! ڇوت ڪاپاري لڳي آهي سڄڻ!

## آدل سومرو

### وائي

ڏيئا ٻائن ليشا،
اڪ اونده ۾ اٽڪائي،
لاٽ ٿي وسٽي آهي.

وات ۾ پئي طوفان ويا،
ڪک پن کي ڳيڙڪائي،
لاٽ ٿي وسٽي آهي.

ڪاري رات جي ڪامٽي،
چيرين ڪسي چهڪائي،
لاٽ ٿي وسٽي آهي.

مايوسين جي ويرانين ۾،
روح نه ڪو پنڪائي،
لاٽ ٿي وسٽي آهي.

# اياز گل

## آداس پل جو هڪ وعدو

مان پنهنجو پاڻ سان
اهڙو ڪيان ٿو وعدو اَجُ
تہ تنهنجي نينهن جي لاٽ لاءِ
آئنده جيئبو
نہ سُرڪبو ئي ڪڏهن هاڻي
تنهنجو لاڻءُ وٺي
اڙي تنهنجي راهگذارن تان گذربو هاڻي
جي گذربو بہ تہ ڪنڌ هيٺ ۽ جهڪيل اکيون
نہ تنهنجو خيالُ نہ جذبن جي ڪائي
ڪيتڪائي
نہ جاڳڻ ۽ نہ وري ڪا اکين ۾ لالائي
جي ذڪرُ آيو ڪٿي، تنهنجو ڪنهن بہ
محفل ۾
تہ اهڙو ڏيکُ ڏيو، ڄڻ نہ ڪا شناسائي
آڪيلو ڪمري ۾ ويهي ۽ توکي ياد ڪري
نہ غزل ليکبو نہ ڪو، شعرُ تنهنجي لاءِ ڪبو
جي دل گهُري ڪنهن پڇيو
دوستَ تنهنجي باري ۾
تہ ٿڪ ڏيئي وڏو، چئبو:
”ڪُوڙ هو سڀ ڪُجهہ
مڙيئي دل پئي واهرائي سيا
بہ ٽي ڏينهڙا،
آسان ۽ پيارُ!!
ڪو ڪوڙو لڳي ٿو دوستَ پلا!؟“
نہ تنهنجو ساٿُ نہ آٿتُ، نہ هالوَ تي چنبو
تہ پوءِ روزُ دُکن جا صليبَ ڇو کڻجن؟
ڇو روزُ سڙجي ۽
ڇو روزُ رولجن موتيي
جي جيتَ لاهي آسان جي تہ مات چاجي لاءِ
ڏکهو سفر ۽ آداسيءَ جي رات چاجي لاءِ؟
سدا آڪيلو رهان
سو چڱو آهي اڳنا
مان پنهنجو پاڻ سان اهڙو
ڪيان ٿو وعدو اَجُ
تہ هاڻي ڪنهن سان بہ پُلجي
ڪڏهن نہ پيارُ ڪبو.

## مختيار ملڪ

### غزل

توکان ڪيڏو ڏور ٿياسي،
صحرائن ۾ چور ٿياسي.

نهندا ڦهندا رهندا آهيون، يارو! جڻ ڪو ڀور ٿياسي،
قيد بہ چاتون، پيڙ بہ چاتون، ڏاڍي لئہ ڀرپور ٿياسي.
ڳاٽ اسان جا اوچا، اوچا، اسان بہ اڄ منصور ٿياسي.

لُڇجون پيا ٿا، چپ پيا آهيون،
ايڏو اڄ مجبور ٿياسي.

## زيب سنڌي

### آزاد نظم

( ١ )

ڪاش
وري ڪو
اهڙو واءُ
جو تون ۽ مان
وري ملون
۽ هجي اهو
اهڙو واءُ
جو تون ۽ مان
وري ڪڏهن
جدا نہ ٿيون.

( ٢ )

هيترن ڏينهن جي
وڇوڙي کان پوءِ
اڄ اوچتو رستي تي
ملي آهين تہ پڇين ٿي:
”ڇا ٿو ڪرين اڄڪلهہ؟“
سچ تہ اڃا بہ نہ بدلي آن
ساڳي ياراڻي طبيعت اٿئي!
مان ڀلا توکي
ياد ڪرڻ کان سواءِ
ٻيو ڪري بہ ڇا ٿو سگهان!؟

## واجد

### غزل

ٻڪ ٻڪ آهن ٻُور اوهان جا،
ساڙي آهن سور اوهان جا.

رک ڦو پاسي جڳ سمورو، ڪاڏي وڃن مجبور اوهان جا.
سڀ سان سُهمت، مون سان رنجش، هي ڪهڙا دستور اوهان جا.
سان پل جاڙ گذاريان جيوت، نيڻ رهن مخمور اوهان جا.
آءُ ڇا ڄاڻان سهڻا سائين! راز سڙني درٻور اوهان جا.
رهندي ڪلندي واجد وهنو، ڳڻ ٿو ڳائي هور، اوهان جا.

منهنجي خاڪ ٻسر جيون تي،
ڦورا هين پرٻور اوهان جا.

## ج. ع. منگهاڻي

### رينگا

اهڙا رنگ رچايا سينهن،
آس اجائي جرڪي ٻيئي،
ريءَ سندن جي ڪپيا اينهن –
سوچ سموري ڏرڪي ٻيئي،
ڇني سر تان سرڪي ٻيئي.

پنهنجو پاڻ وڃاڻ سان ڳولڻ!
ڇري ڇولندو سارو جڳ،
ڪاءِ وڃان ٿي پاڻ کي رولڻ –
پاڻ سڃاڻي ڪٿندس ٻڳ،
ٻڳ ٻڳ هيٺيان منزل ڏڳ.

آئي رنگ رنگيلي ريڪا،
سرڪي جرڪي آئيا لوڻ،
ٻن لڙڻ جا ڪهڙا ليکا –
پاڻ ٿي مڃڻ پاڻ ٿي سيڻ،
جاليا وچ ڪتورا ڏيڻ.

## مريم مجيدي

# غزل

پاڻ تہ پيار وهيا آهيون،
وره ولدائي آيا آهيون.

ريب ريا مان مور نہ ڄاڻون، صاف سچا آئينا آهيون.

ڪلهہ ٿي سوچون سوري چڙهيون، سڀني ۾ اڄ سوگها آهيون.

ويساهن جا وانهڙو ٿي، اوسيئڙن سان اڪتا آهيون.

ڏلگ سهي ٿا مُرڪ ڏيون ڇڻ، ڪاروڻجهر جي ڪايا آهيون.

سولهن اسين هن ڌرتي جي ڪي، آپ جا چنڊ نہ تارا آهيون.

اڄ ۾ رُڄ جو ساٿ سدا جيئن، اهڙا اڻ ٿت لاتا آهيون.

ڪنڊن واڙي تي ڪا گهاٽي، گولاڙن جي ڄايا آهيون.

## نور شاهين

# رباعيون

ڪي عشق جي راهن جا اشارا تہ ملن،
منزل تي رسڻ مون تي، سهارا تہ ملن،
دردن جا سفينا ٿي هجن ڇو نہ ڪٽي،
گرداب سهي، ڪنهن جا ڪنارا تہ ملن!

ڪجهہ عشق و وفا ساڻ اگر جڙجان مان،
ڪنهن سوز جي سانچي ۾ اگر گهڙجان مان،
هڪ پل لاءِ ٻيهي منهنجي مقابل دليا،
ڪجهہ پيار ڪرڻ ڪاڻ اگر اڙجان مان.

**مهر پروين**

## غزل

دل گھري ٿي اڄ وري دلدار جون ڳالهيون ڪريون،
محب مشفق من گھرئي منٺار جون ڳالهيون ڪريون.

قول جڏهن ڪيا قربن تي قسم رب جو کڻي،
اڄ عجيبن جي الهيءَ اقرار جون ڳالهيون ڪريون.

سر ڪي سينگاريو سڄڻ تي، سينڌ سرما تي ڪڻين،
تنهن قربن جي ڪجل جي ڪار جون ڳالهيون ڪريون.

سوچ ۾ ساجن جڏهن هو، محب محبت ڪان اکيي،
وروڪڙ واري تنهن ويچار جون ڳالهيون ڪريون.

اڪ اشارو ڪيو عجيبن، هند هُن ٻيهي جڏهن،
اڄ ته الهيءَ ماڳ ۽ ان ٻار جون ڳالهيون ڪريون.

رس رهائيون تي ٿيون ۽ هوش هليو ٿي ويو،
ماڳ تنهن موٽي هلي، مختار جون ڳالهيون ڪريون.

پيار ٿي پل پل ڪيو، پروين سان پياري پرين،
سوالهن واري تنهن سڄڻ سردار جون ڳالهيون ڪريون.

جيءُ جهوريءَ ۾ پيو ۽ چنه جدائيءَ ۾ جلي،
مهر ڇ ان عشق جي آزار جون ڳالهيون ڪريون.

**"سوز" هالائي**

## غزل

سوچ جا سهڻا پيارا پنڇي،
لوچ جي لامن تان ويا اڏري.

پاڻ مراد ۽ پر اکيڙي، واريءَ والڪر ويٺا ورڪري.
توبن روح ڪي راس نه رالول! پول ۾ جي تڏڙي چالبو ڪي.
ساوڻ پاوڻ جي رُت ڪالهي، ڪنهن جي ڪارڻ ڪويل ڪُوڪي؟
پاڻ ۾ وره ورهايون وينا، سان ۽ منهنجي ڪا خاموشي.
ديپ جلائڻ پر نه آيو، ڪالڪل ڪوڙي لاٽ لڳي هئي.
منهنجي ڪوتا منجهه ملي ٿي، "پن چڻ" جهڙي مايوسي.

## غلام حسين رنگريز

### غزل

هلي هوتَ ناهيا تہ چارن تي ملبو،
عجب عشق وارن نظارن تي ملبو.

زبان سان نہ ظاهر ٿيو راز دل جو،     تہ ٻو سينہ سُر ٻڙر اشارن تي ملبو.
ڪُنڌي وارَ کوليا، ڪري چاڪ اڳچان،     وڏي شوق کينجهر ڪنارن تي ملبو.
جڏهن چت چيري ڪندي ڪوڪ ڪوئل،     چڙي سنگ سيانا پُڪارن تي ملبو.
نہ ڪهڙاءِ ٻَن ڇڻ جي ٿيندي پُڄاڻي،     ٻَسي گُلَ گُلاڙها بهارن تي ملبو.
ڦلاريو نہ جي ڦوڳ، موتيو نہ مهڪيو،     تہ لائن لئن ۽ لئارن تي ملبو.
نہ ڪا ميلڪ مارُئن نہ ڪا سيج سُرهي،     ڪري ٻالهن وهاڻو ٻو خارن تي ملبو.
اجهان تيل آهي چراغن ۾ باقي،     جهڪي جوت جي ٻي سهارن تي ملبو.

ڪُڇڻ ڪين 'رنگريز' پاڻئين ايوسين،
مٽي مات جي ٿي مَيارن تي ملبو.

## منير سولنگي

### غزل

ڏينهن ڀولڻ تو وجي لاتا گهٽا،
ٿا ستائن دل کي انديشا گهٽا.

اڄ سکهو ساجن تہ ڏٺي ڀرين شوال،     سون رکيا رمضان جا روزا گهٽا.
ڪيترا ئي عشق کان عاري ڏٺم،     هر قدم تي ڪاغذي چهرا گهٽا.
ڀنڪڙيون هيري سندو ڪاٽن جگر،     ڪَنِ اٿي پٿر کي ٿا شيشا گهٽا.
ٿو وڌايان ياد تنهنجيءَ ۾ سڄڻ،     رات جي هر سانت ۾ ڳوڙها گهٽا.

حالِ دل توکي ٻڌايان ڇا 'منير'،
تنهنجي محفل ۾ ڏٺم ويچا گهٽا.

پيربخش پياسي

## نظم

پيار پريت جا رشتا ناتا،
بستي بستي گيت وفا جا،
تون به ليائي مان به ليايان،
تون پي ڳائي مان پي ڳايان.

چنڊ چانڊوڪي تارن جيئان،
ديپ دکن جي آشائن جا،
جهرمر جهرمر جڳمڳ جڳمڳ،
تون به جلائي مان به جلايان.

ڪاهي ڪينرو پيچل پاڻي،
اچ هلي آن سمنڊ تي ڪنڌيءَ،
تند تنواري ڏياچ ڪولي،
تون به ڪهائي مان به ڪهايان.

منهنجي دل تي گهرا گهاءُ،
ڏک ڏنو پر دل جي ڳالهه،
تنهنجي من منجهه آ الجهاءُ،
تون به ٻڌائي مان به ٻڌايان.

ڪليءَ ڪليءَ پن پيلا سارا،
صدين جو هيءُ رنگ ۽ روپ،
ڇاتن تي آهن ليڪا ڪارا،
تون بدلائي مان بدلايان.

سوريءَ تي اڄ سيج سجائي،
اڄ ڪلمه حق پڙهي ”منصور“،
خاطر سچ جي سر سهسائي،
تون به سڏائي مان به سڏايان.

ڇنوٽ هوا جا ڦڙڦڙ ڦڙڪا،
سينو تن سان ساهي، ولجهه
دهشت دم درياءَ جا دڙڪا،
تون به هلائي مان به هلايان.

پل پل ويو سو ورڻو ناهي،
آءُ ته تڪڙي منزل ڏي وک،
مستي مان ڪجهه سرڻو ناهي،
تون به وڌائي مان به وڌايان.

دليا ناهي دک جو دارون،
بهتر آ ته پالڻ ئي پنهنجو،
ڪيرل لهند وڪنهن جون سارون،
تون به بنائي مان به بنايان.

تار چيڙي ڪا تنهه تهائي،
آءُ ”پياسي“ سر سان سر،
گيت گولڊر جا ڳڏجي ڳائي.
تون به ملائي مان به ملايان.

مظهر جلباڻي

## نظم

عمر! ڏاڍ تنهنجا ڪڏهن ليٽ کٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

رکي ريب دل ۾ آچاڻ ڇڏي ڏي، ڏئي لوڀ لالچ ستائڻ ڇڏي ڏي،
ڏکي منهنجي دل کي ڏکائڻ ڇڏي ڏي، ٻيائي جون ڳالهيون ٻڌائڻ ڇڏي ڏي،
اڳم آس دل ۾ ٻرين پاڻ ٻسبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

ڌري ڌيان دل ۾ امانت ساڻ هلجي، عمر هن دنيا ۾ ديانت ساڻ هلجي،
گهڙيون چار هتڙي صداقت ساڻ هلجي، لٽيرو نه ٿي تون، شرافت ساڻ هلجي،
ٻچا توکان ٿيندي اهي وير وٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

ڏکيا ڏينهن گهاري سڄڻ ٿي سنياريان، سدا محب مارو ڀلا ڇو وساريان،
ڪري آهه اهڙي سنڌ ڳوٺ ڳاريان، ڪري ڪوٽ ٻولڊي اجهو ٿي پڪاريان،
اهو ڏينهن ايندو ستمگر نه مٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

نه پرواه ڪائي پلي سوٽ ساري، ڪيان ياد مارو اکين آب هاري،
اصل کان انهن جي پٺي هان پناري، ڏکن ۾ نه تن کي سدا ساهه ساري،
ڪندا ڏاڍ جيڪي سندن پير پٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

پرسپ ٿي پريون وطن جون ڏسان شل، قطارون انهن ۾ اٺن جون ڏسان شل،
ٻيرن جي ٻ ٽوليون ٽڙن جون ڏسان شل، لڏن جي ٻلامون لڏن جون ڏسان شل،
پنهنجي ديس منهنجي ٻيرون خوب پٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

غريبن سان ڇو آ عمر تو آچايو، ڪري قيد مون کي ڏکيو ٿي رهايو،
ڪٿي هٿ پٺي مون ڏٿي در پاڏايو، پري ڪين آهي اجهو وقت آيو،
جهٽيون جن ٻجهر ڪيون اهي باز جهٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

ٿيون جي نه خوشيون ٽڙن ۾ ڏسان شل، پهاريون اياريون ٻرن ۾ ڏسان شل،
سنگهاريون سيئي گهرن ۾ ڏسان شل، سني سوالهن ساوڪ سرن ۾ ڏسان شل،
ڪپي ڪالهن سرڙا وڃي واڻ وٽبا،
ڀلا ڪين هرگز ماڙين ساڻ مٽبا.

مقصود گل

## گيت

ٻرڪا ٻرسي، تن ٿو ترسي، تو لئه من ٿو تاڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

راتيان روئان، منهن کي ڌوئان، پورل آ تون پاڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

ٽڏڙيون هيرون، ڏين ٿيون جهيرون، چوماسو ڏي دل کي چير،
ٻولڊ وجهي ٿي لوڻ ڦٽن تي، هر هر ڏاڍي ڏئي ٿي هير،
پلپل پچران ڪامان ويٺي، گهايو گهورن گهاڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

هيڪل هينئڙو توکي ساري، ساجن واڳ ورائي آءُ،
توريءَ منڙا مينگهه ملهاريون ڪين ڏين ٿيون سهڻل ساءُ،
واجهايان ٿي واٽون ويٺي مالڪ توکي آڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

ڪاريون راتيون، بادل ڪڙڪن، ڪيهر شينهن گجي ٿو مور،
توريءَ منهنجي من جا مارو منهنجو هاڻ ڇڄي ٿو مور،
پول ٻڌي وئين، واهه وڻي وئين، ماريو تنهن جي ماڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

ڪنوڻيون ڪجڪن، ٿهڪن ٽمڪن، تو لئه راهه نهارن ليڙ،
لاٽ ڏياٽيون، واٽ سنڌءَ ٿا، ويچارا پيا ٻارن ليڙ،
منڙا مون کي وارن ٻنهنجن ساڻ وئين تون واڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

بلبل گل کان دور رهي ڇو، منهنجي دل مجبور رهي ڇو،
گهايل گهايل منڙو منهنجو سهڻا هيڏا سور سهي ڇو،
موٽي آءُ اڱڻ تي منهنجي سهڻا ٻاڻ سڃاڻي يار،
آءُ هليو تون هاڻي يار.

## قاضي عبدالحي "قائل"

●

درد جون دانهون ٻڌڻ وارو نه ڪو،
ڏاڍ جي هٿ ڪير جهلڻ وارو نه ڪو.

ڪو سڙي سڏڪي ٻيو پل سور ۾، حال دل ڪنهن کان پڇڻ وارو نه ڪو.
اڄ زماني جي فضا اهڙي ڏٺم، پيار سان پنهنجو ٿيڻ وارو نه ڪو.
پل ته ڪوڙو ڪر ڪٿي گهمندو وتي، ٻي وڙي ڪي سچ چوڻ وارو نه ڪو.
ڪيل خوشيءَ ۾ ٿا ٿين ساٿي سوين، درد ۾ آٿت ڏيڻ وارو نه ڪو.
ظاهري دعوي عبادت جي مگر، اڄ عقيدت سان جهڪڻ وارو نه ڪو.
جسم ٿو هر هر جهڪي سجدا ڪري، دل سمند و سجدو ڏيڻ وارو نه ڪو.
گهر سڙيو سڀني تماشو ٿي ڏٺو، باهه تي پاڻي وجهڻ وارو نه ڪو.
ڪو به 'قائل' قرب جو ڪولهي هتي، سڳي محبت جي ٻڌڻ وارو نه ڪو.

## نظام "زائر"

### غزل

الائي ڇو اوهين خاموش آهيو،
لڳا احوال ڪو پنهنجو ٻڌايو.

ٽٽي وئي دوستي آهي اسان جي، اهو ڪنهن دشمنن آهي هلايو.
نڀائڻ جو قسم آ مون ته ڪاڏو، اوهان چاهيو نڀايو يا ڦٽايو.
هي سالن جو پراڻو زخم دل جو، اوهان جي مرڪ منڙا آ چٽايو.
روئڻ ايند و روئي و هندس او سائين، ائين ايڏو نه مون کي اڄ کلايو.
ڏسڻ 'زائر' ٿو چاهي پنهنجي قسمت، ذرا اکيون ته اکين سان ملايو.

## سرفراز راڄڙ

### ڪافي

مون کي اينهن ڇڏيو آت لئي،
ڪاله جتي ڪل پنهنجي پئي.

آءُ ته اڪيلو گهڙيون گهاريون، ورهه وڇوڙا سڀ وساريون،
قول ڪيا تو ڪيئي.

تنهنجي ملڻ کي ساهه ٿو ساري، هيءُ لماڻو راهه نهاري،
سڄڻ مون کان حال سيوئي.

عشق جي منزل آهي اڻانگي، محبت 'فراز' آهي مهانگي،
پرت لڳي ڪل پئي.

## بشير احمد ”شاد“

### نظم

ماڻهوءَ جو من سمنڊ اجهاڳ،
الت لهي جو تنهن جو ڀاڳ.

ماڻهوءَ جو من ٻورلهاس، فرقت ۾ ٻر آهي آساس.
ماڻهوءَ جو من گل گلاب، يا ڪو ساوڻ رُت جو خواب.
ماڻهوءَ جو من جهڙو مور، جنهن تان ڪيئي ڏيندا گهور.
ماڻهوءَ جو من ڪاڳر ڪور، جنهن تي مرڪي ليهن نڪور.
ماڻهوءَ جو من کليو ڪتاب، ظاهر جنهن ۾ ڏوهه ثواب.
ماڻهوءَ جو من آ معصوم، جنهن جو ٻڌرو آ مفهوم.
ماڻهوءَ جو من اهڙو ڪنول، سادو سهڻو جيئن غزل.
ماڻهوءَ جو من ٻر اسرار، رازن رمزن جو ڀنڊار.
ماڻهوءَ جو من تاج محل، مُرڪي جت ممتاز محل.
ماڻهوءَ جو من جذبن ڪان، هر جذبو پنهنجو مٽ پاڻ.
ماڻهوءَ جو من امرت ڌار، منڙو جهڙو ماکيءَ لار.
ماڻهوءَ جو من بيتُ رهي، کهڙي تنهن جي ڳالهه ڪبي.
ماڻهوءَ جو من ’شاد‘ رهي، شل دردن کان آزاد رهي.

## ناظم منگي

### غزل

ڇولدي سچڻ ڪيو مون هردوسرا کي ڳولي،
لڌو آ جيئڻ ڪڪر مان ماهِ لقا کي ڳولي.

هن ناز مان نهاريو تڏهين ته ڀاڳ ڀرميا،
هلندي صنم سنواريو ڪاٿئون قضا کي ڳولي.

فرقت هلي وئي جو دلبر ڏٺم اچي ٻيو،
آيون وٺي صدائون مشڪل ڪشا کي ڳولي.

کوليو نقاب منهن مان ڪرڻو مطالعو آ،
عاصي هان آخرت ليءِ لڌو شفا کي ڳولي.

محبوب جي حرم کي ناصح چُمي ڏيڻ ڏي،
حج اڪبري ڪريان ٿو رسمِ وفا کي ڳولي.

اسرار ايزدي ڪو هن ۾ هو ٿوڙ کان پر،
غفلت وڏي ڪئي مون پئي هنڌ خدا کي ڳولي.

درد و فراق سڀ کي ’ناظم‘ الڳ الڳ آ،
هر دل ٿي پنهنجي پنهنجي دارون دوا کي ڳولي.

## اسحاق ”راهي“

### غزل

بازارِ محبت ۾ طلبگار ڏٺاسين،
سورن جا گهڻائي ته خريدار ڏٺاسين.

جلون جي خدائي ۾ خدا ياد اچي ويو، کردار حسينن جا حسين يار ڏٺاسين.
هر وقت محبت ۾ سهي صدما وڏياسين، الفت ۾ گهڻا عشق جا آزار ڏٺاسين.
گل يار جي مکڙي تان فدا ٿيندا ڏٺاسين، ڇهري ۾ سمايل ڪيئي گلزار ڏٺاسين.
ميخالو ڪري صدقي چڙيان چشمِ بتان تان، خمخانا لڳاهن ۾ ٿي هر بار ڏٺاسين.
غنچو مان چوان يار جي رخ کي يا گلستان، قدرت جا چٽيل رخ تي ڪي جنسار ڏٺاسين.
تعريف بجا آهي ڪرڻ زلف سندس جي، گيسوئے صنم واه جا خمدار ڏٺاسين.
زلفن جون چڳون لڙ ڪندي چڻ مار ڏٺاسين، لالڪن جي زمين چڻ ته هي رخسار ڏٺاسين.
درياءِ محبت ۾ ڪهڙڻ وارا اي همدم، سهڻيون به ڏٺيون سين ۽ ڪي ميهار ڏٺاسين.
مجنون و فرهاد ۽ ”راهي“ جي لظر سان، دنيا ۾ عجب عشق جا اسرار ڏٺاسين.

## بيوس باڙيد پوري

### غزل

اگڻ منهنجي هلي آيا، پلي آيا سڄڻ منهنجا،
سجايا ٿي ويا لايا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.

ڪيا دک دور سڀ سڄڻ، اگڻ تي ايو پائي اچُ،
ڪروڙين ڪرم فرمايا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.
ڏسڻ سان تيرِ مژگان واه! ڪيا سيني متي سڻڪا،
اچا وَڏِ هٿي ڪيئون سعيا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.
مهِ الور جي پيچيدن، وڏا وَرَ چڻ ته واسينگن،
اٿالڪا هيچ تن پايا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.
سڄڻ جا ڏاڍ سنهڙا هوبهو موتين مثل آهن،
ڏسو محبوب مرڪايا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.
هزارين حُسن وارا مون ڏٺا پر هيتِ ا آ حُجت،
لکين هن لال لڙڪايا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.
ڏسو خورشيد ذرتيءَ تي لهي آيو آ چا يارو،
ڪٿان هي اولڙا آيا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.
پلا خورشيد سان هن کي ڏيان تشبيه ڪيئن ”بيوس“،
سڄڻ ڪئين شمس شرمايا، پلي آيا سڄڻ منهنجا.

## ”ساجد“ اعلپوري

# غزل

سمورا عيش دليا جا وساري، ڪو ته ڏيکاري،
مرڻ ڪان هت اڳيئي پاڻ ماري، ڪو ته ڏيکاري.

فقيري ويس پائڻ آ زماني ۾ ته سولو پر،
فقيرائي طبع ۽ دل به ڌاري، ڪو ته ڏيکاري.

اگر پيائي سنڌو دل مان ڪڍي ٻاهر، هميشه لئي،
صداقت ۽ سچائي سان گذاري، ڪو ته ڏيکاري.

ڪهڙيءَ ۾ راز سمجهائي ڇڏي جيڪا، حقيقت جو،
نظر اهڙي ڪٿي ڪنهن ڏي لهاري، ڪو ته ڏيکاري.

نگاهِ مست سان جيئن هو ڪري، سرشار تو يارو!
انهن مستن کي جڳ ۾ پيو پياري، ڪو ته ڏيکاري.

سکايو عشق ۾ جيئن خونِ دل خونِ جگر مجنون،
جهانِ عشق ۾ انهن جان گاري، ڪو ته ڏيکاري.

عبادت ۽ رياضت سان، حقيقت ۽ صداقت سان،
جهان ۾ زندگي پنهنجي سنواري، ڪو ته ڏيکاري.

سوين سيٺيون سهاري سير سان هردم ترن ٿا پر،
سوا ڪنهن تار، ترهي پاڻ تاري، ڪو ته ڏيکاري.

زبان سان تو ڪري هر شخص دعويٰ هت، شجاعت جي،
مجاهه ٿي مگر ڏولگر به ڌاري، ڪو ته ڏيکاري.

سکن ۾ سڀ ته گهارين ٿا سکون ۽ صبر سان ليڪن،
ڏکن ۾ صبر سان هر وقت گهاري، ڪو ته ڏيکاري.

ڪينن، ڪوجهن، جي جيئن هوسا رتو لهندو رهي هردم،
ٻرا، بدڪار، انهن ساري سنياري، ڪو ته ڏيکاري.

بره جي باه گرمائي ڇڏي، دل ۽ جگر جيڪو،
اهو آبِ وصل ڌاران به ٺاري، ڪو ته ڏيکاري.

هميشه خوابِ غفلت ۾ رهي ٿو، آدمي جيڪو،
الهي کي خوابِ غفلت مان اٿاري، ڪو ته ڏيکاري.

لئون لاتو رکڻ سنسار ۾ سولو ته آ ”ساجد“،
پرائو پيار پنهنجو يار پاري، ڪو ته ڏيکاري.

مختار گهمرو

# وائي

منهن نہ اسان کان موڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

دل جو گهر آ خوب سجايو، محب مهارون موڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

من مندر ۾ منهنجا سائين، خيما پنهنجا کوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

چند گهڙين جي چاهت ڪهڙي، ساٿ نڀاهيو توڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

قيد قيامت تائين ڪري ڇڏ، وارن منجهہ وڪوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

منزل دور نہ آهي سائي، پيارا پاڻ پتوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

گيت سريلا ڇيڙ تہ جهومان، خاموشيءَ کي ٽوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

ٻي قربن مان قرب ڪمائي، ٻائي ڪين ولوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

دور وڇڻ جا ڏکڙا ڏيئي، جذبن کي نہ جهجهوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

قرب ڪڙي ’مختار‘ سان او منڙا، جيون ڀر لئي جوڙ او منڙا،
منهن نہ اسان کان موڙ.

## مسافر عباسي

### غزل

ڏک اهو آهي جو مٺڙا بي وفا ليکري ٿيئين،
حالِ محرم هَرڪنهين جو اي مينا ليکري ٿيئين.

بيوفائي جي عيوَض هردم ڪيم توسان وفا،
تُون تڏهن ٻيءَ پيار ۾ ڪوڙو صفا لکري ٿيئين.

تنهنجي هڪ ديدار سان سڀ سُور ٿي ڪافُور ويا،
سَچ ته منهنجي هر مرض جي تون دَوا لکري ٿيئين.

پيار ۾ تو اڳ ڪڏهن مون سان نه ڪو ليکو ڪيو،
اڄ وري چاچي ڪري ايڏو خفا لکري ٿيئين.

پاڻ کي تنها ڏسي دلدار دانهون ٿو ڪريان،
بند ٿيو ڪاٿش ايئن مون لئي سزا لکري ٿيئين.

جيئن اڳي ايندو هُئين منهنجي اڱڻ تي روز روز،
چو نه اڄ ٻي ڪنهن بهاني اي مِنا نکري ٿيئين.

مون ته سمجهيو هو سچڻ، منهنجو ٿي رهندين عُمر ڀَر،
بي سبب ڇا لئي رقيبن جو صفا لکري ٿيئين.

پنهنجي طرفان انهن جو ناتو 'مسافر' ٽيو اياه،
جئن نه چئي ڪوئي ته تون ٻي بي وفا لکري ٿيئين!

## منظور مکسي

### وائي

کهڙي پل جي ڳالهه ڪرين ٿو، مون لئي گذريو هر پَل کهاءُ
اڄ ته ڳَهلي ٿيو ساڳيو واءُ.

قيد ڪنهڙي سوچون ڦابو، ڦٽڪي ڦٽڪي ڪن ٽڙلاءُ،
اڄ ته ڳَهلي ٿيو ساڳيو واءُ.

کهن گهور گهٽا جو گهوالگهت پائي، روڻ ۾ مون کي چنڊ نه آءُ،
اڄ ته ڳَهلي ٿيو ساڳيو واءُ.

وياڪل من ٿيا ٿنڌ پڇائن، ڪاري رات ڪٽائڻ لاءِ،
اڄ ته ڳَهلي ٿيو ساڳيو واءُ.

ڪن پَل ۾ وسامي ويندو آ، چٽنگ ٽانڊائي جو چمڪاءُ،
اڄ ته ڳَهلي ٿيو ساڳيو واءُ.

وَهلُورَن کي وات ويندي، ايڏو ٿاڦي ڪين سٺاءُ،
اڄ ته ڳَهلي ٿيو ساڳيو واءُ.

## مشاهد منگي

### غزل

هٿن ۾ حوصلو ڪونهي،
رڳن ۾ ولولو ڪونهي.

جفائون جام تو وٽ ڀر، وفائن جو صلو ڪونهي.
فصل سارو سڙي ويو آ، ۽ ثابت ڪو سلو ڪونهي.
حياتي آهه هڏڪين ۾، ۽ ساهن سلسلو ڪونهي
اڃڻ اوڇڻ ويو وسري، ڪڇڻ جو ڪو ڳلو ڪونهي.
سريرن ۾ رڳي سردي، اندر ۾ ڪو آلو ڪونهي.
'مشاهد'، مات ٿي ماري! ٿرن ۾ ٿرٿلو ڪونهي!

## سميع لغب

### غزل

پاڻ وڏي ٿي هينئڙي هير،
هوائن اڇي هيڻن هر هر ڪير.

روز ڏٺي آواز ٿي مون کي، تنهنجي خوشبو سانجهه سوير.
ڦر هڻو ڪيڏا ٻه اوهين ٻر، پيار چيٽي ڪيئن لاهي ٻير.
سُرت ۾ رهجان ۽ هاڻ سسئي تون، ڏاڍ نه ڪن جيئن توسان ڏير.
پاڻ ئي گهرائي پاڻ وٽ مون کي، پاڻ چئو ايڏي لاتئي دير.
تنهنجي مون سان لاتي جو سُنهن، تو بن 'سميع' جو ناهي ڪير.

## حيدر شاهه

### نظم

ڪنهري سمنڊ مان سچا موتي، ٻيو سدائين ڳولي ٿيو.
پنهنجو متن ڀاڳ ڀل آ ڪيڏو، جيڪو پاڻ کي رولي ٿيو.
ڪوڙن ماڻهن جي بستيءَ ۾، سچ سدائين ٻولي ٿيو.
تڏهن ته هر دم پراهو ٿاندو، آهي پنهنجي چولي ٿيو.

## ”عزيز“ بروهي

### غزل

دلِ بيتاب گستاخي نه ڪر ڪا يار جي ويجهو،
محبّت جي مجسّم ۽ مٺي منٺار جي ويجهو.

ٻڌوا محبوب جي هرهنڌ ڇڻ ڪا آهي تاريڪي،
انڌيري ۾ ملي ٿي روشني دلدار جي ويجهو.

رهي ٿو راز سارو عشق جو پنهان جدائيءَ ۾،
اچي ڏس تون وڃي ڪجهه طالبِ ديدار جي ويجهو.

اجايو ڇو پيو رلجي سدائين سنگدل جي ڪِيڻ،
غمِ دل کي مٽائڻ لاءِ وڃ غمخوار جي ويجهو.

ڪرين جي پيار ٿو ڪنهن سان ته موتين تون مٿان اڏ مان،
لباهي ڪوله ٿو چاڻين نه وڃ تون پيار جي ويجهو.

اجايو ڇو وڃي هيڏي يا هوڏي جهاتيون هڻجن،
ملي مطلب جو موتي ٿو مٺي منٺار جي ويجهو.

ڀلا ڏس ڪيئن نه ٿو ڦٿڪي ۽ تڙپي ٿو جدائيءَ ۾،
گذاري ڏس ڪڏهن تون ٻرهه جي بيمار جي ويجهو.

نه جنهن وٽ قدر ڪو آهي محبّت ۽ مروّت جو،
”عزيز“ آهي اجايو تنهن وڃڻ بيڪار جي ويجهو.

## بسمل راڏ ڏائي

### غزل

ڪا ”اهرمن“ ٿي گهولي، ڪا ٿي خدا کي گهولي،
هر دل ٿي پنهنجي پنهنجي دارو دوا کي گهولي.

صحنِ چمن ۾ ڏاڍي مايوس شاخِ گل آ،
آئيو خدارا هيڪر بادِ صبا کي گهولي.

اولده جي ساز تي اڄ روشني نچي ٿي،
تسڪين دل لئه آئيو نور و ضيا کي گهولي.

بدلي ۾ زلدڪي جي ايڏا ته گهاءُ آيا!
ٿو گهاءُ گهاءُ تنهنجو خاڪ شفا کي گهولي.

پنهنجن جي ميڙ ۾ پئي مان اجنبي ٿو سڏجان،
دل جي صدا ٿي تڏهن ڪنهن آشنا کي گهولي.

هٿڙا رنگين هورتسان منهنجي، چوي ٿو خوش ٿي،
واه جو لڏو آ مون پئي رنگِ حنا کي گهولي.

ناهي تميز ڪائي جت خير و شر جي ”بسمل“،
انسان کي کپي آت پنهنجي ”انا“ کي گهولي.

## سيد ساڪن شاهه رضوي

# ياد وري ڪو آيو آ

وقت لنگهن ٿا پور پون ٿا دم دم سور سوايو آ،
ڇم ڇم ٻرسي ليٽڻ پيا اڄ ياد وري ڪو آيو آ.

ٻرڪا رُت جا وسندا ٻادل روح ٻه گهايل من ٻه وياڪل،
درد وڌي ويا لُڙڪن ساڻي منهنجو پالو پُسايو آ.

نيل گگن تي ٽمڪن تارا دل جا آرا سُڏڪن سارا،
ماڪ ڦڙا گل هوا تي جهومن زخمن تيئن تڙپايو آ.

دل جي وادي صحرا سارو هاڻ ويچارو ساهه ڏُکارو،
خزان رسيده ٻيلي ٻن جيئن جيون هي ڪومايو آ.

چُپ چُپ آ خاموش فضا ۽ دل ۾ آڳما آڌماڙي،
چارڻ ٻنجي اڄ ڪنهن شايد ڇوڪو چنگ وڄايو آ،

سُڏڪا سُڏڪا سنڌو ڪنارا سمجهي ويٺس يار ڏسي،
جان ڏئي ڪنهن لهرن تي ڪو گيت وفا جو ڳايو آ.

اڇن وڇن آڪاش تي جيڪي آڏندا بادل يادن جيئن،
سرد اتر جي تيز هوا تيئن چاڪن کي ٻه چڪايو آ.

سورن ۾ ڏس آهي اضافو وقت لنگهڻ سان وڌ ڪان وڌ،
انهي ڪري تان منهنجي سوچن پنهنجو رُخ بدلايو آ.

'رضوي' رت سان ليڪا پائي نقش چٽيون ٿا ڪاغذ تي،
آهه پيار سحر جنهين کي ساڻهن شعر ٻڌايو آ.

## شاهه زمان شير

### غزل

نه آهه ياد ڪو لطف و ڪرم مليو آهي،
سدائين دل کي محبت جو غم مليو آهي.

خوشي ته دل سان ڪا ڀُلجي به همڪنار نه ٿي،
غمن کي دل ۾ سدائين جنم مليو آهي.

نه آرزوءِ محبت جي ٿي سگهي تڪميل،
نه حسرتن کي ڪڏهن ڪو ڀرم مليو آهي.

وري وري ٿا محبت جو داستان ڇيڙيون،
لڳي ٿو جڻڪ ازل کان هي ڪم مليو آهي.

ڪڏهن به هاڻ ڪو سهڻن جو شڪوو ڪونه ڪبو،
سدا خموش رهڻ جو قسم مليو آهي.

چپن تي مرڪ ۽ چشمن ۾ هئي لوڏ بهار،
اهي حسين کان ستم تي ستم مليو آهي.

جڏهن ٿي ڪاتبِ تقدير لکيو لفظ "وصال"،
اتي ٿي خشڪ قضا جو قلم مليو آهي.

وفا جي راهه ۾ هر وقت آزمايو اٿوَ!
اوهان کي "شير" ته ثابت قدم مليو آهي!

## "فياض" بلوچ

### غزل

هٿ ۾ هٿ ڏئي ڇڏائبو ناهي،
يا ته ڪنهن جو سڏائبو ناهي.

دل جي تڙپي اٿي دلاسن ۾، روح اهڙو، رُلائبو ناهي!
پنهنجي محفل، پِرين سان، انهن کي، هٿ سان زوري، ڪيائبو ناهي!
دل تي گهٽورن جا گهاءُ گهرا ڏئي، پاڻ پنهنجو، ڇڏائبو، ناهي!
يار پنهنجي، پنا، چري دل کي، ائين ته خالي هلائبو ناهي!
حسن وارا، پيار جو پياسو، سختين ۾ جلائبو ناهي!
عشق "فياض" سچ جو ساٿي، عشق کان منهن، مٽائبو ناهي!

پيرل "پرديسي" سيتائي

## نظم

مان مقصد ڪهڙي جو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

( ۱ )

مان آهيان پاڻ نه پائيندو،
مان آهيان لوڪ لڪائيندو،
مان لفظ نه ڪچندو ڪو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

( ۲ )

هيت هرڪو سون کي ڦيلهي ٿو،
هيت هرڪو سون سان ڪيڏي ٿو،
مان ڇڻ ڪو رالديڪو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

( ۳ )

مان پوءِ به سوچان ويٺو ٿو،
مان پوءِ به لوچان ويٺو ٿو،
مان چريو جيڏو چڙو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

( ۴ )

مان ڪنهن لاءِ گيت ٺاهيان ٿو،
مان ڪنهن کي ميت ٺاهيان ٿو،
مان ڪنهن جي ٻوليان ٻيو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

( ۵ )

هيت ڪو به نه مون کي پائيندو،
هيت ڪو به نه مون کي ڳائيندو،
مان ڪنهن لاءِ آخر سڙو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

( ۶ )

هيت "پيرل" سور سمائيندي،
هيت پل پل پور پچائيندي،
مان ڇا مان ڇا ٿي ويو آهيان،
مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان.

## محمد رمضان ڪمبوهه "زلفي"

### غـزل

نہ ايندو ڪو وفا ۾ فرق هي منهنجي وفـا آهـي،
اچا ڀـي تون ڀلي ڪر ٻيو رهيل جيڪا جفا آهـي.

ڪيا تـو قهر مـون تـي ۽ جبر ساري عمر سهڻا،
اچا ڀي ڪرڻي توکي مون سان دلبر ڪـا دغا آهي.

سنڌ ۾ بيدرد اڪـڙيـن اچ هنيا ڪي تـيـر لوڏيلا،
ويـو ٿي جسم زخمي هـي سنڌ ڪهڙي ادا آهي.

محبت ۾ ڏئـي سـر سرخـرو آهـي ٿـيڻ مشڪل،
ٻنان سر ڏيـڻ الفت ۾ وري ڪهڙي بـقـا آهـي.

ڪيان سان ديد دلبر جي وري ٿيان اچ سان ديوالو،
چوان هڪدم ڏسي رُخ کي هي ڪهڙو مهہ لقا آهي.

رکان الفت سان سيني ۾ ڪريان سڄڻن تان سان قربان،
اهـوئـي شرف 'زلفي' کـي محبت ۾ روا آهـي.

## شمس صابر

### نظم

ڪنهن کـي ٻنهنجو ٻالـئي ويئين؟
ڪنهن سان اتنو لڳائي ويئين؟؟

دلڙي ليث ڦُرائي ويئين!

ٻـاپ لـڪـر جـا ٻـاڀـي ساٿـو!
ٻـاڪـل الـگ اڙائـي ويـئـين؟

دلڙي ليث ڦُرائي ويئين!

آشـائـن جـا ديـپ اڏورا،
جـويـن ۾ تـه جلائي ويـئـين؟

دلڙي ليث ڦُرائي ويئين!

جـهـول تنهنجي ۾ ساوا ڳـاڙهـا،
ڪنڻن جا ڪـل ڪنوائي ويـئـين؟

دلڙي ليث ڦُرائي ويئين!

ٻـهـرونـي سنـسار ۾ 'صـابـر'،
ٻنهنجو ٻـاڻ وڃـائـي ويـئـين؟

دلڙي ليث ڦُرائي ويئين!

# غلام مصطفيٰ مشتاق

## غزل

جدا ٿي اسان کان گذاري ڏسين ها،
ڏسان دل ها تنهنجي وساري ڏسين ها.

ڪيان ها مان حاضر اچي دل جي دنيا،
جي هڪ وار مرڪي ڀڪاري ڏسين ها.

ڏسي بيرخي هن جهان جي او ساٿي!
درِ دل جي اندر لهاري ڏسين ها.

ملائڪ ٻه توتي ڀرين ها سلامي،
دکي دل جي دنيا اجاري ڏسين ها.

غزل، گيت، وايون لکي ڇا ڀرائين،
اڪر ڪو وفا جو آچاري ڏسين ها.

زمانو ٻه توکي سڏي معتبر ها،
گهڙي هڪ اسان سان جي گهاري ڏسين ها.

نئين دوستي مان نه ڪجهه ٿيندو حاصل،
ڀراڻي ڪا چاهت سنڀاري ڏسين ها.

وساڻي کو 'مشتاق' دل ۾ اکيلو،
ستوَن جي غلامي وساري ڏسين ها

# ارباب علي "عادل" چوهاڻ

## ڪافي

ٻي وفا سان وفا ڪري ويئس،
درد کي لا دوا ڪري ويئس.

جام هر ڪنهن تي يار مون گهوليو،
مون کي پنهنجي نصيب ئي روليو،
اينهن لائي خطا ڪري ويئس.

ڀيچ الفت جا يار سان ڀاتم،
درد کي پنهنجي سيني سان لاتم،
عشق جي انتها ڪري ويئس.

رات هڪڙي نه ڀيار جي آئي،
جڏ ته هن سان نه هئي شناسائي،
پنهنجي دل سان دغا ڪري ويئس.

چوطرف ٿا نظر اچن بادل،
ياد تنهنجي ستائي ٿي بلبل،
پنهنجي حالت نه ڇا ڪري ويئس.

ڀاڻ کي عشق جو سخي جاڻي،
خاڪ دليا ۾ مون ڇڏي ڇاڻي،
پاڻ کي ٻي لوا ڪري ويئس.

درد دل ۾ هزار هين 'عادل'
عشق جي مون کي ڪاله ڏني ڪل،
جان پنهنجي فدا ڪري ويئس.

## ٻخشڻ مهراڻوي

### آزاد نظم

توُن ساگر هجين،
مان دريا ٻنجي،
تو وٽ ڇيهه ڪيان.
ليڪن ۾ تنهنجي ويهي،
سارو ڏيهه ڀسان.
توکي - توکان کسيان!
توتي سُندر گيت لکان.
تنهنجا سيني سور ڪٺان.
خوشيون، پنهنجون،
توکي ارپيان.
۽، او! بس!!
منهنجي دنيا جي سموري سونهن،
تنهنجي جهولي منجهه سَران!!

## الطاف حسين آگرو

### آزاد نظم

تون ۽ مان،
سالن کان وٺي،
هڪ ٻئي جي آمهون سامهون،
ائين بيٺا آهيون،
جيئن ڪي ٻه وڻ.
سڀ ڪجهه ڄاڻندي، محسوس ڪندي،
بس وڻن وانگي،
ساڪت ۽ بي حس.

## نواز سومرو

### وائي

توريءَ پيارا پنهل جبل ۾،
جهوريءَ جيءُ جهُري،
منهنجو ڏيل ڏري.
پنڌ ڀراهون آهي ڏاڍو،
دل تي داڻهن ڪري،
منهنجو ڏيل ڏري.
محبن ساڻ ڏٺي ڪو ميلو،
شل ڪو واءُ وري،
منهنجو ڏيل ڏري.
رات ڪٽنيءَ جو پنهل ڪٺي ويا،
ڪيڏا ڪيس ڪري،
منهنجو ڏيل ڏري.

## مسرور سومرو

### غزل

ٽڙي پيا دل جي ڌرتي تي جيئن ڪيئي ڪنول يارو،
جنون عشق ۾ ڪيئي لکي ويئين غزل يارو.

شبابِ جاودان تي اچ حجابن جو اثر ٿيو آ،
لڳي بيتاب ڳوريندي مليو دردِ اجل يارو.

ڪريا ٿي شبنمي قطرا سندس زلفن منجهان يارو،
ويا ڀرجي ڪي پيمانا اکين ڪاڏي آڳل يارو.

جبين روشن چمن خاطر قريب آ بوالهوس آيو،
لڳي مندر ۾ ظاهر ٿو ڪوئي ڪافر ڪنل يارو.

جڏهن گلشن ۾ مکڙين کي مليو وارو ڪلهن جوڙا،
معطر ٿيو جهان سارو فضا ٿي ئي بدل يارو.

جمالِ يار جو جلوو، ڏٺو اچ عشق وارن ئي،
تڏهن ئي دهر ڌائين آ سڄي محفل متل يارو.

بهارن جي به هولي ۾ اچ خزان وارو آ گلشن ۾،
رمي اهڙي آ پت جهڙ جو نه مکڙي آ نه گل يارو.

دل 'مسرور' ٿي مغموم آهي ڇا ڪجي آخر،
ڪٿي اک ئي ڏسي ٿو ڪهڙي هو سنگدل يارو.

## شوڪت علي ڌماچ

### غزل

اسان جي ڏس وفا جالي،
نه ٿي هيڏو جدا جالي.

ستايو من پلي هر هر، اسان جو آ خدا جالي.
خبر ناهي سڄڻ سچ پچ، ٿيم ڪهڙي خطا جالي.
سدا توکي سڄڻ ساري، ڏٺم روئي صفا جالي.
سڄڻ فرهاد مجنون پي، ڏسي سولڪي رلا جالي.
خيالن ۽ خوابن ۾، رهين ٿو تون سدا جالي.
سڄڻ تنهنجو نه 'شوڪت' آ، پلي ايو ڪر جفا جالي.

## معصوم سانگهڙائي

### غزل

اي سونهن حُسن تي جفائون او سائين،
توهان کي ته سونهن وفائون او سائين.

ڏلي لوڀ پنهنجن کي پنهنجو ڪنهن جي،
اسان جون لئي پوله يون شفائون او سائين.

ازل کان توهان کي لئي ساريون سنڀاريون،
صدين کان اوهان لئه صدائون او سائين.

توهان جي ڪري ئي اسان هت جيئون پيا،
سدا خوش رهو بس دعائون او سائين.

ڏسي پنهنجو 'معصوم' مرڪي ڏيو بس،
نه طاقت سهڻ جي سزائون او سائين.

## مومن مليرائي

●

لڳيون باغ ۾ اڄ بهارون سڄڻ،
ڪهون سين ٿي جنهن جون تياريون سڄڻ.

سدا شال وسندا رهن سي وٿاڻ،
ڏسان جت ٿو ڳاڙهيون ۽ ڪاريون سڄڻ.

ڪٿي هر ٿو هاري هلي صبح جو،
وڃيو ڏاهي پنا ۽ پاريون سڄڻ.

مکڻ کائي ۽ ڪهر ڀي شوق سان،
وطن دشمنن کي پڪاريون سڄڻ.

منهنجي ڳوٺ وارا سپهشي قربدار،
کهڙي قرب جي تن سان گهاريون سڄڻ.

وطن جي محبت ۾ جي ٿا مرن،
سدا سڪ سان تن کي ٿا ساريون سڄڻ.

اٿي ڳوٺ وارن سان 'مومن' جو عشق،
ٿا ڳولين پوليون جي پاريون سڄڻ.

امر جليل

# نئين دنيا

[تنهنجو غم، ۽ منهنجو غم ساڳيو آهي. نہ تون مون کان سواءِ مڪمل آهين، ۽ نہ مان توکان سواءِ مڪمل آهيان.]

مان نئين دنيا ۾ پنهنجي نئين درجي جي مسواڙي جاءِ جي نهايت سوڙهي ۽ واهيات اڱڻ ۾ ويٺو هوس، ۽ نئين دنيا جي هڪ نئين درجي جي سياسي، سماجي، فلمي ۽ فيشني رسالي مان هڪ معمو حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس. معمو مشڪل هو، ۽ مشڪل ڪشا جي مدد کان سواءِ حل ٿيڻ جوڳو نہ هو. مان معمو حل ڪري هڪ لک رپيا هٿ ڪرڻ جي چڪر ۾ ذري گهٽ چريو ٿي پيو هوس. چيت ڪتائيءَ سبب مان نئين دنيا جي سياسي، سماجي، فلمي ۽ فيشني رسالي کي خارن مان چڪ پائي رهيو هوس.

نئين درجي جي مسواڙي جاءِ جي واحد ڪمري مان مون پنهنجي زال جو آواز ٻڌو. وڏي واڪ چيائين، "ٻڌين ٿو."

ان وقت صبح جو وقت هو، ۽ هڪ پاڙيسري ريڊيو تان اڱڻ ۽ عجيبن جو ڪلام ٻڌي رهيو هو. مون پنهنجي زال کي چيو، "اڱڻ ۽ عجيبن کان وڌيڪ عجيب هيءُ معمو آهي جيڪو حل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مان نئين دنيا کان چوٿين دنيا ڏانهن سفر ڪرڻ جا سالياها ڪري رهيو آهيان."

نهايت ناگوار لهجي ۾ چيائين، "معمو حل ڪندي چريو تہ نہ ٿي پيو آهين."

"ڪجهہ يقين سان چئي نٿو سگهان تہ چريو ٿي پيو آهيان، يا سچو آهيان." چيم، "پر، ياد رک بختاور، هيءُ معمو حل ٿيڻ کان پوءِ اسان جا وارا نيارا ٿي ويندا."

"چوانءِ ٿي هڪدم الله ڏانهن رُءُ." سخت ڪاوڙ وچان دريءَ مان منهن ڪڍندي چيائين، "دودي جي لڙيءَ ۾ ڪجهہ اٽڪي پيو آهي، ڳالهائي نٿو سگهي."

مون کي ان شيءِ تي سخت ڪاوڙ آئي، جيڪا بيوقت دودي جي لڙيءَ ۾ اٽڪي پئي هئي. دودو منهنجو پٽ آهي. پنجن سالن جو آهي.

چيم، "بختاور، نئين دنيا جي هڪ رسالي مان معمو حل ڪري رهيو آهيان. چرچي جي ڳالهہ ڪونهي."

”ٻنهين ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي“. منهنجي زال، جيڪا مون کان تلهي آهي، رنڀار ڪي آواز ۾ چيو، ”اڃا ڏسينس ته سهي. دودو ڳالهائي ٿو ڇو نٿو.“

”اچار ڪارائي ضرور سندس ٽرانسميٽر خراب ڪري ڇڏيو اٿئي.“ معمي ٽي ڏيان ڏيندي چيم، ”في الحال دودو هڪ هفتي تائين ڳالهائي نه سگهندو. هفتي کن کان پوءِ ٽرانسميٽر ٺيڪ ٿيندس ته انشاءالله تعاليٰ وري ڳالهائڻ شروع ڪندو ۽ ابراهيم ڪير واري کي سٽ سريون ٻڌائيندو.“

”خبردار جو بابا جو ٽالو ڪنيو اٿئي.“ منهنجي زال هڪدم جذباتي ٿي ويئي. ابراهيم سندس واله صاحب جو ٽالو آهي، ۽ سندس والد صاحب ڪير جو واڙو هلائيندو آهي. چيائين، ”دودو سٽ سريون ٻڌائيندو ٿلهي محمودان کي-- بابا ويچاري کي ڇو ٻڌائيندو.“

محموده جو ٽالو ٻڏي مان ڇرڪي پيس. تنهن دنيا جو سياسي، سماجي، فلمي ۽ فيشني رسالو عجيبن ٻنا اڳڻ ۾ رکي مان تنهن دنيا ۾ مسواڙ تي ورتل تنهن درجي جي جاءِ جي واحد ڪمري ۾ داخل ٿيس، جيڪو اسان لاءِ ڊرائينگ روم، ڊائننگ روم، بيڊ روم، ڪچن ۽ باٿ روم جو ڪم ڏيندو آهي.

ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيم، ”توکي لک دفعا چيو اٿم ته دودي کي ڪڪڙ نه کارائيندي ڪر. لڙيءَ ۾ ضرور ڪڪڙ جي هڏي ڦاسي پئي اٿس. ايلزبيٿ ٽيلر کي به لڙيءَ ۾ ڪڪڙ جي هڏي اٽڪي پئي هئي.“

”اهـا رن بہ توسان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندي هئي ڇا!“ اکيون ڦوٽاريندي چيائين، ”محمودان کان اڳ هئي، يا پوءِ!“

ڊچي، وڪ کن ڪانٽس ٻري ٿـي ٻيٺم. چيم، ”ايلزبيٿ ٽيلر انگريزي فلمن ۾ ڪم ڪندي آهي.“

دودو ٺهڪ ڏيڻ ڪاڻ لڳو.

واڻڙو ٿي دودي ڏانهن ڏٺم. بختاور کي چيم، ”هيءَ ته کلي پيو“!

”ها، کلي پيو.“ بختاور چيو، ”پر ڳالهائي نٿو سگهي“

مون دودي کان پڇيو، ”يار دودا، لڙيءَ ۾ ڪڪڙ جي هڏي ته نه ڦاسي پئي اٿئي.“

بختاور چيو، ”ڪذريل ٻنجو پهن ڏينهن کان گهر ۾ دال چڙهي آهي. ڪڪڙ جي هڏي وري ڪٿان ڦاسندس!“

دودو وري کلڻ لڳو-- پر عجيب نموني.

بختاور روئڻ لڳي.

”لڙيءَ ۾ ڇا ڦاسو اٿئي دودا“. دودي کان پڇيم، ”ٻار ڳالهائين ڇو نٿو!“

دودو عجيب لمولي ڳالهائڻ لڳو.

بختاور کي چيو، "سمجهان ٿو، دودي جي لڙيءَ ۾ هاٿي ڦاسي پيو آهي."

"هاٿي!" بختاور کان رڙ نڪري ويئي. چيائين، "تنهن دلوا جو معمو حل ڪندي ڪندي چريو ته نه ٿي پيو آهين!"

"اڙي سچ پچ جو هاٿي نه." چيو، "سون دودي کي ڪالهه پلاسٽڪ جو هاٿي آڻي ڏنو هو".

بختاور هيٺ جهڪي، هٿ وڌائي کٽ هيٺان پلاسٽڪ جو هاٿي ڪڍي ورتو. چيائين، "اڇي، وٺ پنهنجو پلاسٽڪ جو هاٿي."

معاملي جي لڙاڪت اوچتو گنڀير ٿي ويئي. سون دودي کي چيو، "يار دودا، تون ڳالهائين چو نٿو! فقط ڪلين چو ٿو! ۽، ڪلين به اهڙي لمولي ٿو جڻ اسان تان ٺٺولي ڪري رهيو آهين!"

بختاور چيو، "هڪدم دودي کي ڪنهن ڊاڪٽر ڏانهن وٺي وڃ."

"اڄ جمعي جو ڏينهن آهي." چيو، "جمعي بازار ۾ سيڪجهه ملندو آهي، پر ڊاڪٽر ۽ قسمت جو حال ٻڌائيندڙ پروفيسر نه ملندا آهن."

بختاور چيو، "جمعي ڏينهن ڊاڪٽر خادم حسين منجهند تائين مريضن کي مفت ڏسندو آهي، ۽ دوا ڏيندو آهي."

"هو نه مفت مريضن کي ڏسندو آهي، ۽ نه مفت دوا ڏيندو آهي." چيو، "ڊاڪٽر خادم حسين وڏو ٺلستر آهي، هو علاج معالجي لاءِ ماڻهن کان واعدو وٺندو آهي."

"ڇا جو واعدو!" بختاور پڇيو.

"ته جڏهن به چونڊون ٿينديون، اسين ووٽ کيس ئي ڏينداسين." چيو، "۽ سان ان قسم جو ڪوبه واعدو ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان."

"ڇو!" بختاور اکيون ڏيکاريندي چيو، "تون پنهنجو ووٽ ٿلهي محمودان کي ڏيندين!"

"ڪير محموده؟ ڪهڙي محموده!" چيو، "مان ڪنهن به محموده کي نه سڃاڻان."

"هائي نهيو! معصوم نه ٿيءُ." بختاور چيو، "اهائي ٿلهي محمودان، جيڪا توسان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندي هئي، ۽ جنهن سان تون......"

ان کان اڳ جو بختاور پنهنجو جملو پورو ڪري، دودو ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

"بار جي سامهون اهڙيون ڳالهيون نه ڪر." چيو، "محموده چونڊن ۾ حصو نه وٺندي. يونيورسٽي ڇڏڻ کان پوءِ هوءَ تيزيءَ سان ملڪ جي آباديءَ ۾ اضافو ڪري رهي آهي، ۽ هن وقت تائين پندرهن بار ڄڻي چڪي آهي."

"هوءَ رن چولائڻ ۾ حصو وٺي، يا لس وٺي، تون پنهنجو ووٽ تلهي محمودان کي ڏيندين." بختاور چيو، "وٺي وڃ دودي کي ڊاڪٽر خادم حسين ڏانهن. دل ۾ قوم جو درد رکندو آهي."

دودو وري کلڻ لڳو-- ۽ بلڪل پڪي اموني! منهنجي لوڻءَ لوڻءَ کالدارجي وڃي. مون بختاور کي چيو، "مان دودي کي خادم حسين ڏانهن وٺي ٿو وڃان. دودي جي حالت ڪا چڱي نہ آهي. معاملو سيريس آهي."

دودي کي هنج ۾ کڻي مان ڊاڪٽر خادم حسين جي اسپتال پهتس. اسپتال جي ٻاهران ۽ اسپتال جي اندر مريضن جو هجوم هو. هرڪو مريض زنده رهڻ جي آرزوءَ ۾ طرحين طرحين قسم جا واعدا ڪري رهيو هو.

ڊاڪٽر خادم مون کي سڃاتو، ۽ هٿ جي اشاري سان هڪ ڪرسيءَ تي ويهڻ لاءِ چيو. مان ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

ڊاڪٽر خادم حسين پڇيو، "تنهنجي انجمن جو ڪهڙو حال آهي؟"

"انجمن جي شادي ٿي وئي آهي، ڊاڪٽر صاحب، ۽ هينئر هوءَ ٻن ٻارن جي ماءُ آهي." مون ٿڌو ساهہ کڻندي چيو، "مون بہ شادي ڪري ورتي آهي-- ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ سان. هيءُ منهنجو پٽ دودو آهي. هن جي لڙيءَ ۾ ڪجهہ انڪي پيو آهي. ڳالهائي نٿو سگهي."

ڊاڪٽر خادم حسين دل آويز مرڪ منهن تي آڻيندي چيو، "پاڻ سان تنهنجي انجمن وال روٺي زنده باد جي باري ۾ پڇا ڪري رهيو آهيان."

دودو کلڻ لڳو.

مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. هڪدم چيم، "آها انجمن ولايتي دالين جي قيمت معلوم ڪرڻ کان پوءِ ڪالعدم ٿي وئي آهي."

دودو وري کلڻ لڳو.

ڊاڪٽر خادم حسين چيو، "تنهنجو پٽ تہ ڏاڍو کلڻو آهي."

"ها، ڏاڍو کلڻو آهي." چيم، "پر اڄ ڪلهہ بولتي بند اٿس."

دودو وري کلڻ لڳو.

"هوبهو مون تي ويو آهي." چيم، "مان بہ جڏهن پنجن سالن جو هوندو هوس تڏهن ڏاڍو کلندو هوس. هينئر مان کلندو آهيان تہ ماڻهو روئيندا آهن؛ ۽ جڏهن روئيندو آهيان تہ ماڻهو کلندا آهن."

ڊاڪٽر خادم حسين منهنجي پٽ دودي جو معائنو ڪيو. لوهي چمٽو دودي جي لڙيءَ ۾ لاهڻ کان پوءِ، هن ٽارچ ٻاري دودي جي لڙيءَ جو معائنو ڪيو. ڪافي دير کان پوءِ ڊاڪٽر خادم حسين چيو، "تنهنجي پٽ جي لڙيءَ ۾ ڪجهه به ٿاٿل نه آهي."

دودو ٺهڪ ڏيئي کلي پيو. ڊاڪٽر خادم حسين کي دودي جو کلڻ پسند نه آيو. مون کي چيائين، "تنهنجو پٽ ٺٺولي پيو ڪري ڇا!"

چيم، "مان سمجهان ٿو هيءُ تاريخ ٿان ٺٺولي ڪري رهيو آهي."

"تون پنهنجي پٽ کي وٺي وڃ." ڊاڪٽر چيو، "تنهنجو پٽ بلڪل ٺيڪ ٺاڪ آهي."

چيم، "منهنجو پٽ فقط ٺاڪ آهي. ٺيڪ نه آهي."

"نيڪسٽ!" ڊاڪٽر ٻئي مريض کي اشاري سان سڏ ڪيو.

دودي کي هنج ۾ کڻي مان ڊاڪٽر خادم حسين جي اسپتال مان مايوس ٿي ٻاهر نڪتس. اسپتال جي ٻاهران وليداد ملي ويو. هن مون کان حال احوال ورتو. ڪو وٺيس پيا نه وٺيس، وليداد صلاح مشورا جام ڏيندو آهي. چيائين، "تون پنهنجي پٽ کي ڪنهن ماهر نفسيات ڏانهن وٺي وڃ. مون کي ته تنهنجو پٽ نفسياتي مريض ٿو لڳي."

دودي هٿ وڌائي وليداد جي نوڙه تي نولڪو هنيو.

"تنهنجو پٽ بدتميز قسم جو نفسياتي مريض آهي." وليداد چيو، "هن کي هڪدم ماهر نفسيات ڏانهن وٺي وڃ."

چيم، "ماهر نفسيات کي ڏيڻ لاءِ مون وٽ ڪجهه به نه آهي-- نه چمڙي، نه دمڙي!"

"ڪا وڏي ڳالهه ڪونهي." وليداد چيو، "تون پنهنجي بدتميز پٽ کي دماغي مرضن جي ڊاڪٽر عبدالجبار ڏانهن وٺي وڃ. تازو تازو آمريڪا مان ڊاڪٽري ڪري آيو آهي، ۽ دماغي ۽ نفسياتي مريضن جي آمد جو انتظار ڪندي ڪندي پاڻ به نفسياتي مريض ٿي پيو آهي."

چيم، "ان في ته وصول ڪندو هوندو."

"اهوئي ته ڪمال آهي جو في نه وٺندو آهي." وليداد چيو، "هو پنهنجو علم آزمائڻ لاءِ مريضن جو منتظر رهندو آهي-- ۽ في وٺڻ بدران مريضن کي ٻه-ٽي رپيا خرچي ڏيئي ڇڏيندو آهي."

دماغي ۽ نفسياتي مرضن جي ڊاڪٽر عبدالجبار جو ڏس پتو وٺي مان دودي کي ڪڇ ۾ کڻي، سڌو عبدالجبار جي اسپتال پهتس. هو ڏسڻ ۾ ناهوڪو جوان هو، پر پيٽ پيچه وڏو هوس، ۽ اکڻ جا چڱا چوکا وار لهي ويا هئس. نهايت تفصيل سان مون عبدالجبار کي

دودي جي باري ۾ ٻڌايو تہ ڪيئن هو ڳالهيون ڪندو هو— ٽوليون ڪندو هو— سائين، خاص ڪري پوڙهين عورتن جي اهل ڪندو هو— ۽ سڀ ڏينهن کلندو رهندو هو— ۽ پنهنجي ڏاڏي ابراهيم ڪير واري سان تہ ٻنهہ لہ اُهندو هو— پر اج صبح کان خاموش ٿي ويو آهي— ڳالهائڻ بند ٿي ويو اٿس— بس، کلڻ تي زور اٿس.

عبدالجبار ڏاڍي پاپوهہ سان دودي کان پڇيو، "يار، ڪيئن آهين؟"

دودي وات کولي، آڱر سان پنهنجي وات ڏانهن اشارو ڪيو.

عبدالجبار مون کان پڇيو، "ڇا لنيءِ ۾ دودي کي ڪو سخت ذهني صدمو پهتو هو."

"ڪهڙي قسم جو صدمو!" مون عبدالجبار کان پڇيو.

ڊاڪٽر عبدالجبار چيو، "ڪو اهڙو صدمو، جيڪو دودي جي تحت‌الشعور سان ٽڪندو سندس لاشعور ۾ شامل ٿي ويو آهي."

"مان دودي جي تحت‌الشعور ۽ لاشعور کان ٻنهہ بيخبر آهيان." چيم، "مون کي فقط پتري خبر آهي تہ منهنجو پٽ ڏاڍو باشعور آهي."

دودو زور زور سان کلڻ لڳو ۽ هاڪار ۾ مٿو ڌوڻڻ لڳو.

ڊاڪٽر عبدالجبار پڇيو، "تون ڪيئن ٿو چوين تہ تنهنجو پٽ باشعور آهي."

چيم، "منهنجو پٽ ٽيليويزن تي سگريٽ جي اشتهار ۾ سينسفيڪشن سان لظر ايندڙ ڇوڪري تي عاشق ٿي پيو آهي."

دودو هاڪار ۾ مٿو ڌوڻڻ لڳو.

ڊاڪٽر پڇيو، "ڇا تنهنجو پٽ ان ڇوڪريءَ سان شاديءَ جو خواهشمند آهي؟"

چيم، "شايد، ها."

ڊاڪٽر پڇيو، "هڪ سخت ۽ جابر پيءُ والگر ڇا تون ان شاديءَ جي حق ۾ نہ آهين!"

"منهنجي حق ۾ هجڻ يا نہ هجڻ جو مسئلو نہ آهي." چيم، "اها شادي نہ ٿي سگهندي."

"ڇو نہ ٿي سگهندي!" ڊاڪٽر ڇرڀ ڏيندي مون کان پڇيو.

مون دودي ڏانهن ڏسندي چيو، "دودو هينئر پنجن سالن جو آهي. دودو جڏهن شاديءَ لائق ٿيندو، تڏهن سينسفيڪشن واري ڇوڪري پوڙهي ڪک ٿي چڪي هوندي، ۽ سنڌن جي سور ۽ مٿي پيشابن جي مرض ۾ مبتلا هوندي— يا ان وقت تائين وڃي مالڪ حقيقي ڪي ملي هوندي."

"اوهه! اِهو سڀ!" ڊاڪٽر جبار سوچ ۾ پئجي ويو. ڪجهه دير کان پوءِ هن پڇيو، "هيءُ جڏهن ننڍو هو، تڏهن سندس ماڻيجي ماءُ جو ساٿس ڪهڙي قسم جو رويو هوندو هو."

"هيءُ ته هينئر به ننڍڙو آهي — فقط پنجن سالن جو آهي." چيو، "هن جي ماءُ ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ آهي. ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ جي مرڻ جو ته سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. دودي لاءِ ماڻيجي ماءُ ڪٿان ايندي!"

دودو ڏاڍي زور سان کلڻ لڳو، ۽ کلي کلي ڪيرو ٿي پيو.

عبدالجبار جي منهن تي گهنڊ پئجي ويو. هن غور سان دودي ڏانهن ڏسندي پڇيو، "هيءُ ڪٿي ڪو چامڙو پوڙهو ته نه آهي، جيڪو ناڪام محبت جا صدما سهندي سهندي تحت‌الشعور ۽ لاشعور جي ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويو آهي!"

جهٽ ڏيئي مون دودي کي ڪٺي ورتو. ان کان اڳ جو ڊاڪٽر عبدالجبار جي اسپتال مان نڪري وڃان، ڊاڪٽر عبدالجبار منهنجي ڪيسي ۾ ذهن رهڻ جو لوٽ وجهي ڇڏيو.

دودي کي هنج ۾ کڻي، مايوسيءَ جي عالم ۾ مان هيڏانهن هوڏانهن پٽڪندو رهيس. ۽ پوءِ، هيڏانهن هوڏانهن پٽڪندي بي‌انداز ڏينهن گذري ويا، ۽ بي‌انداز راتيون گذري ويون. دودي جي اڙيءَ ۾ بدستور ڪا پُراسرار شيءِ قائل رهي، ۽ هن جو ڳالهائڻ بند رهيو. بظاهر ڪيس ڪا به تڪليف نه هئي. بس، هن ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو هو. دودي جي خاموشيءَ سبب مان پريشان رهڻ لڳس.

هڪڙي ڏينهن منهنجي پهلوان سهري، ابراهيم ڪير واري چيو، "اڙي پولا، بيمار ڇو ٿي پيو آهين! ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي جو پٽهين ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي."

"تمام وڏي ڳالهه آهي، سائين بابا." چيم، "ڳالهائيندو نه، ته پوءِ راڳ درباريءَ جو وڏو ڳائڻو ڪيئن ٿي سگهندو!"

"اڙي پولا!" منهنجي سهري الر ڪندي پڇيو، "دودي کي ڳائڻ وڄائڻ ۾ هڻندين ڇا!"

"ڳائڻ وڄائڻ نه، سائين بابا." چيم، "مان دودي کي فقط راڳ درباريءَ جي تربيت ڏياريندس."

منهنجي سهري کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. چيائين، "اڙي پولا، مٿو ته نه ڦري ويو اٿئي!"

"منهنجو مٿو جائيتو آهي، سائين بابا." چيم، "دودو راڳ درباريءَ کان سواءِ دنيا ۾ ترقي ڪري نه سگهندو."

”وڏو ٿي ٿاڻا ماريندو ڇا!“ منهنجي مڙس پڇيو.

”جيستائين دودو وڏو ٿيندو، تيستائين ملڪ مان ٿاڻا ختم ٿي ويندا.“ چيم، ”تڏهن دودو پاڻ ٿاڻو ٿي پوندو، ۽ شڪاريءَ کان جان بچائڻ لاءِ ڪيس راڳ درٻاري ڳائڻو پوندو.“

منهنجو مڙس، ابراهيم ڪير وارو، ڪهڙ جو دٻو ڪڍي، مون کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هليو ويو.

مون دودي کي پيار ڪندي چيو، ”پيارا پٽ دودا، تيئن دنيا ۾ زنده رهڻ لاءِ توکي راڳ درٻاريءَ جو فنڪار ٿيڻو پوندو. اهو لازمي آهي. هينئر، راڳ درٻاريءَ کان سواءِ، اسان جهڙن انسانن لاءِ دنيا ۾ جيئڻ ممڪن نه آهي.“

دودو کلڻ لڳو.

۽ پوءِ، دودي جي خاموشيءَ جي خبر اوڙي پاڙي ۾ ڦهلجي ويئي. ڪجهه ڪڪ ڪراڙين، جن کي وات ۾ ڏند نه هو، فتوا ڏيندي چيو ته دودي تي جنن جو واسو آهي، ۽ جنات سندس اڙيءَ ۾ ڪا پُراسرار شيءِ اٽڪائي سندس ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو آهي.

پاڙي جي ڪنڌين اوڙهين جي صلاح تي مان دودي کي هڪ بنگالي پروفيسر ڏانهن وٺي ويس، جنهن جو جنن سان سڌو اڻسڌو واسطو هو. بنگالي پروفيسر سنهڙو سيپڪڙو هو، ۽ هوبهو مشڪل چوهاري جهڙو نظر پئي آيو. مون کان دودي متعلق سربستو احوال وٺڻ کان پوءِ هن دودي کي هڪ ميز تي سمهاري ڇڏيو، ۽ پوءِ سمجهه کان ٻاهر جملا وات مان ڪيڻ لڳو. اوچتو، ڪڏهن پالهون آسمان ڏانهن ڪري، ۽ ڪڏهن دودي جي اکين ۾ اکيون وجهي هو بي معنيٰ جملا وات مان ڪيندو رهيو.

بنگالي پروفيسر جون حرڪتون ڏسي دودو ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

بنگالي پروفيسر جنتر منتر پڙهڻ کان پوءِ چيو، ”تنهنجي پٽ تي ڪوهه قاف جي هڪ پري عاشق ٿي پيئي آهي. هن پنهنجي مٺ تنهنجي پٽ جي اڙيءَ ۾ وجهي ڇڏي آهي.“

”وڏي ڪا بيوقوف آهي، ڪوهه قاف جي پري.“ چيم، ”مون کي ڇڏي منهنجي پٽ تي عاشق ٿي پيئي آهي!“

”اِها ڪا چرچي جهڙي ڳالهه نه آهي.“ بنگالي پروفيسر چيو، ”ڪجهه پريون اصل ۾ جنن کان وڌيڪ خطرناڪ هونديون آهن.“

چيم، ”پر دنيا جي ڪابه پري ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ کان وڌيڪ خطرناڪ نه هوندي.“

بنگالي پروفيسر پڇيو، ”ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ ڪير آهي، ۽ تنهنجو هن سان ڪهڙو تعلق آهي؟“

”ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ منهنجي زال آهي.“ چيم، ”هوءَ منهنجي پٽ دودي جي ماءُ آهي. پروفيسر صاحب، دنيا جي ڪابه پري ابراهيم ڪير واري جي ڌيءَ جي پٽ تي قبضو ڪري نه سگهندي.“

بنگالي پروفيسر سان وڏيڪ سٺو مارڻ ايڪار سمجهيو. دودي ڪي هنج تي کڻي سنڌ من آفيس سان اڪري ويس.

پوءِ ڪنهن ٻڌايو ته شهر ۾ هڪ درويش آيو آهي، جيڪو دلين جي راز ته پڙهو ڪندڙ ۽ ماضي، حال ۽ مستقبل تي دسترس رکندڙ آهي. پهتل ۽ الله لوڪ شخص آهي. سان دودي کي درويش ڏانهن وٺي ويس.

درويش جهون اکيون بند هيون. هو ڪنهري سوچ ۾ گم هو. معتقد ۽ سوالي ڪنڌ جهڪائي خاموش ويٺا هئا.

ڪجهه دير کان پوءِ درويش اکيون کوليون ۽ پنهنجيون نگاهون دودي جي چهري تي اٽڪائي ڇڏيون. دودي تان نگاهون پري ڪندي، ۽ مون ڏانهن ڏسندي درويش چيو، "تنهنجو پٽ سڄي عمر هڪ عورت جي چاهت ۾ ڦٿڪندو رهندو، پر ان عورت سان پنهنجي بيپناهه محبت جو اظهار ڪري نه سگهندو."

مون تعجب وچان اول دودي ڏانهن، ۽ پوءِ درويش ڏانهن ڏٺو.

"تنهنجو پٽ ڪلجڳ ۾ عشق جو امام ٿيندو." درويش چيو، "هو سڄي عمر فرهاد وانگر خوابن جا جبل ٽڪيندو رهندو، پر تعبيرن ۾ پنهنجي شيرين کي حاصل ڪري نه سگهندو."

مون ڏٺو، دودو تمام غور سان درويش جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هو.

درويش چيو، "ست سُر تنهنجي پٽ جي وجود ۾ سنگيت جي ڪائنات کي جنم ڏيندا، پر دنيا جو ڪو شخص تنهنجي پٽ جا آلاپ ٻڌي نه سگهندو. پيار جا گيت تنهنجي پٽ جي چپن تي اچڻ کان اڳ خاموش ٿي ويندا."

مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. مون دودي کي هنج ۾ کڻي پيار ڪيو.

مون درويش کان پڇيو، "پر، هن ڳالهائڻ ڇو ڇڏي ڏنو آهي؟"

درويش پنهنجو منهن مولن ۾ وجهي ڇڏيو. ڪجهه دير کان پوءِ هن منهن مٿي ڪيو، ۽ چيو، "تنهنجو پٽ جڏهن جوان ٿيندو تڏهن دنيا جو رنگ ڍنگ نرالو هوندو. هو معاشري جي روش مطابق ڪوڙ جا ڪوٽ کڙا ڪري نه سگهندو— هو اونده کي روشني ۽ ظلم کي انصاف چئي نه سگهندو."

درويش ٻانهون وڌائي دودي کي منهنجي هنج مان کڻي ورتو. هن دودي کي پيار ڪيو. دودو خاموشيءَ سان درويش ڏانهن ڏسڻ لڳو.

درويش دودي کي منهنجيءَ هنج ۾ ڏيندي چيو، "تنهنجي اٽ پيار جي پيالي سان خاموشيءَ جي زهر جو ڍڪ پيئي ورتو آهي. هو سڄي عمر درد جي علامت ٿي جيئندو، ۽ خاموش رهندو."

دودي پنهنجو منهن منهنجي سيني تي رکي ڇڏيو.

---

انيس انصاري

# ڳالهه وئي وسري

”ڪڙ...... ڪڙ......“ حقي مان آواز لڳو. ٿوري ڪنگهڪر ڪري ڏاڏي سائينءَ ڳالهه شروع ڪئي.

”هڪڙو هو بادشاهه،“ وري حقي جي ڪڙڪڙ ٻڌڻ ۾ آئي.

مان چيو، ”جيءُ“.

جواب مليو. ”منو ڪيئن ٿيءُ. ڳالهه تي لڳا آهن تڪا. ٿڪو ڏي ته ڳالهه مزو ڪري.“

اسان کي ڪلندي ڪلندي پيٽ ۾ سور پئجي ويو. شالو، جو اسان سڀني ۾ ڦڙت ۽ چالاڪ هو، تنهن ڪيسي مان ٽڪو ڪڍي ڏاڏي جي هٿ تي رکيو. وري ائين سر ٺهڪڙو مچي ويو.

سياري جون راتيون، الله جي پناهه. غضب جي سردي هئي. هوا سوسات ڪندي، درين جي وٿين مان لنگهي سوڙين مان پار ٿي، بدن ۾ ود وجهي رهي هئي. مون پاهه کي سوڙيو. ڳالهه شروع ٿي!

”بادشاهه پاڻ الله آهي، پر هو زماني جو بادشاهه هو. سندس راڄ ۾ شينهن ۽ ٻڪري گڏ چرندا هئا.“

مان خيالن ۾ پئجي ويس. هڪ وڏو ميدان هو، جنهن ۾ پالت پالت جا جانور چري رهيا هئا. پرسان، هڪ نئي گهاٽ تان ٻگهڙ ۽ ريڍون پاڻي پي رهيا هئا. ٿورو پريان وري ڳجهون ميڙ ڪري، هنداڻن جا وڏا وڏا ٽڪر ڳڙڪائي رهيون هيون. شينهن ۽ ٻڪري گاهه چري رهيا هئا. دل ۾ خيال ٿيو ته شايد ان بادشاهه جي ڏينهن ۾ سڀ جانور ڀاڄيخور هئا، نه ته ائين ممڪن ڪونه هو ته ڪو شينهن ۽ ٻڪري گڏ چرن يا ٻگهڙ ۽ رڍ هڪ گهاٽ تان پاڻي پين.

خيالن جو سلسلو حقي جي ڪڙڪڙ سان ٽٽي پيو. ڳالهه شروع ٿي:

”ان زماني ۾ شاهوڪار غريب هئا ۽ غريب شاهوڪار.“

اها ڳالهه منهنجي سمجهه ۾ ڪين آئي، ائين ڪيئن ٿي سگهيو ته ان زماني ۾ امير فقير هجن ۽ فقير امير! زميندار هاري هجن ۽ هاري زميندار. ڳالهه ڪي سمجهڻ لاءِ مون ڏاڏي کان پڇيو: ”پلا، ڏاڏا سائين! ان زماني ۾ ماستر ڇا هئا؟“

”شاگرد!“ شالي وچ ۾ جواب ڏنو.

”۽ شاگرد؟“ مون پڇيو.

”استاد“ جواب مليو. شالي جي منهن تي آيل مُرڪ جو مطلب مون ڪونه سمجهيو.

منهنجي اکين اڳيان پنهنجي اسڪول جي تصوير ڦري ويئي. اچن پيئن ۽ سيکڻ لڳل دروازي واري اسڪول ۾ هڪ چيئل ڪرسيءَ تي ماڻ ڪي ويٺو ڏٺم. سينواريل هڪ دلو پرسان رکيل هو، جنهن جي مٿان پراڻو چٽيل جستي گلاس اونڌو ٿيو رکيو هو. اهو هو آبِ حيات، جنهن مان اسان جو استاد ڍڪ پيو پريندو هو. سندس وچڻ ڪان پوءِ هڪ ڏينهن مون ڪي ڪنيو ڪٿيءَ، ان دلي مان، الهيءَ گلاس ۾ پاڻي پيتم. چغل ته اڳي ئي تيار. ٻئي ڏينهن تي ابوءِ، سائينءَ سان سموري ڳالهه ڪئي. ان ڏينهن جي مار مون ڪان اڃا ٿي وسري! مار ڪان خيال منهنجا اسڪول ڏاڍهن وري ويا. مون ڏٺو ته ڪرسيءَ تي ويٺو آهيان. هٿ ۾ ٻه جو اکڻ آهي، جنهن کي استعمال ڪرڻ لاءِ دل ۾ چورا ڪورا ٿي رهي آهي. سامهون بينچن تي وڏيءَ عمر وارا ماستر ويٺا آهن، جن جي هٿن ۾ ڪتاب ڪُليل آهن. اسان وارو سائين پڻ انهن مان هڪ هو. مون ڏاڍهس اشارو ڪيو. هو ڪتاب ڪٽي پڙهڻ لڳو.

”ڇو اڄ سبق ڪچو آهي؟“ مون رڙ ڪري چيو.

سائين ڏڪي ويو هو. مون ۾ ٻئي لهارياڻين، ۽ هر ڪتاب ۾. مان ڏانهنس وڌڻ لڳم.

”ہوءِ سائين،“ ڏاڏي ڳالهه شروع ڪري منهنجن خيالن جي سلسلي کي ٽوڙي ڇڏيو.

”ان بادشاهه کي هڪ خوبصورت راڻي هئي، جنهن سان ڪيس چنڊ جهڙو پٽ پيدا ٿيو.“

”چنڊ جهڙو پٽ؟“ مون دل ۾ دهرايو، ”ہوءِ ته بادشاهه کي ٻتي پاڻ جي ضرورت ئي نه پوندي هوندي“. منهنجو خيال گهر ۾ رکيل چمنيءَ ڏي تبديل ٿي ويو، جنهن جي هلڪي لاٽ ڇٽن فوٽن تائين روشنيءَ جا هلڪا ڪرڻا پي اڇليا.

”ہوءِ شالا خان! اهو ڇوڪرو اڄ لنيو، سيّان وڏو، تان جو اچي جوان ٿيو.“

”اڄ لنيو ۽ سيّان وڏو!“ مون چپن ۾ پڪيو، ”وري جڏهين سياڻي اڄ ٿئي تڏهن؟ پڪ ئي پڪ لنيو. ہوءِ آخر شهزادو جوان ڪيئن ٿيو؟“ ان حساب سان ڪيس لنيو ٿيڻ گهر بو هو. ڇو ته اڄ به اڄ آهي. ”خير“ مون سوچيندي چيو ”اڄ آيو ئي ڪونه هوندو، سڀ سياڻي ئي سياڻي آيا هوندا.“

”شهزادي کي شڪار جو ڏاڍو شوق هو.“ ڏاڏي ڳالهه جو سلسلو ڳنڍيندي چيو.

مون کي پنهنجي ڪالياڻي ياد اچي وئي، جنهن سان هڪ ڏينهن اڳ مون جهيرڪي ماري هئي. مون دل ۾ سوچيو، شهزادو پڻ جهيرڪيون ماريندو هوندو.

”بادشاهه شهزادي کي چيو ته تي طرف گهمجانءِ، چوٿين طرف نه وڃجان“، ڏاڏي ڳالهه ٻڌائي.

چوٿين طرف ڀڪ ٿي ڪا واهه هوندو. مون سوچيو. مون کي اهو ڏينهن ياد اچي ويو، جو منهنجي پيءُ مون کي واهه تي ڏنو هو، ڏاڏي مار ڏني هئائين. چيو هئائين ”اڳتي واهه تي وئين ته پٽيءَ تي ڪل نه ڇڏيندو مانءِ.“

مون پٺيءَ تي هٿ گهمايو. باوجود واهه تي وڃڻ جي، پٺيءَ تي ڪل اڃا قائم هئي.

”خميسا! جلدي حقو تازو ڪري وٺ“، ڏاڏي جو آواز آيو. خيالن جي دنيا مان مون کي زوريءَ حقيقي دنيا ۾ آندو ويو، ۽ اتي ميءَ جو به احساس ٿيو پٽڻ پٽڻ ڪندو آهيس. ميءَ ۾ سوڙ ڇڏڻ به سور. ڏاڏي تي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، پلا شالو به وٺو هو، اڪرم به ويٺو هو، انهن کي ڇڏي مون کي ڇالاءِ حقي تازي لاءِ حڪم ڏنو ويو. آلي ڇتي تان ٿڻ لاٿم، صاف ڪري منجهس لٽون تماڪ ڀريم ۽ آن تي ٽالڊا رکي حقو تازو ڪيم.

”گڙ گڙ“ حقي مان آواز آيو، ”پوءِ خميسا خان! الله جو ڪيو اهو ٿيو جو شهزادو شڪار ڪندو وڃي چوٿين طرف لڪتو. اتي هن هڪ سولو محل ڏٺو، جنهن ۾ هڪ جادوگر رهندو هو.“

سولو محل ۽ جادوگر! اعتبار ئي نه پئي آيو. جادوگر ته غريب ٿيندا آهن. ڪالهه اڃا هڪ جادوگر گهٽيءَ ۾ پئي کيل ڏيکاريا. کيلن بعد هن پيسو پيسو ڪري ورتو. ماڻ ٿي چيو هئائين، ”بابا! اسان جو ڪم آ پنڻ، ۽ کائڻ. اوهان کي بازي ڏيکاري پيا پيٽ پاليون. هڪ هڪ پيسو ڏيندا ته منهنجي منجهند جي مانيءَ لکي پوندي.“ ير نه! ان وقت امير غريب هئا، ۽ غريب امير. ان سبب اهو جادوگر شاهوڪار هوندو!

ڳالهه اڳتي هلي، ”جادوگر جي نظر شهزادي تي وڃي پئي. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هن شهزادي کي پاڻ ڏانهن سڏيو. سندس ويجهي اچڻ تي جادوگر جادوءَ جي زور تي هوا مان ڪا شيءِ جهٽي کيس کائڻ کاڻ ڏني.“

واهه! ڪاوڙ! اڳئين زماني ۾ ماڻهو ڪاوڙ جي شيءِ کائڻ کاڻ ڏيندا هئا. يا الله اهڙا ڏينهن وري واپس اچن.

حقي جي دستوري آواز منهنجن خيالن جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو.

ڳالهه شروع ٿي، ”ٻارو! اوهان کي معلوم آهي ته اها ڪهڙي شيءِ هئي؟“

”نه ڏاڏا سائين!“ اسان گڏجي جواب ڏنو.

”بابا! اها هئي مصري“، ڏاڏي ورائيو.

”مصري؟“ اسان عجب مان پڇيو.

”ها بابا، اها هئي مصري. مون کان ڳالهه وئي وسري.“

ملڪ آڪاڻي

# وڇايل راهون

اڄ وقت جي وڏي وٿيءَ کان پوءِ پنهنجن جو ملڻ ٿيو آهي. ثريا ڪال بيل جي آواز تي وڏي دروازي تي اچي ٿي. پرهان راشد کي ڏسي ڇرڪي وڃي ٿي، ائين جڻ اعتبار ئي نه ايندو هجيس.

"اچو اچو... خبر ناهي اڄ الائي ڪيئن ڀلجي پيا آهيو!؟"

"ها ڀلجي پيو آهيان... پر هي ڀلجڻ توهان کي تڪليف پهچائي ٿو...!"

(پر پوءِ به اڱڻ آئي جو سواڳت واجبي آهي) "اچو اچو" هن صوفي ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

"ڇوا؟ ڇا ڳالهه آهي؟ طبيعت موٽي بگڙيل ٿي ڏيکارجي!!؟"

"ها."

"خير ته آهي"

"ها، پر اهي پوءِ جون ڳالهيون -- پهريان گهر آئي جي تواضع -- ترسو مان......"

هن ايهر وڃان ڪمري کان ٻاهر نڪرندي چيو.

هن کي تنهن وقت ياد آيو، ائين ئي هڪ ڀيري ڏينهن ۾ ثريا ڪيس ترسائي، اڪيلو ڇڏي ڪمري مان نڪري وئي هئي. پوءِ جڏهن موٽي هئي تڏهن سندس هٿن ۾ چانهه جو ٽيري هو. هڪ ڪپ راشد ڏانهن وڌايو هو ۽ ٻيو پنهنجي اڳيان رکيو هو، تنهن بعد ائين ئي ٽيبل تي جهڪندي ٻالهن ڊگهيريندي چيو هئائين، "ڪيئن ڪٽيا ڪي؟"

"ايڏي ساري عرصي کان پوءِ" ثريا ڪپ کڻندي مرڪندي پڇيو هو.

"ها، ايڏي ساري عرصي کان پوءِ" راشد سندس جملو دهرائيندي چيو هو.

"ٻڌاءِ ڪٿي هئين" هن ٻيهر مرڪندي پڇيو هو.

"اونداهن غارن ۾" چيڙي پيو هو.

"پوءِ وساري ويٺين؟"

"نه، وساري نه پر ڪم ڪري" هن ڪيت ڏيندي چيو هو -

ڪن جي خاموشيءَ کان پوءِ ٻيهر ثريا سوال ڪيو هو.

"ڪڏهن اچڻ ٿيو آهي؟"

"ڪيترن مهينن کان پوءِ" هن جي آواز ۾ چيڙ ۽ روسامو هو.

"پوءِ ايترا سارا ڏينهن ...؟" ثريا سندس غصي کي ٽارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندي چيو هو.

"ها" هن وڏيڪ رڪاوٽ سان چيو هو، هن جي لهجي ۾ جا ڪڙاڻ اوتجي آئي هئي سا ثريا کي ڪين وڻي هئي. هن کي لڳو هو؛ سندس سڀاءَ ۾ ڪو فرق ڪونه، اڳ جيان شوم، رُکو اَن سوشل، تڏهن ب هن مرڪندي پيهر سوال ڪيو هو.

"ڪيئن آهين؟"

"ٺيڪ ٺي ته آهيان، پر تون ٻڌاءِ، هتي هيڏي ساري فليٽ مان ڀؤ لڳو ٿيئي؟"

"ڀؤ!؟ — توهان کي ڀؤ ٿيندو آهي ڇا؟" هن ڀيريان حيرت ۽ تجسس مان پڇيو هو.

"ها، تڏهن جڏهن اڪيلائپ ۾ پاڻ تي ڇوڪري هئڻ جو گمان ٿيندو آهي، تڏهن پنهنجو پاڻ کي لڪائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندو آهيان ته متان ڪنهن راوڻ کي سيتا هجڻ جو گمان نه ٿئي." هن سگريٽ دکائيندي چيو هو.

"هر سيتا ڪچندي آهي ڇا؟" ثريا ڪجهه سنجيده ٿيندي پڇيو هو.

"ها، اڳ سيتا ڪچندي هئي، پر اڄ جي سيتا پنهنجو پاڻ ئي راڪاش جون وستيون وسائي."

"مان نه سمجهيو!" ثريا اڻ ڄاڻائي ڏيکاريندي چيو هو.

"تون ڪا سمجهندينءَ ڇا، توکي ته..."

"سچ! پر ڪڏهن کان؟"

"دل ته گهڻوئي ٿي چوي."

"ڇا ٿي چوي؟" هن مرڪندي پڇيو هو.

"اهوئي ته..."

"اهوئي نه ته مون کي سيکاريو ۽ ها، توهان ته صرف ڳالهيون ڪري ڄاڻو. اهو ته مان ب ڄاڻان ٿي ته توهان وٽ مون کي ته ڇا پر پنهنجو پاڻ کي سمجهائڻ واري شڪتي نه ڪانهي نه ته جيڪر سيتا ڇري نه ٿي هئي جو ليڪا لتاڙي ها" هن سندس ڪمزوريءَ تي ٽٽول ڪندي چيو هو، تڏهن راشد لاجواب ٿيندي مرڪيو.

"هُون —"

پوءِ ڪن لاءِ خاموشي، چانهه جا چشڪا ۽ سگريٽ جا سوٽا. دونهون هڪ تسر جو گنبذ ٺاهيندو رهيو هو. تنهن بعد صوفي کي ٽيڪ ڏيندي راشد چيو هو.

"ثريا —؟"

"هُون —"

”ثريا، تو زندگيءَ ۾ هڪ وڏي چُڪ ڪئي آهي ۽ ها، مان چوندس ته تون انهيءَ ڪي پل ته ڪاٻه معنيٰ ڏئين، پر مان چوندو ٿي رهندس. تو پنهنجو پاڻ کي غريب ڏاڍو آهي، دوکو ڏنو آهي. تون ان ويرانيءَ طرف ڊوڙي رهي آهين جتي پاڻيءَ جو ڦڙو ڪونهي. ڪنهن به چهري چالو جو ڪو نشان ڪونهي، جتي توکي ساهه کڻڻ لاءِ ايل ملي. اتي ته رڳو رڃ ئي رڃ آهي“

”اهڙا ادرش اڳ ڏيو ها ته شايد ڪارگر ٿين ها“ هن مرڪندي چيو هو.

”ثريا، توکي گهٽ ۾ گهٽ پراڻي پريت ڪي وسارڻ نه گهربو هو. ياد اٿئي هڪ ڀيري يونيورسٽيءَ جي لابيءَ مان گذرندي نثار ڏانهن اشارو ڪندي چيو هوءِ ”نثار ته اصل چريو آهي. مون کي ته اکين ڏٺي ڪو نٿو وڻي. جڏهن ڏس تڏهن پاڇي جيان ڪيئي، هُون ماسٽر... ڪلهه ته اهڙي چنبڪي اکين جو وري نه اهڙي واهيات حرڪت ڪندو“ پڇيو هوم ”خير ته هو؟“ تڏهن مرڪي اچان به قريب ايندي چيو هوءِ ”خبر ڪانهي هو اڄڪلهه پاڻ کي ڇا ٿو سمجهي، هُون... پائين ”راشد سان لاڳاپن تي ڪجهه غور ڪر، اهڙن خالي آئيڊيلسٽ اديبن سان اوهان جهڙن جو ايترو فري ٿيڻ ٺيڪ نٿو لڳي.“ تڏهن تو ڪن لاءِ خاموش ٿي منهنجي چهري ڇا تاثرات ڏسڻ چاهيا هئا ۽ پوءِ مون مرڪي چيو هو ”پوءِ تو ڇا چيو“ تڏهن تو مان سان گڏ هلڻ ۾ فخر محسوس ڪندي چيو هو ”توکي ڪهڙو ٿو حق پهچي انهن پڻ جي معاملي ۾ ٽنگ اڙائڻ جو ۽ تون ڪير ٿيندو آهين مان کي مشورو ڏيڻ وارو، تون لڳندو ٿي ڇا آهين منهنجو. اي، مسٽر! اهو روب وڃي پڻ کي جهاڙڻ، اڳ لاءِ جي پيهر اهڙي گستاخي ٿي ته پوءِ...“ وري جڏهن سيميسٽر ختم ٿيا هئا ڪجهه ڏينهن جي موڪل ڪان پوءِ يونيورسٽي کلي هئي، تڏهن پاڻ جڏهن مليا هئاسين تڏهن تو چيو هو ”راشد صاحب پوءِ ايترا ڏينهن...“ چيو هوم ”وري اهي تنهنجا لقب“ تڏهن تو چيو هو ”تڏهن پلا توهان کي ڇا چئي سڏيان؟“ مان چيو هو ”اهو ئي جيئن اڳ سڏيندي هئينءَ“ ان وقت هاڪو مرڪندي لڄ وچان پڻ پاسي منهن ڪندي تو چيو هو ”پوءِ سگهي ٿي وٺ مان ته ماڻهو وڏيڪ...“ ”۽ مان وچان پيو وڏيڪ پڻ ٿيندو ائين نه. اهو ئي پڻ چوڻ چاهيندي نه“ تڏهن تو مرڪي ڏنو هو ۽ ان مرڪ سان گڏ البلت جيان سوين رنگ سنڌءِ سُڪ تي وري آيا هئا. ان ڪان به وڏيڪ ياد هوندءِ جڏهن پاڻ پڻ سمونڊ جي لهرين جي اڇڻ ڪُڏڻ تي ڳالهائي رهيا هئاسين، تڏهن تو چيو هو ”انهن چولين جو ائين بار بار ڪنارن کي چمڻ آخر ڇا معنيٰ رکي ٿو؟ اهي سانت ۾ به اينديون آهن ڪه...... پاڻ جڏهن موڪلائڻ لڳندا آهيون تڏهن لڳندو آهي انهن چولين جهڙي ئي ڪا شيءِ هجي، جيڪا سرير ۾ ڊوڙون پائيندي هجي. پوءِ گهڻي گهڻي رات تائين آرام ڪونه ۽ صبح ٿيندي لڳن ۾ پاڇولي، سرير ۾ ساهه ئي ڪونه......“ ۽ خبر اٿئي تنهن وقت به تنهنجي انهن پيارين حرڪتن کي ڪلي ٿاري ڇڏيو هوم، چو ته مان کي خبر آهي تو جهڙين البيلين جي سينن ۾ اسان سچا اديب، اديب جيڪي اڌ سگريٽ ۽ آبتن سبتن ليڪن پاتل چيريل ڦاڙيل

ٻنن جا مالڪ، ميرن گدلن ڪپڙن ۽ هوائي چپل تي آڌرڀاءُ جا تصور ته اچي سگهن ٿا. پر حقيقي روپ ۾ توهان تائين پهچڻ ناممڪن آهي."

"ها، اهو ٺيڪ آهي. مون کي پيو به گهڻو ئي ڪجهه ياد آهي. مان تہ اهو به ڪين وساري سگهي آهيان، جو جڏهن تو هڪ ننڍين ڪهاڻيءَ جي عنوان بابت پڇيو هو تڏهن چيو هو ته 'بابا، مان اديب ته آهيان ڪونه. اها ڪهاڻي تو لکي آهي ۽ تون ئي بهتر ڄاڻي سگهين ٿو. مان، مان ته بس رڳو ڪهاڻيون پڙهي ئي ڄاڻان ۽ ها، هن پنهنجي ڪهاڻيءَ جي عنوان تي به ڪڏهن سوچيو ٿي؟" تڏهن تو چيو هو "هر ويرو هر ڪهاڻيءَ کي عنوان ڏيڻ ڇا ضروري آهي؟ ڪي ڪي ڪهاڻيون بغير عنوان جي به هونديون آهن". ته رهيو سوال اڄ جو. غلطي نه رڳو منهنجي پر تنهنجي به آهي. پهرين غلطي تنهنجي جو رڪائي، بي توجهي، سرد مهري ۽ بي حرارتي ڪيفيت سان پنهنجي دل جي صحن کي سدائين لاءِ سرد ۽ ويران رکيو ۽ ٻي غلطي منهنجي جو توهان جي لفظن ۾ غير فطري ۽ ڪوڙن پنڌن ۾ پنهنجو پاڻ کي سوگهو ڪري ڇڏيم. اهو منهنجو انتقام نه پر فطري ضرورت هئي ۽ هينئر جتي آهيان، جنهن حال ۾ آهيان، اتي ئي رهڻ ڏيو ته بهتر ٿيندو."

"ڇا اهو بهتر نه ٿيندو ته توهان به روشن مستقبل لاءِ ڪجهه سوچيو. ڏسو نه پيلا اڱڻ ڪيستائين ......؟"

پوءِ جڏهن مليا هئا تڏهن ثريا چيو هو.

"تون جيان؟" هن انوَل ڪندي چيو هو.

"مان جيان نه سهي پر پوءِ به......."

"ثريا، سچ پڇين ته مان، نه جيان نه ئي ڪنهن قسم جا ڪي سُهانا سپنا سهيڙيان ٿو ۽ نه ئي وري تو جيان ڪنهن روشن مستقبل جي ئي انتظاري آهيان. مان اديب آهيان. اديب جيڪي پياريون دل ۾ چيندڙ ڪهاڻيون جوڙي ڄاڻن. اديب جيڪي ٻين جي خوابن جا تعبير ته ڪري سگهندا آهن، پر پاڻ اڌورا ۽ اڻ پورا ئي رهجي ويندا آهن ۽ پوءِ جڏهن مرندا آهن تڏهن ساڻن گڏ سندن اڻ پورن خوابن کي به دفنايو ويندو آهي" چوندي چوندي اداسيءَ جي ڇانو هن جي چهري تي ڇانئجي آئي هئي.

ڪن جي خاموشيءَ کان پوءِ هُن پوءِ ڳالهايو هو.

"ثريا، خبر نه آهي ماڻهو ماضيءَ کي ڇو نه اجهي پلائي ويهن ٿا؟"

"توهان هر ويرو ٽٽل زنجير جي ڪڙين کي ملائڻ جي ڪوشش ڇو ڪري رهيا آهيو؟ ۽ توهان کي ماضيءَ جي ڳڻتي به آخر ڇو؟"

""هُنهن" هو مرڪيو هو "ماضي. ماضي مون کي خبر نه آهي ڇو پيارو لڳندو آهي. ۽ وڇايل جو ئي ته احساس رهي ٿو. ڪم ٿيل جو ئي ته درد رهي ٿو ۽ تون ٿي چوين...."

”مون کي ماضي ايذاءُ ڏيڻ کان سواءِ ڪجھ ڪونه ڏنو ڏئي سگھي، ان ڪري ماضي مون کي ياد ئي نه رهيو. ها، ماضيءَ ۾ لڳو هو ته مان به ڪنهن پراڻي ڪتاب ۾ هڪ امر ڪهاڻي تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ماضيءَ ۾ مان به ڪنهن کي چاهيو هو پر پوءِ انهي جي بي توجهيءَ ڪري ائين لڳو هو جو پنهنجو پاڻ به ويس پئي ڪٽجندي- مان پين لاءِ ته پئي جيئس پر مون لاءِ...... ۽ انهيءَ ماضيءَ جي اراسائيءَ ئي ڏکي ڇڏيو هو هن ڏينهن ۾. اڄ ماضي مان لاءِ هڪ ڪنبر ڪانءُ سواءِ ڪجھ ڪونهي، ڪجھ ڪونهي. ماضيءَ ۾ مان نه ڪنهن کي ڳولي سگھان ٿي ۽ نه ئي وري پنهنجو پاڻ کي اپي سگھان ٿي، ان ڪري اڄ ئي منهنجي لاءِ سڀڪجھ آهي- اڄ ڪي ٿي سيني لائي جيئڻو هوي ٿو ۽ تنهنجو اهو بار بار حق جتائڻ......“

”ها، حق جتائڻ جي چاهنا هڪ پيرو ضرور اڀري هئي، جڏهن تنهنجي شاديءَ کان پوءِ ڀيريون پيرو مليا هئاسين، تڏهن ياد اٿئي مان ڇا چيو هو؟... مان چيو هو ’ثريا توکي ڪهڙ ۾ گهٽ پراڻي پريت ڪسي وسارڻ نه گهرجو هو....‘ ۽ اڄ، اڄ مان سڀڪجھ وساري ويٺو آهيان. صرف ۽ صرف هڪ ئي ياد باقي اٿم ته مان به ڪنهن کي چاهيو هو، جنهن مان اڄ به ازلي رشتو قائم اٿم. تڏهن ئي......“ هو جملي کي اڌورو ڇڏي، سگريٽ جا وڏا وڏا ڪش هڻڻ لڳو هو.

وري هڪ پيرو.

”آخر ڪيستائين ائين...“

”شادي ڇو ڪونه ٿا ڪريو؟“

”ثريا، اهو تنهنجو بار بار شاديءَ لاءِ چوڻ مان کي سخت بيچان ڏياري ٿو- آخر شادي آهي ڇا؟“ هو چڙي پيو هو.

”شادي، اوهان جي ئي برادريءَ مان ٿالسٽاءِ شاديءَ لاءِ چيو آ ”هڪ معصوم، ساده دل، ذهين ۽ دلڪش زال سان گڏ زندگي گذارڻ، اها ئي حقيقي ۽ لازوال مسرت آهي.“

”ها، پر مان اهڙن ڪوڙن پنڌن ۾ جڪڙجي خودڪشي ڪرڻ نٿو چاهيان. خبر آهي ان شاديءَ، جنهن تنهنجو ڪٿي مٿو خراب ڪيو هو، تنهن موت ۾ توکي ڇا ڏنو. اهو ئي نه ڪل خوشي پوءِ ڏکي واري فرمانبرداري ۽ آخر ۾ ڍاڪ، اڄ هو ته ايئرهوسٽس جي گرم جهوليءَ ۾ مزا ماڻي رهيو آهي ۽ تون...... پر مان ٿو چوان شاديءَ ۾ رکيو ئي ڇا آهي؟ اجايون هٽ ٺوڪيون سرحدون، ۽ خبر اٿئي ته مان انهن حدن جو قائل نه آهيان- ياد ٿئي، هڪ شام يونيورسٽيءَ کان پري ڀاڙن جي چوٽين تي ٽهلندي تو هرو ڀرو به قبوليت ڪرائڻ چاهي هئي- تو چيو هو ”شاديءَ جو رشتو به ڪهڙو نه سهاوڪ آهي. ٻن دلين کي هميشه

هميشه لاءِ پيار جي پنڌن ۾ پنڌ، جن ۾ رهندي به دليون اڻ پيڙ بڻ جيان پيار جي ساگر ۾ بي فلڪيون ۽ بي آلڪيون ترلديون پيون وتن - اهڙا تيز طوفان جو ڪنڪو ۽ نه ئي وري ڪو لهر لوڏو" تڏهن مان چيو هو "پيار جي پيڙيءَ کي هروڀرو رسمي ۾ سوگهو ئي ڇو ڪجي جو هڪ هنڌ بيٺي بيٺي سينوارجي وڃي ۽ پيار جي قبوليت شادي ئي ڇو؟" تڏهن تو چيو هو "صدين کان جو اها رسم دهرائبي ٿي اچي" ۽ اهو به ياد هوندءِ ته ان وقت مان ڇا چيو هو. مان چيو هو "شادي ڇا ٻن دلين کي ملائڻ جي پُل آهي؟ شاديءَ کان سواءِ پيار ڇا مري ويندو آهي؟" تڏهن مرڪي تو سوال ڪيو هو "پوءِ پيار ڇا آهي؟" مان چيو هو "پيار هڪ نه مٽجندڙ پياس آهي. پيار گلن جي سُرهاڻ آهي - پيار ٿالڪر ٿاري، پنل رابيل جي مهڪار آهي... ۽ شادي؟ شادي مهذب سماج جو بنديخانو، شادي سڪر سينٽرل جيل آهي. شادي لاڙڪاڻي جي ڇاوڙي، سچ جيل آهي..." هن جي لفظن ۾ تُرشي ۽ بيباڪي هئي جنهن کان ڪيس سدائين ڪنبڻي وٺندي هئي - هن کي لڳو هو؛ اڄا تائين منجهس ڪا نواڻ ڪانه آهي؛

"ڪڏهن ڪڏهن توهان ضرورت کان وڌيڪ رُڪا ٿي ويندا آهيو، جيڪا ڳالهه گهٽ ۾ گهٽ منهنجي سمجھ کان ٻاهر آهي."

"شادي شادي، شادي ۽ شاديءَ اهو ئي ته ڏلو ٿي لـ جو ٿوري ئي وقت ۾ پنهنجو روپ بگاڙي ايٻلتئي وڃائي چڪي آهين - ڪٿي يونيورسٽيءَ واريون ڪنواريون ڪجليون اکيون، ڪٿي اڄ جون ويران ڏرا ڏالل اکيون - لڳي ٿو شايد راتين جون ننڊون حرام، ڏينهن جا چين بيڪار - توکي ته شايد ننڊ لاءِ به سليپنگ پلز واپرائڻيون پونديون هونديون".

"بس ڪريو، رهڻ ڏيو ان سڀ کي" چوندي چوندي هوءَ اٿي. ڪلاريءَ ۾ وئي هئي ۽ راشد خاموش سگريٽ ڇڪيندو رهيو هو. ڪن لاءِ ڪمري ۾ خزان جي هڪ شام جيان اداس موسيقي ڦهلجي وئي هئي. هڪ اداس خاموشي ڇانئجي وئي هئي. پوءِ جڏهن پيهر واپس ڪمري ۾ گهڙي پاڻ کي صوفي تي ستيو هئائين، تڏهن به ڪيترو ئي وقت ساڳي خاموشي ئي رهي هئي - تنهن بعد راشد پڇيو هو.

--"سروس هلي ٿي؟"

--"پيو".

--"ها، پڙهائڻ اڄڪلهه هو ڪٿي" راشد سگريٽ جي رکـ، رکـ وٽيءَ ۾ ڇانئيندي پڇيو هو.

"ڪير لشار؟ لشار ساڳي ئي هنڌ بي. آءِ. اي ۾ سروس پيو ڪري".

--"۽ هوءَ سندس؟"

”خبر ناهي ته اهي ايئرهوسٽس آهن يا اسٽاف ڪوارٽرز ۾ رهن“.

”هيڏانهن ڪڏهن اچي؟“

”نه، ڪڏهن اچي ۽ اچي به ڇاڪاڻ. ساڻ ڪا هاڻي...“.

”پوءِ اڪيلائيءَ ۾ بور نه ٿيندي هوندينءَ؟“

”نه، ڪا به بوريت ناهي“.

”ايڏي عرصي ۾ مون ڏانهن به ڦيرو نه ڪيئه؟“ هن جي مُک تي اڀ چٽي ڏاڍي ڏاڍي چاهنا جا اولڙا تجلا ڏيڻ لڳا هئا.

”پوءِ نوڪري جو آهي“.

”اهو ته ٺيڪ بهانو“.

”پوءِ ڪمزوري سمجهو“.

”سڀڪجهه ڄاڻندي به ايڏي ماٺ!“ هن سامهون نهاريندي سندس مُک جا ڀاوَ ڏسڻ چاهيا هئا.

”ائين سمجهو مون ۾ بغاوت جي سگهه ڪين آهي“. هن جي چهري تي ڏک ڀريون ريکائون اڀري آيون هيون. لائيٽ جي تيز روشنيءَ ۾ هن اکيون ڇنڀندي جهٽڪي سان چهرو ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو هو.

”توکي اڄ به هن سان پيار آهي؟“

”نه پيار نه پر نفرت“. هن تيز لهجي ۾ چيو هو. هن مُرس کان مليل گهاوَن کي من ئي من ۾ ڪنهن راز جيان سانڍي رکيو هو، پر پوءِ ته اهو راز ڪنهن نانگ جيان سُرڪي سندس چپن تي اچي ويو هو.

”هُن مون کي ڌوڪو ڏنو آهي. هُن مون سان ويساهه گهاتي ڪئي آهي- هُن مون کي... ان ڪري ئي....“ ائين ڄڻ صفائي پيش ڪندي هجي.

”پوءِ هي ڏک جون ريکائون؟“

”پر تون ته پڌاري، ايترا سارا پيرا آئين پوءِ ڦيرو به نه ڪيئه؟“ هن سندس حملي کي ٽارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندي چيو هو.

”ياد ٿئي، تو چيو هو ”ماضي ايذاءُ پهچائڻ کان سواءِ ڪجهه ڪونه ٿو ڏئي سگهي“ ۽ مون کي وري ملڻ ايذا پهچائيندو آهي“. هن ڏانهس گهوريندي چيو هو.

”منهنجي چهري ۾ رکيو ئي ڇا آهي جو ائين بار بار ڇتائي رهيا آهيو“. هن ٿڪل ۽ حجاب واري آواز ۾ چيو هو.

”هڪ اها شيءِ پيو ڳوليان، جيڪا ڪنهن وقت پيڙا ڪان پالهي هئي. جنهن کي خوشگوار روحاني سڪون حاصل هو. جنهن پين لاءِ پنهنجي زندگي برباد ڪندي سچي زندگيءَ جي لذت، مسرت ۽ مزو بہ وڃائي ڇڏيو آهي. اڄ جنهن تي مان کي روئڻ اچي ٿو ۽ افسوس! جو منهنجا ڳوڙها بہ ان تلخيءَ کي ميٽائڻ لاءِ ڪافي ناهن“.

ثريا جو ڪنوارپ وارو زمانو هن وٽ اڻين محفوظ هو جيئن اڳ جون ڪنواريون شاديءَ کان پوءِ ڏاج کي پوڙهاپ تائين سانڍيون ايندريون آهن ۽ پوءِ جڏهن ڪهني لڙڪيل ڪل واري ڇهري ڪي آئيني ۾ ڏسنديون آهن، تڏهن گذريل وقت کي ياد ڪندي پراڻن ڪانوڙن، صندوقن ۽ ٽينڪن جا ڍڪ کولي پراڻي ڏاج کي اٿلائي پٿلائي ڪن لاءِ پنهنجو پاڻ کي ماضيءَ جي ماڻرين ۾ اڇلائي ڇڏينديون آهن.

ليڪن هن وساريو ئي ڇا هو؟ يونيورسٽيءَ جي رنگين ماحول ڪان جيلان جي ڇوٽين، سموئڻ جي لهرن ڪان وٺي اڄ تائين هن ڪان ڪجهہ بہ ڪين وسريو. هن کي تہ اڄ بہ ياد آهي، سندس ڪهاڻين ئي هنن کي هڪٻئي جي قريب آندو هو.

”راشد صاحب، مان توهان جون ڪهاڻيون پڙهندي آهيان“.

”واهہ وا، مهرباني مهرباني“.

”ڏسو نہ، ان ۾ مهربانيءَ جي پلا ڪهڙي ڳالهہ. سچ پچ توهان عظيم اديب آهيو“.

”راشد صاحب اڄڪلهہ ڇا پيا لکو؟“

”مان، اڄڪلهہ هڪ ناول تي ڪم ڪري رهيو آهيان“.

”واهہ! پوءِ تہ ڏاڍو سٺو“.

”راشد صاحب، خبر ناهي، اوهان جو اسان ڪان اترو پري پري رهڻ آخر ڇا معنيٰ ٿو رکي؟“

”توهان ڪيئن ٿا سمجهو؟“

”پوءِ نکو ملڻ ۽ نہ ئي وري....“

”بس... ۽ ان ڪري بہ تہ مٽان“.

”ڇا مطلب؟ ڊڄو ٿا“ هلڪي مرڪ.

”ها“.

”ڪنهن ڪان؟“

”توکان“ سرگوشيءَ جي آواز ۾.

”مون ڪان؟“ مُک جو سرخي مائل ٿيڻ. من ۾ امرت جو اوڇي اچڻ.

انهيءَ لاءِ ثريا عام ڇوڪرن جي ڪچڪول مان لڪري سڄو سڄو وقت مطالعي ۽ راشد سان ڪچهريون ڪرڻ ۾ گذارڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن يونيورسٽيءَ کان پري سمونڊ جي ڪناري، ڪڏهن ساوڪ سان ڍڪيل ٻهاڙن طرف، جتي فطرت جي گهراين، سمونڊ جي وڏين ڇولين جي اڇڻ ڪڏڻ تي، ڪڏهن ٻهاڙن جي خوبصورتي، ظاهر ۾ پُرسڪون اندر ئي اندر ٽهڪندڙ لاوا تي، ڪڏهن گهاٽن وڻن وڻن جي گلن سان جهنجهيل جهومندڙ ٽارين تي ۽ ڪڏهن زندگي سان واسطو رکندڙ مسئلن تي ڳالهائڻ، خيالن جي هڪ جهڙائي هوندي به ڪجهه وٿي. هڪ سماج جي دٻاءَ کي ڪنهن حد تائين برداشت ڪندڙ ۽ ٻيو عقيدن جي مهاري ٻنائي ڪائنات تي غور فڪر ڪرڻ سان دلي سڪون حاصل ڪندڙ.

راشد ۾ جيڪڏهن ظاهر ۾ محبت واري گرمي ڪين هئي پر ٻوءِ به پنهنجي منهن الهن ٻريت جي داستانن کي پنهنجن ڪهاڻين ۾ اوتيندو ضرور هو. پيڪل ٽُٽل لفظن ۾ ڪڏهن اهڙو اظهار به ڪري ويهندو هو، جڻ دل جو ٿاڦ پچي اهو محسوس ڪرائيندو هجي ته وٽس به ڪا دل آهي پر محبت جو اهو جهونو جهڙيءَ ئي تيزيءَ سان ايندو هو اهڙي ئي تيزيءَ سان دلين کي واسڻ ٻنا ئي گذري ويندو هو. ان ڪري ئي ثريا مٽس گهڻو ڀروسو ڪري ڪين سگهي.

۽ اڄ وري ڪجهه عرصي کان پوءِ پاڻ هيئن مليا، راشد ڪپ ڪٽندي چيو.

”ثريا، تو جيڪا پاڻ سان ويساهه گهاتي ڪئي هئي ان کان بچائڻ جو سوچهه ئي...“.

”چُپ ڪريو رهڻ ڏيو ان سڀ کي، بار بار اهو توهان جو رحم وارو جذبو دک ٿو رسائي“.

”ڏنو اٿئي پنهنجو پاڻ کي آرسيءَ ۾؟“

”پوءِ جڏهن آتما مري چڪو هوندو آهي تڏهن سرير جي آخر ڇا معنيٰ“ چوندي چوندي سندس آواز ڀرجي آيو.

”پر تنهنجي عمر ئي ڪيتري آهي؟“

”بس، ڪڏهن ڪڏهن انسان عمر کان اڳ ئي ٻوڙهو ٿي ويندو آهي“.

”سبب؟“

”هر ڳالهه جو سبب ٿيندو آهي ڇا؟“

”پوءِ هيءَ تنهنجي سرير کان لاپرواهي؟“

”سرير ۾ توهان جو ڏاڍو موهه آهي؟“

”ها، ڇو ته مان اديب آهيان. مان کي سرير جي سولهن ئي جيتري سرهائي ٿيندي آهي، اوترو ئي سندس لاس تيڻ لاءِ ڳوڙها ڳاڙيندو آهيان.“

”پر ڏس، مان ان حد کان اڳتي لڪري آئي آهيان.“

”مان وري به دهرائيندس، تنهنجي عمر ئي...“.

”ها، هڪ وقت اهو به هو جڏهن جسم ۾ هڪ قسم جي خوشبوءِ ۽ گرمائش ڊوڙون پائڻ لڳندي هئي، تڏهن لڳندو هو سچ به مان ڪو مور هجان ۽ مور جيان ئي اڪيلي اڪيلي ڇهرجهنگ ڪوڪينده وتان. پر اڄ مان ان بن مان ٻاهر نڪري آئي آهيان. مان اڄ هر ڳالهه کان سُڪتي پائي ورتي آهي. ان ڪري اڄ مان لاءِ سڀڪجهه اجايو آهي. مان پيهر پنهنجو پاڻ کي وري اهڙي بَنَ ۾ وڃائڻ لئي چاهيان، جتان نڪرڻ لاءِ ڪو رستو ئي نه لڀي“ هوءَ ڳالهائي رهي هئي ۽ سندس آواز ۾ ڏيل سڏڪا هئا.

”پوءِ ڪلهه جو احساس ڇو؟“

”تون ئي ته چوندو آهين سڀڪجهه وڃائڻ کان پوءِ به ڪلهه جو احساس رهي ٿو. ۽ زندگيءَ ۾ رکيو ئي ڇا آهي پر پوءِ به جيئڻو ئي پوي ٿو.“

”گذريل جو ڏک ڇو؟ ياد ٿئي، مان چيو هو ’اسان اديبن لاءِ ماضي ۾ قيمتي وٿ آهي ۽ مستقبل ـ مستقبل اسان کي پاليندو نه اچي‘ تڏهن تو چيو هو ’مستقبل منهنجو آهي‘ مان مستقبل کي جيتيندس.“

”ها پر مان اهو به ته چيو هو نه ته مان شڪست کائي ئي لئي سکهان. پوءِ هي زندگيءَ ڇا ايندڙ پل آزاد پنڇيءَ جيان گذاريندس، ڇا اهو مون لاءِ ٿورو آهي...؟“ هوءَ اڃان به ڪجهه چوندي چوندي رکجي وئي. هن جو گلو پرجي آيو. هن جي ماڙهي ڪُلهي تان ٿيرڪي صوفي ۽ پلاڪ تي وڃائجي وئي.

”تڏهن به هڪ مڙس ۽ ٻالڪر جيان ننڍڙو ٻارڙن جي ته کمي رهندي.“

”نه، مان ٻار پيدا ڪري ۽ مڙس سان گڏ هڪ بي معنيٰ ۽ فضول زندگي گذارڻ کان تنگ اچي چڪي آهيان.“

”پوءِ ائين ڪيسين اڪيلي زندگيءَ سان جنگ جوٽيون ايندينءَ؟“

”بس، ڇا تو چئي سگهجي.“

”پوءِ؟“ هن دلچسپي وٺندي چيو.

”نه بس، مان لاءِ جيڪو ٿيو سو ڪافي ٿيو، پيهر ريتن رسمن جي قربان گاهه تي سيس اوائڻ لاءِ تيار نه آهيان.“

”پوءِ به؟“ هن جي منهن تي مرڪ ته پر وشواس ۽ اميد پيرا ڻاهڻ لڳي.“

”توهان آخر چوائڻ ڇا ٿا چاهيو؟ جڏهن ته مان اڳ ۾ ئي چئي چڪي آهيان. زندگي مون لاءِ ڪا معنيٰ نئي رکي، جنهن جي سهاري ٻاقي پل به ڪسارا گذاريان ۽ نه ئي وري اڄ به موهه اگر جو چوڙڻ مائڻ جي چاهنا جاڳي آئي. مان هن دنيا کان پري دور پري وڃڻ چاهيان ٿي، جتي ڪنهن جي به ڪوڪ ڪَنين نه پوي.“

”سڪون ته توکي اتي به نه ملندو؟“

"گهڻ ۾ گهڻ مايوسي ۽ لڙاسائيءَ کان تہ ڀلو آچا ٿيندا." هن کي زندگيءَ جا گذريل پل ياد اچڻ لڳا، جڏهن راشد کي اڪيلو ڇڏي وڃي نثار جي جهوليءَ ۾ ڪيري هُئي. ڪاليج جي نوڪريءَ کان پوءِ گهر ۽ پوءِ سارو سارو وقت مطالعي ۾ رُڌل، تڏهن شام جي واپسيءَ تي نثار جي مسڪراهٽ جي هلڪي گرمي سندس دل جي خشڪي دور ڪرڻ لاءِ ئي ڪافي هُئي. هڪ زمانو اهو بہ هو جو اهڙا منظر ڏاڍا سڻ پرپائيندڙ لڳندا هُيس، ليڪن ان کان پوءِ جو جيڪو زمانو آيو تہ ان جي ڏنڌلي ڏنڌلي روشنيءَ ۾ نظر وجهڻ سان ساڳيائي منظر سندس بدترين يادين ۾ تبديل ٿيڻ لڳا. هن کي تعجب ٿيڻ لڳو تہ ائين آخر ڇو ٿيو؟ هوءَ پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪندي رهي، "آخر مان، هن سان شادي ڪرڻ تي راضي ئي ڪيئن ٿيس؟" ڪيئن ظاهري ڏيک تي پنهنجي پنهنجو پاڻ کي فريب ڏنم؟ پنهنجي اکين ۽ چپن جي مسڪراهٽ ۽ خوشي، هُن جي وڏن پرن تهڪن ۾ ڪيئن گم ڪرڻ لاءِ تيار ٿيس؟"

"ثريا."

"هُون..." هن ڇرڪ ڀريندي چيو.

"ڇا پئي سوچين؟"

"ڪجهہ بہ نہ."

"ثريا، جن ڪڙين توکي نثار سان جڪڙي ڇڏيو هو، اهي ڪڙيون ڳلن جون هيون، ريشمي هيون، سوليون هيون يا ڪنهن ٻئي شيءِ جون ۽ اهي سڀ اڄ جڏهن ٽُٽي چڪيون آهن، تڏهن تنهائي ۽ دک ڀري زندگي گذارڻ ۽ مدتن کان گهٽيل پوساٽيل رهڻ آخر ڇا معنيٰ رکي ٿو؟"

"ان معنيٰ کان ڪڪ ٿي تہ پنهنجو پاڻ کي بي معنيٰ بنائي رهي آهيان."

"۽ سو بہ ڪيستائين؟"

"في الحال تہ ڪجهہ نٿو چئي سگهجي."

"ثريا هڪ ڳالهہ چوان؟"

"چؤ."

"مان غلط هجان پر اهو ضرور چاهيان ٿو تہ شايد تنهنجي اندر ۾ ڪو راز هجي، توڻ پل تہ ان جو اقرار نہ ڪر پر ان جي ڇيت سدائين لاءِ پئي تنهنجي من ۾ چڀندي رهندي ۽ مان؟ مون کي تہ سدائين ياد رهندو هڪ اهڙي بہ عورت آهي جنهن سان منهنجو ازل جو رشتو آهي، ان سان ڪو بہ فرق نٿو پوي تہ آيا اهو رشتو دوستيءَ جو آهي، پنهنجائپ جو آهي يا......"

پاڻ تي ڪنٽرول ڪرڻ جي باوجود سندس من پرجي آيو. سندس لهجي ۾ هڪ قسم جي پنهنجائپ ۽ سنيهہ جي پاولا پريل رهي.

"مان کي هڪ پيرو وري دهرائڻو پوي ٿو تہ شاديءَ جي پيالڪ ۽ خوفناڪ رستي تي گهلي هلڻ ۾ آخر توهان ايتري دلچسپي ڇو وٺي رهيا آهيو، جڏهن تہ مان اڳ ۾ ئي چئي چڪي آهيان... ورجايل لفظن کي ٻيهر دهرائڻ ۾ فائدو؟"

"پوءِ به توکي سوچڻو ئي پوندو."

"نه، مان سوچڻ واري سگهه ئي وڃائي چڪي آهيان. هاڻ لاءِ مان وٽ رهيو ئي ڇا آهي. بي معنيٰ زندگيءَ ۾ جيڪو ڪجهه مليو آهي، سو آهي ڪجهه تلخ ڳالهيون. ٿورا مليل جليل تجربا. ڪجهه بغاوت جي نڪل خواهش، اهو ۽ شايد اهو به نه، بس مايوسين جو سناٽو ۽ ان سناٽي ۾ وڌيڪ واڌ ڪرڻ نٿي چاهيان. مان وٽ منهنجا پنهنجا سورئي ڪافي آهن. مان ٻين جي غمن جا بار کڻڻ لاءِ ٻيهر تيار نه آهيان."

هرويرو نه. در حقيقت تو جوان ٿوڪي هارائڻ نه گهرجي. زندگيءَ جا سوين پيچرا آهن. هڪ جي هٿان نڪرڻ تي آخر همت ڇو هارجي؟"

"مان ڇيو نه ته توهان جا اهي درس ڪارگر ثابت نه ٿيندا، ڇو ته اڄ مان اتي اچي نڪتي آهيان جتان نه ڪو رستو نڪري ٿو ۽ نه ئي وري داخل ٿئي ٿو. اڄ جڏهن منهنجي لاءِ دنيا جا سڀ رستا بند ٿي چڪا آهن، تڏهن ٻيهر اهڙو ڪو به سلسلو ڳنڍڻ نٿي چاهيان جنهن مان وڌيڪ دک پهچي" هن جو من ڀرجي آيو. پنهنجي آواز کي توازن ۾ رکندي چيائين.

"تنهن جو مطلب ڪنهن قسم جي ڪا گنجائش ناهي؟" مايوسيءَ وچان سوال ڪيائين.

"نه بلڪل نه" هن اکين ۾ آيل لڙڪن کي هٿ جي ڏيريءَ سان اگهندي، منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو ۽ هو اتي تڪڙو تڪڙو فليٽ کان ٻاهر نڪري ويو.



**واجد**

# لاشي جي ٻوڙ

منور ڦرلڊڙ ڪرسيءَ تي وڏي شان مان ساڻ ويٺو آهي. سندس آڏو وڏي شاندار ٽيبل رکيل آهي، جنهن تي ٻه ٽيليفون سيٽ رکيل آهن. سندس سامهون هڪ ٿلهو ۽ بيٺولو ٺيڪيدار ويٺو آهي، جنهن سان منور ڪنهن ڪاروباري مسئلي تي ڳالهائي رهيو آهي:

”هائو چالڊيا صاحب، اوهان واقعي پراڻا ۽ تجربيڪار ماڻهو آهيو. پر اوهان کي اهو پڌائي ڇڏيان ته اڄ هوا، پاڻ ۽ پاڻي، جن لاءِ چيو ويندو آهي ته قدرت پاران بخشيل بي بها نعمتون آهن، تن کي به بغير پئسي جي حاصل ڪري نٿا سگهون. منهنجو ايمان آهي، ته ڪيو لنگو ماڻهو ڪٿي به عزت پائي نٿو سگهي. اوهان ذاتي سورس هلائي ڏسو، پڪ اٿم ڪجهه به حاصل ڪري ڪونه سگهندا. پر ته اوهان جي جتي گسي وڃي- پر اسان جي سهڪار بنا پٽيوالو اوهان کي انجنير سان ملڻ به ڪونه ڏيندو. ٺيڪو ڪٿڻ ته پنهنجيءَ جاءِ تي جبل جهاڳڻو آهي- ۽ اهو پهاڙ جيڏو پرابلم ڏلو پٽ ڇڻي جو ئي حل ڪندو آهي. اهو سورس ئي انٽرليشنل آهي.“

ٺيڪيدار، جو سموري ڊويزن ۾ گهاگهه سڏيو ويندو آهي، منور جي ان سموري ڪيل تقرير جي تهه تائين پهچي، ڪوٽ جي اندرين کيسي ۾ هٿ وجهي، لوٽن جو هڪ بنڊل ڪڍي چار هزار رپيا ڳڻي منور جي اڳيان رکندي مرڪي چيو: ”مون سمجهيو سائين، سڀڪجهه سمجهيم. اصل ۾ مون اهو ئي چاهيو پئي ته ڪنهن لمولي اوهان سان خلاصو ڳالهائجي. هو لئن، اوهان جي دعا سان (سيني تي ساڄو هٿ رکي) هن بندي جو ڪافي اثر آهي. لاڙڪاڻو ۽ سکر ته پنهنجو تر آهي. ايئن ڪڏهن به ڪونه ٿيو، جو ڪڏهن منهنجو پريل ٽينڊر خالي ويو هجي! اوهان هتي لوان لوان آهيو ته، تڏهن ڳالهه چوريندي ڪجهه هٽڪ پئي ٿيم، نه ته اڪائونٽنٽ ۽ ڪانٽريڪٽر ته هڪ جان ٻه قالب هوندا آهن. ها، منورصاحب! حالي هي چار هزار اٿو، اڳتي به مڙئي الله ڀلي ڪندو. گهٽ نه ٿيندي، رڳو اوهان جو حڪم کپي.“
(منور نوٽن جي ٿهي کڻي، پنهنجي جيڪٽ جي اندرين کيسي ۾ وجهندي:) ”چالڊيا صاحب! مون کي هن ڊپارٽمينٽ ۾ آئي اٺون سال آهي، ۽ خدا جي مهربانيءَ سان هن وقت تائين پنهنجي ساک مٽي رهي آهي. خدا چاهيو ته اڳتي به پت رهجي ايندي. اوهان ڪو به فڪر

نہ ڪريو، اوهان جهڙن سان تہ پنهنجو بہ سير لڳي. (ٿورو چپ رهي) ڀلا ڇا پيئندا. چانهہ يا ٿڌو؟“

(ان وير پٽيوالو اچي منور کي چوي ٿو:) ”سائين، ٻاهر اوهان جو ڪوئي دوست مالڪ نالي بيٺو آهي. اوهان سان ملڻ ٿو چاهي-- سائين سڏي اچانس؟“ (منور جي چهري تي سرهائي تَري اچي ٿي.) ”ها ها! جلدي سڏي اچينس تہ هليو نہ وڃي“ (ٻهراڻيءَ وچان چوي ٿو:) (ٺيڪيدار ڪرسيءَ کي سوري اٿي منور ڏانهن هٿ وڌائيندي:) ”چڱو منور صاحب! هاڻي مان بہ هلان ٿو. اوهان ڀل پنهنجي دوست سان ملو. پاڻ تہ سدائين گڏ آهيون. سان ڀوءِ رات جو نَوَ ڪٿي اوهان جي ڪوارٽر تي حاضر ٿيندس. وڌيڪ اتي ئي ڳالهائينو.“

منور: ڀر چانديا صاحب، چانهہ تہ پيئو ها نہ.

ٺيڪيدار: ”نہ بادشاهہ، چانهہ بہ رات ئي پيئبي-- چڱو خدا حافظ“.

(ٺيڪيدار منور سان هٿ ملائي ٻاهر وڃي ٿو.) (مالڪ چِڪ هٽائي اندر اچي ٿو، ۽ پنهنجي دوست کي شاندار ٽيبل پويان ڦرلڊڙ ڪرسيءَ تي ويٺل ڏسي ڏاڍو خوش ٿئي ٿو. منور سرهائيءَ وچان ڪرسيءَ تان اٿي ڪيس ڀاڪر سنجهہ پريندي:) ”هلو مالڪ! ڪهڙا حال آهن؟ خوش تہ آهين نہ، مون کي تنهنجي شهر ۾ آئي ذري گهٽ ڀيو مهينو ٿيو ٿئي، ۽ تون ڇڻ هتي رهين ئي ڪو نہ. ڪٿي گم رهندو آهين؟“ (منور ٽيبل جي ڀاسي ۾ لڳل ڪال بيل وڄائيندي:) ”۾-ٽي ڀيرا يارن کان تو بابت پڇيم. هر ڪو چوي، اسان کي مالڪ جي خبر ئي ڪانهي.“ ايتري ۾ (پٽيوالو اچي ٿو:) ”سائين حڪم“

”هڪ ڪوڪ ڪٿي اچ.“ (پٽيوالو وڃي ٿو.)

”ها مالڪ، ٻيا ڪهڙا حال اٿئي. يار ٽيون ڏينهن نظام آيو هو، چيائين پئي تہ اوهان سان شام ملهائجي. ۾ يار مالڪ، پاڻ هاڻي ادب کان گهڻو ڪٽجي ويا آهيون. اهو اچايو نڪسات هينئر وٺيئي لٿو. جنهن بہ شهر ۾ پوسٽنگ ٿئي ٿي سون لاءِ شام تيار رکي آهي.“ (ٿورو کلي) ”اڙي! مون تہ پنهنجي ئي ڪٿا شروع ڪري ڏني. تون ٻڌاءِ ڪٿي الوپ ٿي ويو آهين. نہ سڏ نہ واڪو! شايد نظام ئي ٻڌايو پئي تہ مالڪ ادبي لڏي کان ڪٽجي ويو آهي. ڪٿي شاعريءَ کي ماري تہ ڪو نہ ڇڏيئہ؟“

مالڪ پنهنجي روحاني پريشاني لڪائيندي مرڪي: ”نہ منور، اهڙي تہ ڪا ڳالهہ ڪانهي. شاعري تہ مان هاڻي بہ ڪريان پيو. بس بابا جي وفات کانپوءِ زندگي ڪجهہ وڌيڪ ويران ڪري ڇڏيو آهي. لاڳيتي بيروزگاريءَ ذهن کي ڏوڏي وڌو آهي. اصل سينَي کان ڪٽجي ويو آهيان. ادبي سنگتن جا دعوت ناما ايندا آهن ۽ تاريخون گذري وڃڻ تي اديبن شاعرن جون مياروون ئي ٻڌيون پوالهيون آهن ...“ (منور سندس ڳالهہ ڪٽيندي:) ”هان! چاچا سائين وفات ڪري ويو، ڪڏهن؟“

”اڄ سال پورو ٿيو اهي ڪيس وفات ڪئي “ (مانڪ اداسي لڪائيندي :) ”۽ توکان اهو به نه پڇو جو ڪئي ٽيليگرام ڪرين ها!“ (منور سخت غمگين ٿيندي :)” ڇپبو تـون مون کي غير ٿو ڀانئين مانڪ؟“

”نه نه منور، اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. اصل ۾، مان ڏاڍو پريشان رهيو آهيان. بيحد پريشان . توکي تـه سُڌ آهـي منور، منهنجا ٻئي وڏا ڀائر مون کان جدا آهـن ۽ مـان بيروزگار آهيان!!“

منور: ”ڀلا تعليم ڪي ڪٿي پهچايئه؟“

مانڪ: ”بي- اي جو پهريون سال ڏئي چڪو آهيان. سروس لاءِ لاڳيتي جاکوڙ ڪندي، اڇي پيون سال وريو آهي. پر لڳي ٿو اڃان به ڪي ڏرم جا ڏڪا لڪيل آهن. منورا مان پاڻ کي هن مقام تي بلڪل اڪيلو ۽ ويڳاڻو محسوس ڪري رهيو آهيان. بوٽ خالي هجي تـه دليا چون سموريون رنگينيون ڏانڊلانجي ويندي‌ون آهن!“

منور: ڀلا نوڪريءَ لاءِ ڪٿي ٽراءِ ڪئي اٿئي؟

مانڪ: ڇا ٿو ڀائين منورا مون جيئڻ لاءِ ڪاٻه جاکوڙ نه ڪئي هوندي! مون هڪ-هڪ آفيس جو در کڙڪايو آهي. دلاسن جا دروازا تـه کليل آهن، پر نوڪري ڏيڻ لاءِ ڪوبه تيار ڪونهي. سروس لاءِ سفارش، ۽ ڏيندي لاءِ ڏن گهرجي، ۽ مون وٽ انهن ٻنهي مان ڪجهه ڪونهي. مان خالي آهيان دوست، پنهنجي ڪيسي وانگر. مون لاڳيتا ٻه سال اهو عذاب ڀوڳيو آهي. هن ڪٺن موڙ تي منهنجو ڀاڄولو به منهنجو ساٿ ڇڏي ويو آهي. همدرديءَ جي سڪئڻ ٻولن ڪان هاڻي ايڏي تـه آلرجي ٿيڻ لڳي آهيم، جو ٻڌندڙن کي اهو بـه ڪونه ٻڌائيندو آهيان تـه مان ڪيڏي عرصي کـان بيروزگار آهيان. ڪالهه جاويد ٻڌايو تـه تون هت بلڊبلڪس ۾ اڪائونٽنٽ ٿي آيو آهين. موچيم، پاڻ ٻئي اظرياتي يار آهيون. هڪٻئي لاءِ احساس رکندڙ، هڪٻئي جي جذبن جي زبان سمجهندڙ، سو الهيءَ ناتي تي آس ڪئي تو وٽ هليو آيس. تون مون لاءِ ڪهڙوئي ڪجهه ڪري سگهين ٿو، منورا تنهنجي هن بلڊبلڪس ڪاتي ۾ ورڪ چارجيءَ لاءِ به مون ٻه مهينا سانده ٻنڌ ڪيا آهن. پر، لڳي ٿو غربت جي زبان ايڏي سَسِي وئي آهي جو هاڻي ڪوئي سمجهي به نٿو سگهي. منورا مون دوستن سان گهمڻ به بند ڪري ڇڏيو آهي. ڪاڻ ۽ ڪاراءِ وارو اصول منهنجن پيرن جو زنجير بڻجي پيو آهي.

”تنهنجا ٻه ڀائر به تـه آهن، ڇـا اهي تنهنجي ڪاٻه هيلپ ڪانه ٿا ڪن؟“ منور وچ ۾ ڪاٽنس پڇيو:

”ٻيون ڏينهن منهنجا ٻئي وڏا ڀائر (جن کي مان بابا جي وفات ڌائين ياد بہ ڪونه هوس) ملڻ آيا هئا ۽ جڳهه کي ڪپائي پنهنجي پنهنجي حصي وٺڻ لاءِ ڳالهه چوري مون کي تهائين درد جـي ڏڀڻ ۾ دُٻي هليا ويا. مان پنهنجيءَ آنا جا عضوا پيچي تنبڙو ٿـي جيئڻ لـٿـو چاهيان. مان عزت جي زندگي گذارڻ ٿو چاهيان. ڇا ان ڏس ۾ تون به منهنجي مدد نه ڪندين؟“

(منور ڪنڌ ٻير ڏيندي:) ”هائو پيارا واقعي هڪٻئي جا همدرد آهيون ۽ مون کي سنڌ ڌرتيءَ جي هر لاهي چاڙهي جي ڄاڻ آهي. پر... پر پيارا، هن جڳ ۾ جيئڻ لاءِ ۽ سکي ستابي رهڻ لاءِ روح جي ارڏائي مارڻي پوندي آهي.“

(ايتري ۾ پٽيوالو ڪوڪ ڪڍي اچي ٿو. ۽ منور ڪيس ڪوڪ ماڻڪ جي اڳيان رکڻ جو اشارو ڪري ٿو. پٽيوالو ڪوڪ ماڻڪ جي اڳيان رکي ٻاهر نڪري وڃي ٿو. ۽ منور گفتگوءَ جو سلسلو جوڙيندي وري ڳالهائي ٿو:) ”دوست، ضمير جي سچائي ۽ اصولن جي اوچائي، غربت جي غفا ۾ رهي قائم رکڻ ناممڪن آهي. هت سچائيءَ جي سڪي کي مٽي خارج ڇٽي ڪٽر ۾ اڇلايو ويندو آهي. هن ناهموار معاشري ۾ ذهانت ۽ جهالت ۾ ڪو به فرق نه ڏنو ويندو. هت نوٽن جي وقعت آهي- اصولن ۽ نظرين جو لاش کڻي هلڻ وارن کي هتي رهڻ لاءِ به اڃ ڌرتي به ناهي ملي سگهندي. سموري حياتي آداسيءَ جي آس ۾ سڙڻو پوندو آهي ڪين. تون شاعر آهين، ۽ سڃاڻان ته شاعر ڏاڍا جذباتي ۽ انا پرست هوندا آهن. اوهان وٽ آدرشن جا ته انبار هوندا آهن، پر هن مشيني ماحول ۾ جيئڻ لاءِ اوهان وٽان ساهس گهربو ڪين ليکو آهي. مون ڏي نهار- مان به ته ڪهاڻيڪار آهيان، ٽن مجموعن جو مالڪ- پر جي تو جيان مان به اصولن جي سوريءَ تي لٽڪيل هجان ها، ته هر شهر جا اديب ۽ شاعر مون ڏانهن ايئن ڇڪيا ڪونه اچن ها. شامون ملهائڻ ۽ دعوتون ڪرائڻ لاءِ، اڄ اڳيان پويان ڪين هلن ها- آءٌ تنهنجي اڏو هن قرانڌڙ ڪرسيءَ ۽ جرڪندڙ ٽيبل تي پاس وارو درجو نه ماڻيان ها- آءٌ بظاهر مطمئن ۽ پرسڪون آهيان نه، پر ڪڏهن ڪڏهن هن غرض جي گندي چوديواريءَ ۾ پاڻ کي قيد ٿيل پائيندو آهيان. مون ان موضوع تي گهڻو سوچيو، پر پوءِ جسم جون گهرجون روح جي رڙين تي غالب پونديون ڏسي ماٺ اختيار ڪرڻ مناسب ڄاتم. اڄ منهنجي روح جي اگهاڙپ هنن قيمتي ڪپڙن ۾ لڪي وئي آهي.“

(اوچتو فون جي گهنٽي وڃي ٿي ۽ منور گفتگوءَ کي اتي ڇڏي رسيور کڻي ٿو-- ۽ ماڻڪ کيسي مان بيڙي ۽ ماچيس ڪڍي بيڙي دکائي ٿو. ۽ فون اٽينڊ ڪرڻ بعد منور وري ڳالهائي ٿو:) ”پيارا ماڻڪ، توکي شاد رهڻ لاءِ آدرشن جي چانوري کي ڇڏي تتل رودن تي رلڻو پوندو. غرضن جي غلاضت ۾ پورجڻو پوندو. پنهنجي ذهن ۽ ضمير جي سچائيءَ وارين مٽي خارج سوچن کي اڇلائي ڇڏڻو پوندو. ٻيءَ صورت ۾ تنهنجي حياتي حرام ٿي پوندي ماڻڪ! اڄ وڃي سوچ- گهڻو سوچ ۽ پوءِ هڪ صلاح تي پهچي مون ڏانهن اچ، آءٌ ڪوشش ڪندس ته توکي روزگار سان لڳايان- ماڻڪ، هت هر ماڻهو فريبي آهي. ڪنهن جي به ڪنهن سان سچائي ڪانهي. تون زندگيءَ کي جنهن عينڪ سان ڏسين وائسين پيو نه، ان جا شيشا ڪسي ڪسي ڌندلا ٿي ويا آهن. ۽ ڌنڌ ۾ ته ماڻڪ، ڪا به شئي صاف نظر ناهي ايندي. اسان اديب دنيا کي سمجهڻ جون وڏيون وڏيون دعوائون ڪندا آهيون، پر اصل ۾ دنيا جي

ڪنهن بہ روپ ڪي ڪونہ سڃاڻيون. اسان جذباتي جملا لکي لکي پنهنجين جيون جي
چؤطرف اوپرن اصولن جهڙن ديوَ جيڏيون ديوارون کڙيون ڪري ڇڏيندا آهيون ۽ پوءِ
بکن ۾ کرڙيون هٽي هٽي مري ويندا آهيون. اسان جهڙن اکيون حقيقتن جي سورج آڏو
چنجهيون ٿي وينديون آهن دوست!"

(منور جي هن ريمارڪس تي ماڻڪ بيحد توانائي ٿي وجي ٿو. هو اهو سڀڪجهہ سهڻ
لاءِ بلڪل تيار ڪونهي. هو اهو ٿو چاهي تہ ڪو ڪيس روزگار جو آسرو ڏئي سندس اصولن
جون پٺي اکيون ڪيدي وجهي- هڪو باهہ تي وجي ٿو:) "چئبو تہ تون ادبين کي اولاهين
جو چمڙو ٿو سمجهين. سچائي جو سڏ ورلاٿيندڙن کي تون ڪاهل ۽ پاڳل ٿو سمجهين- تون
پائين ٿو تہ هن ڪوڙجي ڪاڪ محل ۾ ويهي تون سچائيءَ جي اگهاڙي پٺيءَ تي سولتيون
وسائيندين ۽ مان مصلحت جو ماسڪ منهن تي چاڙهي هاهاڪار ڪندو رهندس. ايئن ناهي منور!
هن جڳ ۾ جيئڻ لاءِ هرويرو تو واري هن ڻاٽ ڻانگر جي ضرورت ناهي. تنهنجيءَ ۽ منهنجيءَ
سوچ ۾ اولاهيءَ ۽ سوجهري جيڏو فرق آهي. تون جن پستين کي بلنديون ڪوٺي رهيو
آهين- اهي کاهيون آهن منور! تون جنهن تاريڪيءَ جي تري ۾ ڪريل آهين، اتي پيو رهہ-
چاڪاڻ جو تون اتي مطمئن آهين- پر ايترو پڌي ڇڏ، حقيقتن کان اکيون چورائڻ وارا
ڪڏهن بہ سچائيءَ جو سورج ڏسي ناهن سگهندا- لالچن جا لوڙائو ۽ غرضن جا گهرجائو دولت
جا انبار تہ ويڙهي وٺندا آهن، پر سندن غرض آلوده پلوَ سچائيءَ جي موتين لاءِ هميشه هميشه
لاءِ سکندا رهندا آهن."

(منور جي چهري تي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جا پاوَ ابري اچن ٿا، پر هو پاڻ کي ضابطي
۾ رکي، ماڻڪ جي ڦڪي چهري ۾ گهوري طنز ڀري سرڪ چپن تي آڻي چوي ٿو:) "لڳي ٿو
تون هنن ٽن سالن ۾ اڄان تير بہ نہ بدليو آهين- تو وٽ اڃا بہ ساڳيا ئي ماڻ ماپا آهن
زندگيءَ لاءِ. جڏهن تہ سرشتي ساندي جيان الائجي ڪيترا رنگ مٽائي چڪي آهي. آءٌ توکي
ڪيئن سمجهايان ماڻڪ، تہ تنهنجن اصولن جا وٽ ڪونا ٿي چڪا آهن. لڳي ٿو تہ وٽ
هينئر سواءِ سهڻين سوچن جي پيو ڪي بہ ڪينهي رهيو. نہ اڳتي وڌڻ جو ساهس نہ جيوت کي
جوڙڻ جي چاهنا- آداسين جي انبارن ۾ دٻجندڙ! تون تہ مون کي مٺل ماڻهو لڳي رهيو آهين.
پنهنجي حالت تہ ڏس، جا مان جا ٿي ويو آهين! اکيون ڏرا ڏئي ويون اٿئي. هڙپانيون
نڪري آيون اٿئي. اڃا بہ انا ۽ اصول! اڙي اهي اصول جيئري ئي ماري ڇڏيندءِ- تون
زندهہ درگور آهين، هلندڙ ڦرلدڙ لاش! تو وٽ اڪيلايون آهن- اداسيون آهن- بيو جا اٿئي؟
تو پنهنجي چؤطرف جن هٽ نوڪين اصولن جي ڪاڻ ڪوٺي ڇڏي آهي، اها تنهنجي قبر بڻجي
ويندي ۽ تون ان خوديءَ جي ڪڏ ۾ بي ڪفن پورجي ويندين! تون اصولن کي مفلسيءَ جي
ڪفن ۾ ويڙهي پورڻ ٿو چاهين- پر ياد رک، اهو ڏينهن پري ڪونهي، جڏهن ان نظرياتي

مقام ۾ آخري قبر تنهنجي ئي جڙندي. مائڪ، تون پاڻ بدلاءِ، اها هڪ سٺي دوست جي سٺي صلاح اٿئي، ڦٽي ڇڏ انهن جڙتو قدرن کي، جن توکي سٺي ڪپڙي ۽ سٺي گاڏي لاءِ سڪايو آهي، جن توکي سٺن مائٽن، دوستن مائٽن جي نظرن ۾ ڪيرائي ڇڏيو آهي. هلڪو ڪري ڇڏيو آهي تنهنجي پرسنلٽيءَ کي، (هينئر مائڪ لاءِ وڌيڪ ضبط ڪرڻ مشڪل ٿي پيو ٿو. هو وڌيڪ ٻڌڻ لاءِ پاڻ کي تيار نٿو پائي، سندس اکين ۾ ڪاوڙ ڪَرَ کڻي چڪي آهي. هو جذبات ۾ ڳاڙهو ٿيندي ڪرسيءَ تان اٿي، ٽيبل تي ٻئي هٿ رکي منور کي چتائي ڏسي ٿو ۽ پوءِ چپن تي ڪساري مُرڪ ميڙي چوي ٿو:) "منورا اصول ڪچي مٽيءَ جا رانديڪا ته ناهن، جن کي جيئن چاهجي ٺاهي ڇڏجي. مان انسان آهيان، اصولن ۽ احساسن جو مجموعو، تون مون کي ڌرمي شاستر سمجهي ريشمي وڳن ۾ ويڙهي رکڻ ٿو چاهين؟ اهي آسائشون توکي ليبهه هجن، مان، رڳو جيئڻ لاءِ کائڻ، ۽ اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ پهرڻ ٿو چاهيان. مان ته جيان قيمتي ڪپڙن ۾ قيد ٿيڻ نٿو چاهيان. غرض جي کهنڊنيءَ کي نيڪ ٽاءِ بڻائي ڳلي ۾ ٻڌڻ نٿو چاهيان. مان حالتن جي ڦيرگهير کي توکان وڌيڪ محسوس ڪريان ٿو، پر حالتن جي رسيءَ کي ڳلي ۾ ويڙهي جالبڌهه جي وهٽ جيان ڦري نٿو سگهان. تون ڀل ڦرندو رهه، ۽ عيش ڪندو رهه. عجب ته اهو آهي، ڇو ڪارن ۽ محلاتن جا خواب لهندڙ پر اڄ مون کي روڊن تي رلڻ جا ڏڀ ڏياري رهيو آهي! مان توکي ڀالچو ٿو لڳان ته پنهنجيون اکيون ٻئي طرف ڪري ڇڏ. جي ڀالچي مان پاس ٿي اچي ته پنهنجو قيمتي رومال نڪ تي رکي ڇڏ. مان هليو ٿو وڃان دوست، متان هن ڀالچي جي بدبوءِ ۾ تنهنجو نازڪ دم گهٽجي وڃي." (مائڪ نهايت رنجيده ٿي ٻاهر نڪري وڃي ٿو، ۽ منور ڪيس حيرت مان ڏسندو ئي رهجي وڃي ٿو. ۽ پوءِ ٿڌو ساهه ڀري ٻڌڪي ٿو:) "منهنجو بيوقوف دوست اصولن جي آڳ ۾ جلڻ ٿو چاهي. بي موت مرڻ ٿو چاهي."



محمود مغل

# ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه

اڄ جڏهن پنهنجو پاڻ کان الائي ڇو ڪِرڻ تي ٿيو ته محسوس ٿو ڪيان ته مان اورچائيءَ جي الائي ڪهڙي درجي تي وڃي پهتو آهيان. وجود پور پور ٿي الائي ڪيترن ننڍن ننڍن حصن ۾ تقسيم ٿي ويو آ، اهي حصا جن کي ڳنڍيو به وڃي ته به الائي ڪيترائي خال آيري اچن. پڪ اٿم اهي حصا ڪيتري پاڳي ته هوا جي سخت جهوٽن سان الائي ڪٿي وڃي ڪِرڻا هوندا. وجود جي آنڌي جيتري تيز هوندي آ، اثر به اوترو ئي گهڻو ٿيندو آ.

منهنجو نالو امجد آهي، دنيا ۾ اچڻ سان ئي سخت هٿن جو ڇهاءُ مليو هئم، منهنجو ابو واڍو هو، هميشه ڪهرن هٿن سان دنيا کي پرکڻ جو عادي هوندو هو، ۽ ان ڪري منهنجو ننڍپڻ حد کان وڌيڪ محروميءَ جو شڪار گذريو. ننڍڙي هوندي جڏهن بابا پنهنجي ڏنڌي تان سڄ لٿي ڏاري موٽندو هو ته روز شام جو سڄ لهڻ مهل هن ۽ امان جو جهيڙو ٿيندو هو. مان ۽ منهنجا ننڍڙا ڀاءُ ڀيڻ، گهر ۾ ڪنڊن هيٺان لڪي ويندا هئاسين، ابو روز امان کي خوب گاريون ڏيندو هو، ۽ پوءِ سڄ لٿي کان پوءِ پئسا کڻي الائي ڪيڏانهن ويندو هو. (هاڻي خبر پئي اٿم ته نشو ڪرڻ ويندو هو)، امان اتي ئي ڪنڊ جي ڀائي کي ٽيڪ لڳائي روئندي هئي ۽ اسين سڀ کيس پرچائڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسين. هوءَ روئندي هئي ته اسان کي به روئڻ اچي ويندو هو. ۽ پوءِ سڀ مس مس پاڻ تي قابو پائي هليا ويندا هئاسين. امان رات جي ماني چاڙهيندي هئي ۽ اسان سڀ ڀينگهي ۾ ويهي، ٽم ٽم تارا ڳائيندا هئاسين.

گهر ۾ ڇڙو خاص پئسو هجڻ جي باوجود به امان ڀاءُ ڀيڻ الائي ڪيئن پلجي وڏا ٿياسين. امان امان کي پئسا ته ڏيندي هئي، پر نه ابو پيار ڏيندو هو ۽ نه امان. ابي کي اهان به نشي جو فڪر هوندو هو ۽ امان کي روئڻ کان فرصت نه هوندي هئي. بي-اي ڪرڻ کان پوءِ پڇي ڊڪي هڪ اسڪول ۾ استاد طور مقرر ٿيس ته به امان ڪجهه لمحن لاءِ خوش ٿي وري کيس روئڻ اچي ويو. ذهني صدمن هن جي حالت ڏاڍي خراب ڪئي هئي.

گهرو حالتن جي ڪري منهنجو وجود به الائي ڪيئن ٿي ويو هو. احساس ڪمتريءَ جي ڪري دوستن يارن کان به پري ڀڄندو هئس. طبيعت ۾ اڪيلائي هئم. ايتري قدر جو جڏهن ايم-اي ڪرڻ لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ آيس ته به اڪيلو ئي اڪيلو ڦرندو هئس. پوءِ الائي ڪيئن،

اسان جي ڪلاس جو سڀ ڪان شرير شاگرد الجم منهنجي ويجهو اچي ويو. ڪيس منهنجي محروميءَ چپ چاپ وجود ۾ الائي ڇا نظر اچي ويو، هو منهنجي ڪيڊ ڦرڻ لڳو. هاسٽل ۾ رهندي هو هر لمحي مون کي ڊسٽرب ڪرڻ لڳو.

”او، خدا جا ٻندا، ٻاهر نڪر، ڪجهه گهمي ڦري ڏس، حسن ڪيترو پکڙيل آ، الله جي دنيا ڪيتري نه وسيع آهي.“

۽ پوءِ مون هڪ ٻن دفعن جي انڪار ڪان پوءِ هن سان هلڻ شروع ڪيو. اسان روز شام جو، هاسٽل جي گئلريءَ ۾ ويهي چانهه پيئڻ لڳاسين. پوءِ ملاقاتون وڌيون ۽ منهنجي وجود جو سخت ٿوهر نئين ۽ سائي ٿوهر کي جنم ڏيڻ لڳو. هن مون کي ڏاڍو ٻدلائي ڇڏيو. هاڻي مون کي به وقت ۽ صحيح قدرن جو احساس ٿيڻ لڳو ۽ هڪ شام ته هن ڇڻ مون کي چرڪائي وڌو.

”هي، ڳالهه ٻڌ. هوءَ شيرين آ نه. او اهائي، انگريزن جهڙي مٺي ڇوڪري“ هن ڳالهه ڪئي پر مون کي ته ان ڇوڪريءَ ته ڇا، ڪنهن جي به خبر ڪونه هوندي هئي. مان بيوقوفن جيان هن جو منهن ڏسڻ لڳس.

”اڙي گڏهه، اهائي جيڪا اپرسنڌ مان آهي. ايڊ ڪرڻ آئي آ، ڪڪن وارن واري“. هن مٿي تي هٿ هڻندي مون کي گهوريو.

”ها، ڇا ٿيو ان کي“ مون جان ڇڏائڻ چاهي. مڙئي ڳالهه ختم ڪرڻي هئم.

”ان کي عشق ٿي پيو آ“ هن وڏو ساهه کنيو.

”چڱو ٿيو، پلي ڪري عشق، ٿئي خوار.“ مون ڪنڌ ڦيرائي دريءَ کان ٻاهر ڏٺو.

”پر منهنجي ڳالهه ته پوري ٻڌ“ الجم رڙ ڪئي ”اڄ ته مهي ڪنهن سان ٿيو اٿس!“

”ڇو پڇان“ مون کليو ”منهنجو ڪهڙو ڪم، جو پراڻن عشقن جا قصا، تو والگر رپورٽنگ لاءِ پڇندو وتان.“

”سائين جن جي اطلاع لاءِ عرض ته، توسان عشق ٿيو اٿس.“ هن ڇپولگم زور سان ٻاهر ٿڪي ڇڏيو.

”دماغ ته خراب ڪونه ٿيو اٿئي، اجايو....“ مون ڳالهه ڪٽي ڇڏي.

”مان بلڪل صحيح پيو چوان، اڄڪلهه تون ۽ مان هرهنڌ گڏ هوندا آهيون نه، ته هن جون نظرون رڳو پنهنجي ڪيڊ هونديون آهن، توکي ته خبر آ، مان ته لکهت ۾ انٽرمڊيٽ آهيان، پڇيل آهين تون، سو پڪ توسان...“ هن کلندي ڳالهه ڪري ڇڏي.

”اڙي هل اتان“ مون هن کي ڌڪو ڏئي ٻاهر ڪڍيو ۽ در بڪڙي ليٽي پيس.

”منهنجي ڳالهه تي غور ڪجانءِ.“

هن ويندي ويندي وري دريءَ سان جهاتي پاتي. سان اٿيس تہ پچي ويو، مون کي ڪل اچي وئي.

”چريو، ڪير چولدو تہ اير. ايڊ پيو ڪري، هي تہ ڪو اسڪول اسٽوڊنٽ ٿو لڳي“.

مون پڪيو ۽ ليٽي پيس. ليٽيس تہ وري شيرين ذهن ۾ اچي ويو. هوءَ اسان جي ڪلاس جي سڀ کان حسين ڇوڪري هئي، اهڙ سنڌ جي ڪنهن گرلس اسڪول ۾ ماستياڻي هئي. مون کي اها ڳالهه ڏاڍي عجيب لڳي، هوءَ بيحد حسين هئي ۽ مان پولي ٽائيپ ماڻهو. ’ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي‘ مون پڪيو ۽ پاسو ورائي سمهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.

۽ پئي ڏينهن موڻ يونيورسٽيءَ ۾ شيرين تي غور پئي ڪيو. سڄو ڏينهن هو جيڏيءَ مهل بہ اسان ڏانهن ڏسي رهي هئي تہ الجم مون کي ٽوليٽ پئي هڻين. شام جو جڏهن، اسان هاسٽل ۾ آياسون تہ سڄو وقت هن ويهي مٿو کاڌو هو.

”ڏس امجد، هوءَ عورت آ، پهل تہ پاڻ کي ٿي ڪرٽي پولدي لہ هوءَ ويچاري تو کي ڏسي پئي، اچا ڇا ڪري، هن سان ڳالهاءِ.“

”اڙي بابا، ڇو ڳالهائيان“ مون اکيون پوري پلنگ کي ٽيڪ لڳائي چيڏي هئي. ”خواهہ مخواه، بس. فضول هن سان ڳالهائيندو وتان.“

”هن کي توسان محبت آ امجد. هوءَ...“

”تو وٽ ڪهڙو ثبوت آ تہ هوءَ مون سان محبت ٿي ڪري“ مون ڳالهه ڪٽيماس.

”پيس ماءِ ڊيئر، پيس. عقل استعمال ڪر، تون صفا ڪو پَڊُوش آهين. محبت کي اٿو محسوس ڪري سگهين.“

”ڇڏو منهنجي جان ڇڏ“ مون هن کي دڙيو.

”في الحال ڇڏيان ٿو، پر غور ڪر، سوچ سمجهہ.“ هن ڳالهه بدلائي ڇڏي هئي.

۽ پوءِ الائي ڪيئن مون محسوس ڪري ورتو. ها، هوءَ ڇڻ مون سان محبت ڪندي هجي. هن جو ڏسڻ، اسان کي ڏسي سهيلين سان گڏ مرڪڻ ۽ هڪ ڏينهن تہ هن مون سان ڳالهايو بہ.

”امجد صاحب، توهان وٽ ڊاڪٽر اقبال جن جي ريسرچ ٽيڪنڪ آف ايڊيوڪيشن واري اسائنمنٽ لکيل آ. ٿوري ڏجو تہ.“

ان مهل منهنجو سڄو وجود لرزش ۾ هو. مون ڪجهہ بہ ڪولہ ڪچيو هو. مان ڪري، ڪجهہ ڳالهائڻ کان سواءِ ئي، اسائنمنٽ ڪڍي، هن ڏانهن وڌائي هئم. لرزش جي ڪري، پتو

ڏکيو ٿئي. هن وٺي، مون ڏانهن مرڪي ڏٺو هو ۽ هلي وئي هئي. ۽ ان شام انجم مون کي جٺين سان کنيو هو.

”موڳا، گيدي. مرد آهين يا عورت. ڪيئن نہ هن همت ڪري توسان ڳالهايو. تون اڃان چؤ، خوامخواهہ فضول اجايو.“

هن منهنجا تال ڪيڏيا هئا.

”انجم سان...“ مون ڪجهہ ڪڇڻ چاهيو، هن ڳالهہ ڪٽي هئي.

”ڪجهہ ڪولهي، سان پان. هاڻي پنهنجو وارو آ، اها اسائنمنٽ پلي هوءَ لکي توکي واپس ڪري، تون ڪٿي ٻي لکجانءِ. ٻر ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پاڻ هن کان لوٽس وٺنداسين. ’ڪريڪيولم آف ٽيچرس ايڊيوڪيشن‘ جا، پوءِ ڏسجان مزا.“

”انجم سان...“ مون وري ڪجهہ چوڻ چاهيو هو.

”اڙي هاڻي نهيو. گهٽي ٿي ويٺي. تون رئو پائجانءِ، سان ئي مپ ڪم ڪندس.“

هن کي الائي کهڙي ڪم سان وڻتو هو. ويو تہ مون کي الائي ڇا محسوس ٿيڻ لڳو. مون پڪيو ’شيرين، ڇا سچ پچ سان توکي پسند آهيان‘ ۽ ائين لڳو هئم، ڄڻ هن اقرار ڪري ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو هجي.

ان ڏينهن جڏهن شيرين اسائنمنٽ واپس ڪئي، سان چاهڻ جي باوجود بہ هن سان ڳالهائي نہ سگهيو هئس هن Thank you، مون It's all right چئي پنهنجو پنهنجو رستو ورتو هو. هوءَ اڃان بہ مون کي ڏسندي هئي، منهنجا شڪ وڌڻ لڳا، پڪ ٿيڻ لڳم تہ هوءَ مون ۾ انٽريسٽيڊ آهي. ۽ هڪ شام انجم هن کان ’ڪريڪيولم آف ٽيچرس ايڊيوڪيشن‘ جا لوٽس وٺي، جڏهن منهنجي ڪمري ۾ آيو هو تہ جمالو نچڻ شروع ڪيو هئائين.

”ڏس امجد. نوٽس وٺي آيم خير سان هو جمالو.“ هن ٽپ ڏئي ڪرسيءَ تي ويهندي چيو هو.

”Be a teacher“ مون هن کي گهوريو.

”هاڻي، پاڻ، هڪ ڏينهن اهي لوٽس رکي، پوءِ ان جي ٻئي پنج تي هڪ خط رکنداسين. هوءَ پڙهندي تہ پوءِ تنهنجا ٿيندا وارا نيارا. پاڻ کي گهرجي بہ تہ اهوئي ڪم.“ هن خوش ٿيندي چيو هو.

منهنجي دل چيو تہ روڪيانس. ٻر الائي ڇو روڪي نہ سگهيو مانس ۽ هن خط لکڻ شروع ڪيو. رف لکي، پنو مون ڏانهن اڇلي چيائين ”پڙهي ڏس، ڪيئن آ.“ پڙهيم لکيل هو:

”مس شيرين، توهان ڏانهن منهنجون هي سٽون، منهنجو پهريون عرض آهن. سمجهہ ۾ نٿو اچيم تہ ڇا لکان. توهان جيڪڏهن ناراض نہ ٿيو تہ عرض ڪيان تہ ڇا، منهنجي اڪيلي حياتيءَ ۾ ڪو هٿ منهنجي هٿ کي پڪڙڻ لاءِ تيار آهي. ڇا، سان توهان جي هٿ کي جهلي، زندگيءَ جي شاهراهہ تي اڳتي وڌي ٿو سگهان؟ فقط اوهان جو امجد.

”ٺيڪ آ.“ هن مون ڏانهن ڏسندي مون کان پڇيو.

”الائي. مون کي ڪهڙي خبر، مون کي اڳ ۾ ڇوڪرين ڪي خط لکيا آهن ڇا.“ مون ڪلمندي منهن ڦيري ڇڏيو.

دل اڃان بہ آئل ٻٽل ۾ هئي. اوچتو الائي ڪهڙو خيال اچي ويس، انجم کي چيم ”ان مان نالو ڪٽي ڇڏ.“

”ڇو؟“ هن اچرج مان مون ڏانهن ڏٺو.

”ٻهرينءَ سڀت نالو تہ نہ لکيئس. متان ڪاوڙجي وڃي تہ مان غريب اچي وڃان آزار ۾.“

”ٻوءِ هن کي خبر ڪيئن پوندي. تون بہ وٺ ٻڪو آهين.“ هن ٽوڪ ڪئي.

”اڙي نہ يار، صاف الف ٽا لکي ڇڏيونس. فقط خيرخواهہ الف، اهو ٻهرين سڀت ۾ ٿي اوهان جو وغيره نہ لکبو. منو اٿو لڳي.“

”چڱو ٺيڪ آ.“

هن ويهي خط فيئر ڪرڻ شروع ڪيو هو ۽ مون دل جي ڌڙڪي کي ٻامي ڪرڻ لاءِ ڪمري جي درين ڪان هيٺ ڏٺو هو. دريءَ تي الائي ڪيترا ٽالنداٽا، روشنيءَ جي ڪري اچي ميڙيا هئا، مان هڪ هڪ ڪري انهن کي ڏسڻ لڳس. اٿين لڳم، ڄڻ خود بہ ٽانداٽو هجان.

ٻئي ڏينهن انجم، شيرين ڏانهن نوٽس وڌائيندي، هلڪو مرڪيو هو، مرڪي چيو هئائين: ."Something in side"

”ڇا هي؟“ هوءَ نوٽس کولڻ لڳي هئي، منهنجي سڄي ٻشالي آلي ٿي وئي هئي. هي انجم بہ عجيب هو. ڪلاس جي هر ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ سان مذاق ۽ مستي ڪندو هو. هينئر بہ ڪا مهل هئي.

منهنجي حالت ڏسندي، انجم چيو ”نہ نہ، هينئر نہ ڏس، ٻوءِ ڏسجانءِ.“

”چڱو ڀلا.“ هن فائل بند ڪندي پڇيو ”ڀلا رائيٽنگ تہ سمجهہ ۾ اَئي هُئَو ا.“

”مون کي تہ کولہ آئي، باقي امجد خوب ٻڙهيو ۽ لکيو ٿئي.“

هن ’لکيو‘ تي زور ڏيندي ڳالهہ مون تي ورائي ڇڏي هئي.

”ها، امجد صاحب“ هن وري مون ڏانهن ڪنڌ ڦيريو. مون ڏانهن ڏٺائين تہ الائي ڇا ٿيڻ لڳو هئم.

الائي ڪيئن چئي ڏنم ”ها، بلڪل بلڪل، صفا سمجهہ ۾ اچي وئي.“

”ڇا“ هاٿي انجم پڇيو. مان سڄو ڳڙٻڙائجي ويو هئم.

”رائيٽنگ، رائيٽنگ.“

انجم وڏا وڏا ٽهڪ ڏنا هئا ۽ شيرين صرف مرڪيو هو.

ان وچ واري وقت ۾ حياتي ٻيحد حسين ٿي وئي هئم. مون کي بہ ڪو چاهي ٿو، ڪير مون سان بہ محبت ڪري ٿو سگهي. هي انجم بہ عجيب هو، منهنجو سڄو سارو لمونوٿي

بدلائي ڇڏيو هئائين. هاڻي ته مون کي ڪلڻ، ٽوڪون ڪرڻ ۽ ڏيگ جو فيشن ڪرڻ به اچي ويو هو. حياتيءَ ۾ اهڙا خوشيءَ جا ڏينهن اڳ به ڪونه آيا هئا.

۽ انهن ئي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ شيرين مون ڏانهن جواب لکيو هو. حياتيءَ جي شدتن سان اڪير ان مهل موجود ٿي هئي. ان لفافي کي جهڪو ڊپارٽمنٽ جو هڪ پٽيوالو ڏئي ويو هو، الائي ڪيتري دير نه ئي کوليم. الائي ڇا لکيو هجيس. الائي ڪيئن لکيو هجيس ۽ پوءِ جڏهن همٿون ڪري کوليم ته لکيل هو.

'امجد صاحب سلامت باشد؟

توهان به الائي ڇا سوچيندا هوندا ته ڇو خط لکيو اٿم. ان ڪري ئي پاڻ نه ڏيڻ آيس، پٽيوالي هٿان موڪليان پئي. اصل ۾ توهان کي شايد خبر هجي الائي نه. انجم صاحب مون ڏانهن ڪجهه لکيو هو. مان ڪين سنئون سڌو نه ڇئي ٿي سگهان ۽ نه لکي. توهان جي معرفت ڪجهه لکان پئي، ڪين عرض ڪجو مون کي سندن سات قبول آ، مان ...."

ان کان وڌيڪ پڙهڻ جي مون ۾ همت ڪانه هئي.

انجم ... مان ... شيرين ۽ ....

ته امجد، هي تو ڇا ڪيو. ڇو پنهنجو پاڻ کسي ڏکيو ڪيئي. ڇو ڪنهن سان محبت ڪئي هئي. توکي خبر به هئي ته انجم توکان اسمارٽ ۽ ڪلمڪ گهڻو آ، هو هر ڇوڪريءَ سان ڪچهري ڪري سگهندو آ. هن ته شيرين سان به ڳالهايو ٻولهايو هوندو، تو ڪيئن ٿي شيرين کي پاڻ ڏانهن مائل سمجهيو. جڏهن ته تون خود به ڪم همت ۽ بزدل هئين.

پنهنجو منهن به ڪڏهن آئيني ۾ ڏٺو هيئي. ڪارو ٺوٺ ۽ ڪٽي هوءَ انگريزن جهڙي حسين! توکي زمين ۽ آسمان جو فرق ڏسڻ گهرجي ها.

دل پڪي ته ڇڻ حياتيءَ جو پورو وايومنڊل ذرڙن ۾ ٽڙي پکڙجي ويو. ان ڏينهن کان پوءِ مان آتان هليو آيس. نه انجم کي ڪجهه ٻڌايم ۽ نه ڪيس شيرين جو خط ڏنم. الائي ڇو مان سيلفش ٿي ويو هئس.

۽ اڄ جڏهن مان اهولي سيڪنڊري استاد آهيان. پنهنجي اڳوڻي جڳهه کان بدلي ڪرائي، هڪ اهڙي هنڌ اچي رهيو آهيان، جتي جي ڪائنات بيحد سادي ۽ شهري ڪٽ کان صاف آهي. منهنجو وجود اڄ به محرومين جو شڪار آ. مون اڄ تائين شادي ڪانه ڪئي آ، الائي ڇو مون کي انتظار آهي شيرين جو. هوءَ ته منهنجي باري ۾ سوچيندي به ڪونه هوندي، انجم به الائي ڇا مون کي ليکيندو هوندو. ٻڌائڻ کان سواءِ جو موٽي آيو هئو سانس. مان الائي ڇو اڄ به شيرين جو منتظر آهيان. الائي ڇو. اي ڪاش. هوءَ هڪ ڀيرو موٽي اچي. سوڻ وٽ اچي. صرف هڪ ڀيرو، پر هوءَ موڻ وٽان وٺي ئي ڪڏهن هئي.

(٢)

مان جڏهن بہ آئيني ۾ پنهنجو پاڻ کي ڏسندو آهيان تہ الائي ڇو فخر جو پرپور احساس ٿيندو اٿم. مان مردانہ سونهن جو مڪمل شاهڪار آهيان. سيني دوستن ۾ حد کان وڌيڪ اسمارٽ ۽ هئنڊسم مشهور آهيان ۽ پنهنجي پاڻ تي حد کان وڌيڪ اعتماد ئي منهنجي ذات جو اهم جزو آ. ڪڏهن امان چوندي آ "جڏهن تون ڄائو هئين تہ تہ مون تنهنجو نالو انجم رکيو، ڇو بس ڇوڪري هئين، ان نالي تي سڀ ايترو تہ کليا جو بس ڪينهي."

حالانڪ منهنجو نالو زناني ٽائيپ جو آ. پر مان هڪ مڪمل مرد آهيان. ننڍڙي هوندي کان ئي سک ۾ پليل آهيان. ڪابہ پريشاني ڪڏهن بہ پيش نہ آيم. هميشه شرارتن ۾ اڳ اڳرو هوندو هئس. ننڍ پڻ جواني ۽ پوءِ هي وقت، جڏهن مان پن پارن جو پيءُ آهيان، هي سڄي عمر کل مسخريءَ ۾ گذري اٿم. لٿو ڄاڻان ڪڏهن ڪو ڏک بہ ٿيو هجيم. منهنجا دوست بہ منهنجي ئي فطرت جا هوندا آهن، شوخ ۽ شرير. ان مان اهو مطلب صفا ڪونهي تہ مان سنجيده ماڻهن سان دوستي نہ ڪري ڄاڻان. ڪيترائي سنجيده دوست ڪيا هئم، انهن سيني ۾ امجد حد کان وڌيڪ سنجيده ڇوڪرو هو، اسان ٻنهي جي دوستي ايم. ايڊ ۾ ٿي هئي. هو منهنجي طبيعت جي بلڪل ابتڙ هو، سنجيده، متين ۽ گهٽ ڪلڻو. مان سيني ڪلاسين ۾ مشهور هئس ۽ هو هرهنڌ گمنام. سندس اکيون اداسيءَ جي ڪري بيحد پرپور هونديون هيون ۽ پوءِ هڪ ڏينهن الائي ڇو هو منهنجي ذهن ۾ گهڙي آيو. اسان ٻئي ڪلاس جا ذهين ترين شاگرد هئاسين- ڪجهہ ڏينهن تہ مان هن جي سنگت ۾ بور ٿيس پر پوءِ اسان الائي ڪيئن هڪٻئي جي حد کان وڌيڪ ويجهو اچي وياسين.

هاڻي مون کي هن جي صحبت ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. هو ماڻهو بہ دلبر هو، سڄو وقت هن سان شام جو گئلريءَ ۾ چانهن پيئندي، رات جو ڪمري ۾ رڪارڊ ٻڌندي، مان هن جو مٿو کائيندو هئس، هو مان ڪري ٻڌندو هو ۽ ٻڌي صرف مرڪندو هو. سندس ۽ منهنجي دوستي بيحد پڪي ٿي ويئي. سڄو ڏينهن اسان ٻئي گڏ هوندا هئاسين ۽ هڪ ڏينهن منهنجي مڱينديءَ نگهت مون کي ٻڌايو "اها شيرين آ. اهر سڌ واري."

"هوائين" مون هن ڏانهن ڏٺو "ڇا ٿيو هن کي."

"اها، توهان واري دوست سان محبت ٿي ڪري." هن معنيٰ خيز نگاهن سان ڏٺو.

"ڪنهن سان!"

"امجد سان".

هن مرڪيو. نگهت ۽ منهنجي مڱٽي جي ڪنهن کي بہ خبر ڪونہ هئي. امجد کي بہ نہ، ڇاڪاڻ جو امان کي سختيءَ سان گهر وارن منع ڪئي هئي. بس شاديءَ ۾ ڪجهہ مهينن جي ئي دير هئي، ۽ پيو تہ امان پاڻ ۾ اهو واعدو بہ ڪيو هو تہ ڪلاس جي ڪنهن بہ شاگرد کي ان ڳالهہ جي خبر نہ پوندي.

مون اھا ڳالھ ھڪدم اسجد سان وچي ڪئي، پر ھن مون کي کو ب. مُنھن ڪونہ ڏنو. ھو احساس ڪمتريءَ جو حد کان وڌيڪ شڪار ھو. مان جيئن ھن سان ھڪ ڳالھ ڪيان، ھو لنوائي، بي ڪري ڇڏي. ڪيس حد کان وڌيڪ احساس سندس شڪل جو ھو. ھو اھڙو خراب بہ ڪونہ ھو، بس رڳو سانورو ھو ۽ شيرين بيحد حسين.

مان سچي ڪلاس ۾ سيني سان ڦيري ھوندو ھوس ۽ امجد صرف مون سان. مون کي لڳو ٿي تہ سندس ان خاموش رھڻ واري عادت ئي شيرين کي موھيو ھو. ھڪ ڏينھن سچ پچ مون کي بيحد حيرت ٿي، جڏھن شيرين ھن کان لوٽس گھريا. منھنجا شڪ يقين ۾ تبديل ٿي ويا ۽ ۽ ان شام مون امجد کي قائل ڪري ورتو. منھنجي دل چوندي ھئي ھو ائين آداس آداس نہ رھي. ڪنھن جو پيار سندس الھن محروميين کي ختم ڪري. ان شام ھو لڳو بہ عجيب ھئيءَ ڪم سم، سوچن ۾ وچايل. مون ڪيس شيرين سان وڌيڪ ڳالھائڻ لاءِ چيو تہ ھن انڪار ڪري ڇڏيو. ڪيس جھڪڻ گوارا نہ ھو ۽ مون کي ئي شيرين کان لوٽس گھرڻا پيا.

ان ڏينھن جڏھن لئب ۾ شيرين آئي تہ مان اڪيلو ھئس، ان ڏينھن امجد ڪونہ آيو ھو. مون محسوس ڪيو. ھن مون کي ڪجھ چوڻ ٿي چاھيو. مون ئي ڳالھ جي ابتدا ڪئي.

”اڄ انڊوانس ليڪچر سمجھ ۾ آيو.“

”نہ، الائي سر ڇا پئي چيو“ ھن رئي جي ڪُنڊ آڱر کي ويڙھي.

”چيو، سمجھ ۾ ڇو ڪونہ آيو َ“ مون ڳالھ کي اڳتي وڌايو، لئب ان مھل اتفاقاً خالي ھئي.

”بس“ ھوءَ ڪنڌ جھڪائي بيٺي رھي. دل ۾ آيم تہ چوانس، جنھن جي ڪري مون سان گڏ بيٺي آھين، سو اڄ ڪونہ آيو آھي. پر چئي نہ سگھيم، صرف ايترو چيومانس ”مون کي نيچرس ايڊيوڪيشن جا نوٽس تہ ڏجو، ڪجھ نقل ڪرڻا آھن.“

”حاضر.“

ھن ڪائون ۾ ويڙھيل فائل کيدي، لوٽس ڪلپ آنوٽ ڪري مون کي ڏنا.

”مھرباني. سڀاڻ پرينھن واپس ملي ويندو َ“ مون ھن ڏانھن ڏٺو. ھوءَ اڄان بہ عجيب نظرن سان ڏسي رھي ھئي. مان ان مھل الائي چو گڙ بڙائجي ويم. ماٺ ڪري لئب مان لڪري تہ آيس پر ساھ کي چڻ مولجھ وٺي وئي ھجيس.

ان شام جڏھن مون ۽ امجد ھن لاءِ خط لکيو ھو تہ آخري لفظن تي ڳالھائيندي، امجد الائي چو ڪنڌ ڦيرائي ڇڏيو ھو. مون کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ھئي، ھوڏانھن ھوءَ لخرا پئي ڏيکاري، ھيڏانھن ھي نواب. ان شام اسان ڪافي گوڙ ڪيو ھو. ان ڏينھن مون امجد کي اڪيلو ويھڻ نہ ڏنو ھو، خط فيئر ڪرڻ کان پوءِ اسان خوب گھميا ھئاسين.

پٺي ڏينهن جڏهن سون شيرين ڏانهن فائل وڃائيندي "Something inside" چيو هو ته امجد سچو پکھرجي ويو هو. سوچيم هاڻي ته شيرين پڪ سمجهندي ته خط کنهن لکيو آ. اها شام امجد ايترو ته اڻ تڻ ۾ هو جو ڪيس ڪنهن پل به قرار نه پئي آيو.

"او گيدي، خط به مان لکان، ڏيان به مان، ولان، پنان، محنتون به مان ڪيان. تون رڳو پريشان ٿي، ڦيريون پائيندو رهه. سون هن تي توڪ ڪئي.

"اها ڳالهه ناهي انجم. سوچيان پيو ته ڇا مان واقعي ان لائق آهيان ته هوءَ مون سان پيار ڪري. ڏس نه..."

"خدا جا بندا، تون وڃي ڪنهن ٻيري ۾ ويهي ٽڪيٽ لڳراءِ. ڏاڍو ڪمائيندين."

هن ڪي چپارا ڏنا هئم. مارڻ آيو ته ڪمري مان ٺي لڪري آيو ماس. ڪجهه ڏينهن ته سندس حياتي اهڙي حسين ٿي ويئي، جو بس نه. هو هر لمحي مرڪندو هو، مون سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي محبت جي فلسفي تي ڳالهائيندو هو.

پر هڪ شام هو الائي ڇو هليو ويو، ڪمرو ڇڏي. مان ان ڏينهن يونيورسٽيءَ نه ويو هئم، شام جو روم تي ويو ماس ته هو وڃي چڪو هو، الاءِ ڪيڏانهن. مون هن کي ڏاڍو ڳوليو. پٺي ڏينهن شيرين ملي ته هن کان پڇيو ماس "توهان امجد کي ڪجهه چيو ته ڪونه" سوچ آيم، متان شيرين ڪجهه چيو هجيس ۽ ڏک ٿيو هجيس. هو، هئو به اهڙو ذري ذري تي سوچڻ وارو.

"نه، مون ته ڪجهه ڪونه چيو ماس" هن انڪار ڪيو.

دل ۾ آيو ته پڇانس، هن کي توهان جواب ته ڪونه لکيو، پر سوچيم ان سان امجد تي ذاتي اثر پوندو، ان ڪري ماٺ رهيس.

"پر ڇو، توهان ڇا ڇو پيا ڪيو؟" هن حيرانيءَ مان پڇيو.

"دراصل امجد ڪالهه کان روم ڇڏي، الاءِ ڪيڏانهن هليو ويو."

سوچيم، پڌي بيحد ڏڪاري ٿيندي. مون کان وَرَ وَرَ ڪري هن جو پڇندي، پر هن ته صرف ايترو چيو "تعجب آ" ۽ هلي ويئي.

مون کي ڏاڍي حيرت ٿي، سوچيم 'چڱو ٿيو امجد جواب وٺي نه ويو.'

مون کي شيرين سان سخت نفرت ٿيڻ لڳي. اکين جو جادو به هلائين ۽ لمحن ۾ وساري به ويهن. ان ڏينهن کان پوءِ مون هن سان ڪڏهن به ڪونه ڳالهايو. هوءَ ته هميشه کان گهٽ ڳالهائيندڙ هئي.

هاڻي، جڏهن مان پنهنجي پراڻي زماني کي ياد ڪندو آهيان ته سچ پچ امجد مون کي بيحد ياد ايندو آ. هو چريو انسان، الاءِ ڪٿي هوندو. گهٽ ۾ گهٽ موڪلائي ته وڃي ها. جيڪڏهن پڌائي وڃي ها ته مان ۽ لکهت ائين هن کان سواءِ ته نه پرڻجون ها.

هي حياتيءَ جو فلسفو به ڪيترو نه عجيب آ. جدايون، قربتون، محبتون، عذاب ۽ الائي ڇا ڇا. خاص طور تي اسين ڇوڪريون ته دل جي هٿان مجبور ٿي الائي ڪهڙيون ڪهڙيون غلطيون ڪري ويهنديون آهيون. هونءَ به ڇولدا آهن ته محبت ڪڏهن به ڪنهن کي هوش ۾ نه ڇڏيو آ.

اڳ جڏهن به ڪو ائين چولدو هو ته مون کي ڏاڍي کل اينڌي هئي. ڀلا ائين به ڪڏهن ٿيو آ ته ڇگو سوچارو ماڻهو محبت جي ڪري پنهنجا هوش ئي وڃائي ويهي.

مان پنهنجي خاندان جي سڀ کان حسين ڇوڪري آهيان. ننڍي هوندي کان ئي لاڏلي، ضدي ۽ الائي ڇا ڇا هئس. ان ضد جي ڪري، منهنجي طبيعت ۾ الائي ڇو خاموشيون رچي ويون آهن ۽ ڏسڻ وارا ائين سمجهندا آهن ته ڄڻ مان پنهنجي حسن تي مغرور آهيان.

منهنجي اندر جو هڪ احساس هو، من ۾ ڪجهه آئيڊيل هئو. سوچيو هئم جيون ساٿي هيڻن هوندو، هوڻن هوندو ۽ انڪري ايم.اي ڪري اسڪول ٽيچر ٿيس، پر شادي نه ڪيم. مان انتها درجي جي آئيڊيلسٽڪ آهيان. اڄ تائين امان ويچاري، بابي جي مرڻ کان پوءِ منهنجو واحد عزيز هئي. سمجهائي سمجهائي ٿڪجي پولدي هئي.

”ڏس شيرين، زندگي الائي ڪيتري؟ ڏکهي ڪين ٿوري. پر پٽ، ائين ته نه ڪبو آ، جيئن تون ٿي ڪرين.“

”ڏس نه امان...“ مان هن جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي وري شروع ٿي ويندي هئس، ساڳين پراڻن قصن ۾.

زندگي ڳولا ۾ ورتل هئي، جستجو هئم، آئيڊيل جي. محبت ڪرڻ جو حق ۽ ڪرائڻ جو حق صرف آئيڊيل کي ئي هوندو آ، ۽ پوءِ مون پنهنجي خوابن جو تعبير ڪندي، دل ۾ چيو، دنيا کي رڙيون ڪري چوان ڪير چولدو آ، ته آئيڊيل جو ڪو وجود ڪونهي.

مان جڏهن ايم.ايڊ جا ڪلاس اٽينڊ ڪرڻ آيم ته هر طرف هڪ چوپول مچي ويو، منهنجي سونهن جو، مان سڀني ۾ حسين هئم، اهو احساس مون کي اپاري ويو.

مان سيمسٽر شروع ٿيڻ تي وئي هئس. ڪافي ڪم مون کان اڳ ۾ ئي ٿي چڪو هو. ٻه ٽين ڏينهن ئي جڏهن ڪلاس ۾ داخل ٿيس ته هر ڪنهن جون نظرون مون تي کُپجي ويون هيون. مون فخر سان سڀني کي لنوائي ڪنڊ واري سيٽ منتخب ڪئي هئي، ۽ ان مهل سون ڏٺو، هڪ بيحد سانورو شخص، هڪ ڪرسيءَ جي ٻانهن تي ويٺو، ڪرسيءَ تي ويٺل سان ڳالهائي رهيو هو. هن پنهي مون ڏانهن ڏسڻ به گوارا نه ڪيو هو. منهنجي دل کي ڄڻ ڌڪو لڳو هجي. اوچتو ڪنهن ڪرسيءَ تي ويٺل شخص کي سڏيو.

”انجم.“

"هون" هن سڙي ڏنو، "ڇا هي؟" هن ڳالهائڻ واري کي مخاطب ٿيندي چيو ۽ مان ڇرڪجي ويم.

هي ته اس اس اهوئي هو، خوابن جو شهزادو. اهوئي ڳورو، اسمارٽ، ڪلمک، سهڻو، براڻون ڪلر جا وار. هو ڳالهائيندو رهيو ۽ مان ڏسندي رهيمانس. ايڏو حسين جهڙي ڇوڪري.

۽ پوءِ جيئن اسان جو سيمسٽر هلندو ويو، اسين پاڻ ۾ گهرا ٿيندا وياسين. هو، هر ڪنهن سان شرارتون ڪندو هو. مون سان بہ. ۽ مان هميشه چپ چاپ هن جون سڀ مذاقون برداشت ڪندي هئس. هو ۽ امجد ڪلاس جا سڀ کان هوشيار ڇوڪرا هوندا هئا. مون سان لڳهت امجد جي ذهانت جون ڏاڍيون تعريفون ڪندي هئي.

مان هاڻي الائي ڪيئن ٿي وئي هئس. سڄي عمر ڪنهن کي اک کڻي بہ ڏٺو، هاڻ هنن ٻنهي ڏانهن ڏسندي هئس. هو ٻئي هوندا بہ ته هر هنڌ گڏ هئا. امجد هميشہ رزرو ۽ انجم اهوئي شرارتي. هنن جي جوڙي سچ پچ عجيب هئي. منهنجي دل چوندي هئي ته مان انجم سان ڳالهايان، هو صرف مون سان مذاق ڪري، ڪلاس جي ڪنهن ڇوڪريءَ سان نہ ٿئي.

هڪ ڏينهن مون امجد کي پاڻ ڏانهن ڏسندي محسوس ڪيو، مان جيڏي مهل بہ انجم کي ڏسڻ لاءِ هنن ڏانهن ڏسان، انجم هن کي نوٽ ڪيو هئي پيو ۽ هو مون کي ڏسڻ پيو لڳي.

مون کي ڏاڍي حيرت ٿي. دل ۾ چڻ واچوڙا اٿيا. ٿي سگهي ٿو ته ڪيس مون سان محبت هجي ۽ امجد کي رازدان بنايو هجيس. ان ڏينهن مون ان ڳالهہ کي جانچڻ لاءِ امجد کان نوٽس گهريا. هو ويچارو ايڏو تہ ڪنفيوزڊ هو جو اکر بہ ڪونہ ڳالهائين ۽ نوٽس ڏئي چپ چاپ هليو ويو. مون کي هن جي حال تي ڏاڍي کل آئي. صفا شريف ۽ بي ضرر انسان هو.

نوٽس موٽايم تہ بہ چپ چاپ وٺي رکي ڇڏيائين. سوچيم، 'هن سان انجم جي مسئلي تي ڪيئن ڳالهايان.'

هڪ ڏينهن انجم پاڻ مون سان لان ۾ مليو. اهي لمحا منهنجي حياتيءَ جو سرمايو ها، هن جي قربت هئي تہ دل لوڏن ۾ هئي. الائي ڇا چوي، پر هو بہ ماٺ ڪري نوٽس گهري هليو ويو. مون کي پڪ هئي تہ هو ڪجهہ ڳالهائيندو، پر هن تہ ڪجهہ ڪونہ ڪڇيو.

۽ آخر هڪ ڏينهن منهنجين عبادتن رنگ لاتو. ان ڏينهن هن نوٽس ڏيندي چيو؛

"Somethinge Inside"

ان هڪ جملي منهنجي ڪائنات ئي ڦيري وڌي ۽ ويتر هن جو چوڻ تہ گهر وڃي کولجو. گهر وڃي کوليم تہ چڻ دنيا جو خزانو هٿ اچي ويو هجيم. هن اقرار ڪيو هو مون سان محبت جو. مون کي الائي ڇا ٿيڻ لڳو. دل چڻ ٽپ ٻئي ڏنا. آئيڊيل ملڻ وڃي تہ پيو ڇا گهرجي.

مان هن کان شرمائڻ لڳس. هن سان سنئون سڌو نه ٿي ڳالهائي سگهيس، انڪري خط جو جواب امجد ذريعي موڪليم.

ان کان ٽي ڏينهن انجم بيحد پريشان مون وٽ آيو.

”توهان امجد کي ڪجهه چيو ته ڪونه.“ سوچيم، الائي ڇا ٿو ٻڌڻ چاهي. مرد شڪي فطرت جا هوندا آهن، الائي هن جي ڪهڙي مراد آ.

”نه بلڪل نه.“ مون صاف انڪار ڪيو.

”هو، رات ڪمرو ڇڏي هليو ويو.“ هو مون ڏانهن غور سان ڏسي رهيو هو.

دل چيو ته ٻڌايانس، توهان کي منهنجو جواب ڪونه پهچايائين ڇا. پر هن کي ڪٿي ڪو شڪ ته ڪونه پيو هو، ڪٿي هو امجد جي باري ۾ منهنجو تاثر ته نه پيو جاڻڻ گهري. دل چيو چوانس ’مون کي امجد جو ڪو به فڪر ڪونهي، صرف تون هجِ.‘

بس ايترو چيم، ”تعجب آ.“

انجم حيرت مان مون ڏانهن ڏٺو، ڪجهه به نه ڪڇيائين. مان به هن کي خاموش ڏسي هلي آيس.

ان ڏينهن کان پوءِ انجم مون کان پري پري رهڻ لڳو. هن مون سان پوءِ ڪڏهن به ڪونه ڳالهايو. مان اڳ به چپ هئس، هاڻ به. ۽ پوءِ هڪ ڏينهن انهيءَ ڳالهه جي سڄي ڪلاس کي خبر پئجي وئي ته هو ۽ نگهت مڱيل هئا. مان ان ڏينهن کان وٺي هن ڏانهن ڏسڻ ڇڏيو ۽ اڄ مان وري ساڳي جڳهه تي آهيان، پنهنجي گهر ۾ اڪيلي، اداس.

منهنجي امڙ، منهنجي ضد اڳيان هميشه جيان هارائي زمين اندر هلي وئي. ها، هاڻي مون کي يقين آ، محبت انسان جا هوش حواس ختم ڪيو ڇڏي. پر ان کان وڌيڪ يقين ته ان ڳالهه جو آ ته آئيڊيل جو وجود ته هوندو آ، پر ان جي پنهنجائپ جي پڪ نه هوندي آ، ۽ مان شيرين، پنهنجي تمام تر حسن ۽ خاموشين سميت اڄ به پنڌ پڻ لڳي پئي آهيان.

هاڻي به هٿ مون لاءِ وڌندا آهن، پر مون پنهنجي وجود جي درن کي قلف هڻي، ڪنجيءَ کي انسدائون پل ۾ لوڙهي ڇڏيو آ.

ها، اڄ به ڪڏهن سوچيندي آهيان ته هن جو مڱڻو ٿيل هو ته پوءِ هن مون سان محبت ڇو ڪئي، مون کي خط ڇو لکيو.

---

روشن علي ٽنيو

# آکهه سوڏو گم

دَرُوُ ٽَتَل لوهه جيان ٻَري ڳوٺ موٽيو هو. پٺيان رمون ٻه لڳو هومس، سُڄون ٽائين، من ئي من ۾ ٻغليون هڻي.

هاڙهه جا ڏينهن هئا، سج لراڙ مٿان ٽامڻي هنيون بيٺو هو، لُڪَ، ڪانئونِ جون اکيون پئي ڪڍيون.

پنهي جو اڄ به ريج تان ڪنٽراڪٽ تي ڳذريو هو. ڪارڪند سان ڳڏ، هڪٻئي ڪي هڪلون ڏئي، حملا به ڪري ورتا هئائون.

اڄ رمونءَ جي ٽيڙائي، وڌيل ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. سندرو ٻڌيو بيٺو هو جهيڙي تي، هٿ ۾ اچي ڪهاڙي ڪنيو، ور ۾ ڪارتوسي طمنچو هنيون.

اينهءَ ئي، سدا واهه جي وهنڙ پاڻيءَ سان ٻه ٻُڪ پري، سي، ٻڙٻڙايو- هئائين، ”پلاڙي، وائڙيءَ جا قَرَ، جي لڳئي ته اڄ، آڪهه سوڏو ڪر آن“، پوءِ سندس آوهالدو لٽي، پنهنجو پئي ڇڏيو هئائين.

پنهي جا لمبر سيڻئن برابر هئا، دروءَ جو آوهالدو اڪٻ تي هو جنهن جي ڪلنڊي، رمونءَ جو رُيَج واهه ۾ موٽي پولدو هو.

درو پنهنجو آوهالدو به هميشه، ڪليو رکڻ جي ڪندو هو، جنهن تي ڏهاڙي پنهي جا ڏلدڪ ٽيندا ئي رهندا هئا.

رمون مٽل شاهه جو ڪڙمي ۽ درو ميٺ رحيمداد جو دادلو هو. دروءَ ڪسي جيئن ته پٽ ِ هئي، ان ڪري رمونءَ جو سائس آهڙَٺُ ائين لڳندو هو جيئن جبل سامهون مٿو. دروءَ جي هڪل هيانءُ ڪائي ڇڏيندي هيس، پاسيرو ٿي وڃي پري بيهندو هو ۽ اتان بيٺو رڳو ڪٽي جيان پڇيون ڏيندو هو.

ڪئي پيرا دروءَ پنڪو لاهي پادر به هئي ڪڍيا هيس. مگر اڄ؟...... اڄ ڳالهه ئي لوالي پئي ڏئي. اڄ رسون پڪ ڪنهن جهرڪيءَ ڪان پولبو جهلي آيو هو، جو اصل وٺ ئي نه پئي ڏائين.

درو جيئن ئي آيو هو تيئن هڪل ڪئي هئائينس "خبردار، وائڙا، مٿان واهه ۾ گهڙيو آهين، ليٽيو پيو هوندين".

۾ دروءَ پيڊي اٿڻ ڪري، آوهاندي ڪولڻ جي ڪئي هئي. رمونءَ اڳيرو ٿي ٻي هڪل ڪئي هيس "اڙي ٻڌين ٿو بي غيرتا......" دروءَ ڪن ڪيا هئا، لفظ "بي غيرتا" ٻُت ۾ باهه لڳائي ڇڏي هيس.

"ڇا ٿو چئين ڙي سان بي غيرتو هان؟" هن خار ۾ ڀرجي رمونءَ تي حملهءَ ڪئي هئي.

"تڏهن ڇا هين؟ گهر جو سماءُ لڌو ٿي، وڳو مون مٿان شينهن ٿيو پيئو آن، نامراد!"

رمونءَ طمنچو ڪيڏي هٿ ۾ جهليو هو، درو ڏٻلو هو، هو ڪوڏر سان رمونءَ تي، حملي آور هو.

"حرام ٿي مري ويندين" رمونءَ چتايو هوس.

"حرام جا پٽ، اڄ تنهنجو رت پيءِ، گهوٽ موٽندم" دروءَ ڏڪندي پنهنجي رمون تي موتمار آلر ڪئي هئي.

رمون سستي لڪائي پيو هو ۽ جلدئي ٻاڻ سنڀالي، لبلبيءَ تي آگر رکي نالي دروءَ جي سيني برابر تاڻي، چئي ڏلو هو "ماءُ جو رت پيتو ٿئي، جا جوٺهي ڪئي، سچو ڏينهن پنهونءَ سان سلهاڙيون ويٺي آهي."

رمونءَ جي تنگن ۾ ڏڪڻي هئي ۽ دروءَ جا ٽاڪ ٽڪري ويا هئا. جيئن رمونءَ ترار هٿي ويڙي ۾ آڏ ڪري ڇڏيو هجيس. وڏيل وڪون ڏانئوڻجي پيئون هيس. ڪا گهڙي بيهي رمون ڪي تڪيندو رهيو هو، پوءِ ڏلد ڪرتي گهوٽ موٽيو هو تتل لوهه جيان ٻري، تڪڙو ائين، جيئن ڪنهن چيٽ واريءَ ريل تي چڙهيو هجيس.

رمون سڌو متل شاهه جي اوتاري تي آيو هو ۽ اچي چيو هئائينس "قبلا، هوءَ ٻني هوتون، مون ڪان ڳالهه چڙهي وئي. چواءِ تون، ائين قلم ۾ ڏئي ڪا مهميز ڏهار يا چڏ تو ڪيالس پورو ٿو تون!؟

"تون ته ويٺو آهين سچو ڏينهن مسيت ۾........"

متل شاهه، ويچارو ٻجهي ٽپيءَ ۾ ٻجهي ويو هو. ٿڌو ساهه ڀري وراڻيو هئائين "ڪهڙي مهميز ڏياري سگهنداسولئس، اسين، مسڪين فقير، ڏسين ٿو آهي ڪو عدل، انصاف؟ پاڻهي هڪ ڏينهن وڃي نيٽ لوڙيندو، تون صبر ڪر بابا......"

۽ رمون لفظ نيٽ وات تي رکي آسالڪ موٽي پيو هو ۽ اچي سيٺ رحيمداد جي بنگلي تي پهتو هو، جت ٺاٺيدار صاحب جي ٺٺ سان دعوت هلي رهي هئي.

ٿورا ڏينهن ٿيا هئا رمون ۽ ڪي سيٺ جي بنگلي ۾ ايندي ويندي، نه ته رمون ۽ سيٺ ائين لڳندا هئا جيئن ڪتو ۽ فقير.

رمون سيٺ کي ”بدمعاش“ کان سواءِ سڏيندو ئي نه هو. جتي به ڪو سيٺ جو سچو نالو وٺندو هو آتي ان کي روڪي چڙيندو هو ”خبردار، مون اڳيان رحيمداد نه، رحمون ڪابي چولدو ڪر.“

پوءِ وضاحت ڪري چڙيندو هو ”اهو تنهن اصلي نالو، ڇاڪاڻ ته سڄاڻاس، جڏهن پيٽ جي ڀاڻيجي هيٺ ويهي واڳڻ بصر وڪڻندو هو، پڪوڙا تري اسان ڀارا معصومڙا ٺڳيندو هو. اڄا سوڌو منهنجا سڄا سارا چار آنا هڙپ ڪيون ويٺو آهي.“

سچون تائي لاپرواهه ٿي ٻيهندو هو ”پٽ ته ڏسوس، هيس ڪو ٽوٽي ورو هٿ! ڪنهن به پيڙهيءَ ۾؟

پڙندا سو آهيون ته ڏاڏهنس ڏاله ڻي اچي ڏوهتي ڪپائي هئي. اڄ، چڱو مڙس ٿو چوائي پاڻ کي......“

حيرت جو نشانو ٿي ويندو هو ”بس ير ڪابيون به ٿيون ڪاسڻ خان سڏائين! پالو لڳي ٻڙي ميان کي، جنهن سمڙي کي ماڻهن جهڙو ڪري اسان کي آزار ۾ ڏئي ڇڏيو.“

سيٺ جي طرفدارن سان وڙهڻ جهڙو ٿي پولدو هو ”اڙي ڇا ڏنو ٿئو هن ۾ جو ڪٽي سمبر ٻڌايو ٿوس، رڳو هُش تي خوش.“

ٽوڪ ٻڌي چوندو هو ”پلوءِ اڳاڙيندو، رشوتين سان وڙهي عدل آڻيندو، هي ته ابا، الهن جو به ڏاڏو نڪري پيو، اصل ميرا ڏوئي رکيا اٿائين سيني جا، فيصلي جي خبر به ڪانه ٿي پئيس، چور ريل ۾ پاڳيو جيل ۾. جنهن جي ڳنڍيءَ ۾ ڏسي تو داڻا، تنهن جا ڪيڏي وٺي تو ڏاڻا. اسان جي دشمن رشوتين سان جوڙ لڳو پيو آهي. غريب ٿري، سندن ڳيدا پري، پاڻ به ان چوڳي سان ويٺو موجون ڪري. ڪنڌ جي ڊيپو، پاڻ جي ڳدام تي، غيرت وڪٽي آيو ٿئو. دشمن جو دلال، سئو رپئي واري پوري، ٻن سئون ۾، هارين جي مغز ۾ هنيون ويٺو آهي. اڙي شهر وارا سڀ حلوائي هن وٽان ڪنڌ ڪٽندا آهن يا نه؟ ڏيو جواب؟“

هٿ کي ڪولائي ۾ ڦيرائي چڙيندو هو ”ٺڪريون ته ڳٺيو جئوا جون، ڪيترو ٿو ٿال آڳڙي؟ ڪاڏي ٿو وڃي، اهو حرام جو مال؟ ڪير ٿو بوڻن ۾ چرس پرائي، ستن سمنڊن ڏالهن موڪلي؟ لُچن لفنگن تي هٿ رکي ڪيون ويٺو آهي، رهي ٿئو ڪا ڳوٺ ۾ عزت ۽ اشرافت ذري؟

سچو ڏينهن شودا ڳهٽين ڳهيرن تي وتن ٿا سينيون وڄائيندا... ڪنن تي هٿ رکي چڙيندو هو ”توبهه، توبهه، نه خدا جو خوف نه رسول جي ساڄاهه......“

آواز کي ڏيمون ڪري چڙيندو هو "بڙي ميان کي پلاين جا کھڙا بدلا ڏنائين؟
جنهن جا ٽڪر اچا سوڌو اڙيءَ ۾ اٽڪيا پيا اٿس، لمڪحرام کي. وجهه ڏسي سدا واهه واريون
سڀ زمينون ڳڙڪائي، روڪڙ به رڙڪي ويس، ٻچاڙيءَ لئين هٿائڻ ڪان به نه مڙيس. ويچارو
ساههُ مُٺ ۾ ڪري، پڄي وڃي ڪراچيءَ پيڙو ٿيو نه ته جيڪر ماراڻي ڇڏڻ ڪان به نه
هٽيس هان..."

ساهي ڪٽي وٺندو هو—

"منهن ڪارو ٿيو طانُهَرِ تپيدار جو، جنهن ڪاڳا ڪاٽي، ڪوڙن ڪاڳرن تي ٺپا هڻي،
ڪاتا ڦاهي، ملڪيت وارو بڻائي ڇڏيس. هاڻي ته رڱيءَ پڪيءَ جو مالڪ بڻجي ويٺو آهي،
ہرائي گھوڙي تي لانگ ورائي.

اڙي بڙي ميان جي املاڪ تي، ڪنهن جو حق هو؟ موسي ماڇيءَ، خمون ڪوريءَ جو
يا هن بئوش، ممڙي، ڪتون دي بلا جو؟

هن ڪان ته بڙي ميان پلو هو، ڪنهن جي چوري ته ڪولہ ڪندو هو، ڪنهن جي
لنگ جو دشمن ته نہ ٿيو هو..."

ٿيڙو تي ٻيهندو هو...

"ہر اهي ته هٿا واڻڪا، لٽَ جا مال، مومنن ۽ مسڪينن سان وري ڪھڙا پال پلايا
اٿئين؟ سندن ترا ترايون به تڪيون، قبضي ڪيئون ويٺو آهي. دروءَ هارا بچي، مسڪينن کي
مارون ڪيرائي، غريبن جون ڳوڏيون لھرائي..."

ٿڌو شوڪارو پري ڇڏيندو هو.

"هاڻي هن ست پيڙهئي سيد جي پٺيءَ پيو آهي. روز روز هاڻي بند ڪرايون ويٺو اٿس
ته جيئڻ بيزار ٿي اهي آڪ جريب به هن معتبر ڪسي وڪٽي ڏني. ويچاري سان ڪٽي آزار
مچايو اٿائين."

سيه مثل شاهه جو نالو وٺي سينو تاڻي، چاتي نوڪي ڇڏينهه هو.

پر جيسين رمون حيات آهي، تيسين ٿس آڳونو، اڪ سان چوڏو پڏي ڇڏي...

هٽ ڳنڍيو ويٺو آهي، چڱن پلن جي ڀڳڻن ۾. ڪلهوڪو ڏينهن اٰ ڪالهيون ڪٽي
ڪندو هو ڳذر سفر. ماٺس وٺندي هٽي ميٽي چٽينيدي. رات جو سدائين هولدو هوس نوڙُ
ڪلهي تي. جڏهن ڳاهن جي ڳئون چورائيندي برووقت پڪڙيو هو، تڏهن ڪيڏي نه جُٺ ٿي
هيس، پوليس آڪه ڪي به چڪي آٽي ٿاڻي تي ڪيڊيو هو. اڄ تيس مارخان ٿو سڏائي ہاڻ ڪي،
بي نوسو. سيٺئي جي آگر جو اچي ويٺي اٿس وات ۾......

تو ٻهہ، تو ٻهہ، خدا ڏئي ته ويهي ڪائنجي، ہر ڍءُ جهليندي آهي هڪ سينهن، پيو واٽيو.
هھڙا ڇا چاڻن ڏلي مان، هھڙا ته ڏنو ڪينو ڪري چاڻن......"

غيرت جو نشان ٻڌجي پوندو هو.

”سيدن جي چوري ڪيائين، ملان سان مسيت ۾ وڙهيو، ٻنهون ۾ جو لوڙهو لتاڙيائين، آئي تَوَ ڪا غيرت ذري؟ ڪيو تَوَ سيٺئي، ڪو آچارُ ويچارُ؟؟“

ڳوٺ وارن کي لاجواب ڪري ڇڏيندو هو.

”اڃا پيهر ٻه اهڙي کي ميمبر بڻائي، وَتَ ڪان ڇاڙهي ڇڏجوس“ بوء پٽڪندو اڇي متل شاهه جي اوتاري تي ويهندو هو ۽ ٻهرن جا ٻهر ويٺو ڳڻيون ڳڻيندو نظر ايندو هو.

رمونءَ جي ڳالهين ۾ سچ جي بوء سمايل هوندي هئي. ڪيترا ٻُٽيل ارواح اوباڪَ ڪائي، سندس اڪرن سان، اڪرن وارا اڪرا ملائي ڇڏيندا هئا. ڪيترا ڪن ڪولي ڇَپَ پيئي رکندا هئا. ڪيترا اهڙين ڪچهرين سان اٿيا هليا ٻه ويندا هئا، ڪيترا ته سيتجي ڪيس بد شده ٻه ڳالهائي ڇڏيندا هئا. هر ڪچهريءَ جو پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ هولدو هو. ڳن وارا ته سيٺي ڳوٺون پڇيون ويٺا هولدا هئا. گذريل ڏهن ٻارنهن سالن جي سياسي چڪر، اڪمي نعره بازي، هڻ هٿان ۽ وٺ وٺان جي پاليسيءَ تي عمل، اهڙا ڪيترائي وقت جا پٽ پيدا ڪري ڇڏيا هئا. معتبر مٽي تي ويندي لظر اچڻ لڳا هئا، ڦوڪيباز دهل ڪٽي اڳتي وڌي پيا هئا. جن وٽ نه هو اصولُ نه ايمان. ماستر ڪريمڏلو اهڙن سالڊن لاءِ ٿي چوالدو هو

”سنڌ سنڌين، وڻ ڏلڪا، ماڻهو منجهس خامَ- جيڪو هئي موچڙو، تنهنجو ڪن سلامُ“.

سيٺئي جي سياسي حيثيت ٻه ساڳي طرح جي هئي. آپري اُبل سچ جي پوڄا، مفت جي ملڪيت ۾ حرام جي ڪاروبار ڪري، ڏينهون ڏينهن واڌارو، دولت جو لشوءِ ۽ لاٺڙين جي فوج وڏي ڳالهه ته، نااهل ۽ بي غيرت ڪاموري جي اڳيا پيشي، ۽ سندن ٻيرائي، سڄي تعلقي جي طاقت ڪيسي ۾. پڌ چوڙ تي پورو پورو اختيارُ.

سندس اُڌو ڪابه مشڪل، مشڪل نه هئي. ها، جي هئي ته سندس خلاف رمونءَ جي تيڙي رفتار!

جنهن کي هو دروءِ پارن هٿان پادر هٿائي ٻه سنُوت ۾ آٿي نه سگهيو هو.

”رمونءَ کي ليٺ مچائي نه سگهيئن، ڏرل...“ سيٺ هڪ ڏينهن، دروءَ سان شڪايت ڪئي هئي.

”نه سيٺ، ڪتي جو پُڇُ آهي، آخري علاج اٿس گولي، چئُ ته نـا ڪيدائي، هميشه لاءِ پٽڪڻ ڪان بنه ڪري ڇڏيالس.“

سيٺ ويچاري جواب ڏنو هو ”اٿين ٻه ڪنداسين، ڀر ڪي ڏينهن ترس.“

”ڪي ڏينهن ترس، ڪي ڏينهن ترس، اهي تنهنجا ڪي ڏينهن الانجي ڪڏهن ختم ٿيندا، مون کي جي جُلبو اڇي ويٺي ته سدا واهه ۾ لڙهندو پيو پڏالدين، هڪ ڏينهن ......“

درو خار ڪاٽي، ڊول سجائي اٿي ڪڙو ٿيو هو. پنهنجان سيٺ تاڪيد ڪيو هوس ”نہ نہ تڪڙ نہ ڪجانءِ......“

پوءِ جلد ئي ڪو تڪڙو فيصلو ڪري سيٺ، سگداسي چوپ چالورن جي پوري، ثابت چيلو ۽ پيون ڪجھہ عجيب و غريب سوڪڙيون ڪٺائي، گنج چمڪائيندو ڊويزنل آفيسر سان ملڻ هليو ويو هو.

ڏينهن ئي نہ گذريا هئا جو پوليس جي هڪ اسپيشل اٽالي، ڳوٺ ڪسي گهيري ۾ آئي، رمونءَ کي علائقي جو خطرناڪ ڌاڪو ظاهر ڪري، ڊيڊبي سان بدي (لٺين قلم هيٺ) جيل اماڻي ڇڏيو هو.

ويچارو مٽل شاهہ ڏاڍو ڦتڙيو هو، پر ننهن چوٽيءَ جو زور لائي بہ رمونءَ جو ضامن ڪرائي نہ سگهيو هو. پنهنجان پنيءَ ۾ بيٺل چولن جو فصل، لتجي ناس ٿيڻ لڳو هو.

ڪافي ڏينهن ڪان پوءِ جڏهن رمون جيل مان نڪري آيو هو، تڏهن گهڻو بدليل نظر اچي رهيو هو. هن جي رفتار ۾ تيزائي تہ موجود هئي، سڄڻن کي ٿاڻ بہ ڏيئي وٺندو هو، پر سيٺ ۽ دروءَ خلاف سچ ڳالهائڻ واري عادت وڃائي ويٺو هو. وڏي ڳالهہ تہ سيٺ جي بنگلي ۾ بہ اچڻ وڃڻ شروع ڪري ڏنو هئائين.

هن ڦيري جو سبب ڇا هو؟

جيل جون سختيون، مٽل شاهہ جي بيوسي يا مفلسي؟

ٿي سگهيو ٿي، هي جالو جسڪتيءَ جي صحبت جو اثر هجي، جو جيل اندر سيني قيدين کي، سياست ويڙهاڻ جا سبق سيکاريندو رهندو هو، باريڪ جو سڪپڻو جو مليل هوس.

رمون کسي جيلخالو اوتارو نظر آيو هو. هن آت پڳ بہ پيتي هئي تہ چرس بہ چکيو هو.

رمونءَ جيل ۾ نہ بدل ڳالهيون بدي ۽ نہ ڏٺل شيون ڏسي، گويا هڪ نئين دنيا جو مشاهدو ڪيو هو، اها سياست بہ جانوءَ جي ئي ويڙهايل هئي، جنهن سيٺ سان رمونءَ جون بہ اسپيشل ملاقاتيون ڪرائي، رمونءَ کي لٺين قلم جي ڪارلهن ڪان بچائي ڇڏيو هو ۽ آزادي ڪان پوءِ، رمون جڏهن ڳوٺ آيو هو، تڏهن سيٺ وٽ اچڻ وڃڻ شروع ڪري ڏنو هئائين. اڄ بہ اوتاري ڪان ٿيندو سڌو اچي بنگلي پيڙو ٿيو هو، جت ٽاٽيدار ڏنت سان دعوت ٿي اڏائي.

سيٺ جي ٽاٽيدارن سان ڏاڍي لڳندي هئي. چوندو هو ”ٽاٽيدار راضي تہ ڇا ڪندو قاضي.“

رنگ لڳا پيا هئا، بنگلو ٻهڪيو پئي، سيٺ ٿهڪيو پئي، اندر گهڻو ڪجھہ وهيو واهيو پئي، ٻاهر بہ موج مٽل هئي. رمونءَ وڏي هال ۾، لاٽڙين کي ڏسندو اچي، خاص ڪمري جو

ڀردو هئائي ليٺو پاتو هو. ٺاڪيدار جي وات ۾، ڪڪڙ جي ٽنگ سان گڏ پيو ڪجهه ٻه هو...
اهڙي طرح، پيا ٻه سيٺي، ڪاڏي پيتي ۾ مست و مگن ٿهڪن ۾ ٻڏا پيا هئا.

سيٺ رمون ۽ کي سڃائي، هڪدم ٻاهر اچي، سائس ٽُس پُس ڪئي هئي. پوءِ خاص نوڪر ڏرپاليءَ کي سڏي، ڪجهه سمجهايو هو، جنهن رمون ۽ کي بنگلي جي ڪنڊائتي ڪوٺيءَ ۾ آڻي ويهاريو هو.

ٿوري دير ۾ رمون ۽ آڏو ٻه اهيئي طعام رکيل هئا، جي ٺاڪيدار صاحب ۽ ٻئي اوڀاريا.
شيشي جي جڳ ۾ سبز رنگ جو پاڻي ٻه موجود هو. هي پاڻي شربت هو؟ يا بادامين ۽ مصريءَ مليل ٿڌڪ جو ست؟ يا ان کان ٻه اڳيرو ڪو ڪارو، ڪڙو، تيزابي پاڻيٺ؟

رمون ۽ ماني ڏسي درهڙي ڪاڏي هئي، سندس آڏو دروءَ جي شڪل ڦري آئي هئي جو ٽتل لوهه جيان پرلدو، پاهه جو ٻمڪولو ٻٽيو گهر پهچڻ وارو هو. رمون ۽ چاهيو پئي ”جو ڪجهه ڏيٺو آ، خدا ڪري جلدئي ٿي وڃي.“ انهيءَ اڻ تڻ هيٺ هن ماليءَ سان هٿ گهڻي رکيا هئا.

دروءَ گهر پهچي ڀورين نڪاهه ڏالدن جي جوڳ تي وڌي هئي، ميئهن جي واڙي کي تڪيو هو. ڳڏهه بيئي ڳاهه چنو، ٻڪريءَ چڙي وڃائي، اوڳَرُ ٻئي ڪيو، ڪڪڙيون ٻچڙا ڪوڙي ڪيئون ٽڏڙيءَ چاهه تي ويئيون هيون، ڪتو ڳنڍُرجي ٻچ لڙڪائڻ لڳو هو...

هن جي ٻئي نڪاهه گهر جا پاسا پلوءَ جاچڻ لڳي هئي، سَنَهُن ۽ موريز ڏسي هئي.
سائس ليرُ جي ڇانوري هيٺ ويئي سانجڻ ڪئي، گهڙالوجيءَ پرسان ڪئنرو پيو هو جت اچي نڪاهه کي ڪتايو هئائين.

”ڳَليءَ کي ڪاڏي ڪيو تي؟“ هن ماءُ کي ڪرڙين اکين سان ڏسي پڇيو هو.
”ڏياڻيءَ گهر ويئي آهي بصريءَ کي سيرَ ڏيڻ، ڇو روز روز ٿا ويندي آهي ڇا؟“
سائس ڏالهس خيال ڏئي ڏنو هو.

ڏياڻيءَ جي لالي تي، دروءَ جي ٻُتَ جو وار وار ڪڙو ٿي آيو هو. ڏياڻي پنهونءَ ۽ بصران جي ماءُ هئي. هو منهن ۾ کهنڊ وجهيون ڪوني الدر هليو ويو. اڪيون جي اڳيئي رت سان ڀريون پيئون هيس، سي هيڪاري وڏيڪ رتو رتِ ٿي آيون هيس. جڏهن ٻاهر لڪتو هو تڏهن ڪهاڙيءَ کي هٿن تي اچائيندو آيو هو. سائس همسجي وئي هئي ”مارئي جو الائي ڇو اڄ، ڦرڪو ڦريل ٿو ڏيکارجي.“

دروءَ دِلن وٽ اچي پاڻيءَ جا ٻه ٽي چنبا منهن تي هڻي، هڪ ٻه ڪُرڙي ڪري شورُ ٻل اکين سان ماءُ کي تَڪي، پهر پڇيو هو ”ٻڌاءِ، ڳليءَ کي ڪاڏي اماڻي ڇڏيو اٿئي......“.

”مٺا، ڪَلَ ته ٿا ٽڙي اٿئي، ٻيهرَ تان ليٺو هٿي ڏس ته، بصريءَ کي سيرَ تي ويئي ڏئي ٿي، ٻنڌ ته ڪينهني؟“

ماٺس ويچاري وانڊري ٿي ويئي هئي. هوءَ جيترو ڪُڇي ٿي ڪُڇي، تيترو دروءَ جي ٻه هٿيارڙي پَرَ ڪيايل ڪهاڙيءَ جي ڏڪ سسي لٽُي اٿ تي ڪيرائي ڇڏي هيس. انيئي ڦٽڪڻ لڳي هئي، رت جا گرم گرم ڦوهارا، ٻوڙ جي ديڳڙيءَ مٿان ٻوڻ لڳا هئا.

هن ٻيا ٻه ٻه زبرا ڏڪ ماءُ جي ڦٽڪندڙ بت مٿان وهائي ڪيڊيا هئا. پوءِ لاش کي، ٽنگ کان وٺي کهليندو آئي ڪوٺي ۾ ڦٽو ڪيو هئائين. ڪهاڙي ٻوچڻ سان آگهي، هٿ تي پيل رَتَ مٿان چلهہ جي رَکَ هاري، ڪوٺي جي در واري چانُٺ مٿان چڙهي ويٺو هو ٻاهرئين در ۾ اکيون کپائي. ڪُلي اجا سوڌو غائب هئي. هي اَلله مالڪ ۾ هو ٻئ ائين ئي سڙيس ڪاميس جيئن ٻرلدڙ ڪورو.

ڪُلي ماٺس جي ڀٽيجي، چوري ڇني، لاوارث ۽ ننڍڙي ڇوڪري هئي. ڀيڻ مرڻ ويل، ڀيڻ کي بخشيش ڪري ويئي هئي. درو ماءُ جي زور ڀرڻ تي ٻرٽيو هوس نہ تہ هي تہ اڄ ٻہ بصريءَ جو سر ڦريو عاشق بڻيو وتندو هو سينڌ ۾ مارئي ڳائيندو.

بصريءَ سان ڪڏهڪو ٻرٽجي ٻہ وڃي ها، ٻر پنهونءَ ٻرچاءُ نہ ٿي ڪيس، ڇو تہ لوڙهي لتاڙڻ واري بيواجبيءَ سبب ڪُنبندو ٿيل هو. ٻيو سيٺ ٻہ ان معاملي ۾ لَتَ لتاءُ ڪيون ويٺو هو. بصران، سيٺ جي گهر، گهرو ڪم ڪار لاءِ بي حجاب ايندڙ ويندڙ هئي. هوائن هي ڳوٺاڻا، هڪٻئي جي گهرن ۾ اچڻ وڃڻ عيبُ نہ سمجهندا آهن.

دروءَ هڪ دفعي، بصران متعلق سيٺ جا ڪن ڪرڪائي ڇڏيا هئا ”سيٺ، خبرڙي هجئي، بصريءَ تي نہ جي ڪنهن ٻئي هٿ رکي ڪئي تہ پوءِ پنهنجو ٻہ خير نہ سمجهجانءِ، هي غيرت جو مسئلو اٿئي، غيرت جو...“ پوءِ اکيون ڦوٽاري، سيٺ کي تارا ڏيکاري ڇڏيا هئائين.

اوچتو ڳالان ظاهر ٿي هئي، ڳاڙهي ڇُربل لباس ۾. هوءَ جنسي ڪنوار ٿي اچي رهي هئي. در ٽپي هئي تہ نگاهون اچي هن تي، کپيون هيس.

”مي ڇو ڪُمهلو موٽي آيو آهي، ويٺو ٻہ ڇيريو آهي. خدا خير ڪريس، ڪنهن سان ٻاٽيءَ ڪانجهيءَ تي جهيڙو تہ نہ ڪري آيو آهي؟“

هيڏي هوڏي واجهائڻ لڳي هئي، ڪڙهن ۾ ڦرڦوٽ پيل ڏٺي هئائين. ڏالڊ سينهون زور زور سان رلپيا پئي، ٻڪري ٽني بيٺي هئي، ڳڏهہ رمي چنائڻ جي پئي ڪئي. ماميءَ کي چلهہ تي نہ ڏسي هڪي ٻڪي ٿي اچي هن اڳيان بيٺي هئي. هن جي هٿ ۾ ڪهاڙي ڏسي ڊلي ٻہ هئي.

”ڪاڏي ويئي هئينءَ.“

”بصران کي سير ڏيڻ“ هن جهٽ ٻٽ وراڻيو هو. دروءَ جي ٻرلدڙ اکين سان اکيون ملائي رکڻ جيتري جرئت ڪاڻ هيس، ڪنڌ کي ڪيرائي ڇڏيو هئائين.

”سيرَ ڏيڻ يا......“

درو آئي بيٺو هو، کهاڙي ڦيرائي، ڪنڌ جي پٺيان آئي ڇڏي هئائينس. کهاڙيءَ جي آئي گلان جي ڪنڌ ۾ ڇيندي پئي ويئي. هوءَ زور زور سان ڏڪڻ لڳي هئي، ڪنڌ مٿي ڪنيون هئائين، ڇهرو ائين پهڪي رهيو هوس جيئن آئينو، مٿس ٻڪهر جون ڦولدون موتين جيان ٽمي آيون هيون — هوءَ اڃي هئي.

دروءَ کهاڙيءَ کي ست ڏني هئي. آئي گلان جي ڪنڌ ۾ ڇپي وئي هئي، دروءَ سندس پٺي ڳڻتون جهلي، ڪنڌ واريون ٻه چار ڌڪون ڦهڪائي، ڪوئي الدر ڏڪو ڏئي، زور سان ٽاڪ پيڪڙي ڪنيو چاڙهي ڇڏيو هو.

اندر هڪٻئي پنيان ڪئي دردناڪ دانهون اڀريون هيون. ٻر ڳوٺ ۾ ان وقت ڪوبه ڪَنُ اهڙو ڪونه هو جو هنن کي ٻڌي سگهي ها. پوءِ اهڙي ماٺ ٿي ويئي هئي، جهڙي ڪنهن ويران مقام ۾ آڌيءَ وقت هوندي آهي.

رمون اڃا مالي ڪائي پوري نه ڪئي هئي ته ڏرپالي ڀڄندو آيو هو۽ اچي ٻڌايو هئائينس "ٻڌئي ڙي رمون، دروءَ ڇوءَ کي پنهونءَ سان ڪارو ڪري ماري ڇڏو آهي. اڄهو رَتُ لڳل کهاڙيءَ سان اچي ٽاڻيدارصاحب وٽ پيش ٿيو آهي، غيرتي پٽ، واهه جو غيرت ڏيکاري آهي."

رمون پهڪي پيو هو، جيئن مٿائنس وڏو بار لهي ويو هجي. هن مانيءَ جا آخرين گرهه ڇِتُ سان اڪلائي، سبز ٻاٽيءَ وارو جڳ منهن تي چاڙهي ڇڏيو هو.

سج ٽامٽي ڇڏي پاسيرو ٿي هليو هو، لُڪ لڳي پئي، ٻر ڪالُوَ اکيون ڪڍي ٻاهر لڪري آيا هئا. ١٩٢٨ع ۾ تعمير ٿيل، ڳاڙهسري جاءِ جي هڪ ڪوٺيءَ ۾ ٽاڻيدار صاحب دروءَ جي فرياد درج ڪري رهيو هو. درو هٿڪڙيءَ ۾ پٽ تي ويٺو هو. پرسالس، سيٺ رحيمداد به ڪرسيءَ تي موجود هو. وڏي منشيءَ، اڃي پني تي فرياد جو مَتن پئي تيار ڪيو هو. منجهيو ته ڪونه پئي ٻر ٽاڻيدار به مدد ڪري پئي ورتس. ڪٿي ڪٿي ڪي ڪم جا اکر سيٺ به آڇاري پئي ڇڏيا.

"مون کي زال تي شڪ هو ته هوءَ پنهونءَ سان لڳل آهي."

"اڙي ... جوءِ جو ٽالو به اٿئي ڪين؟" وڏي رهڙ سان ڳڌ هڪ ڪاموري کي فٽشن واري گار ڏئي ڪڍيس. سيٺ يڪدم "مسمات گُلبري سائين" چئي دروءَ کي سرڪار جي دهشت ۾ اچڻ ڪان بچائي ورتو.

"ڇِت جا پٽ ڇِنُ ته منهنجي زال مسمات گُلپري، پنهونءَ ... سان ڪاري ٿيل هئي..."

"ها سائين ڪاري ٿيل هئي."

دروءَ جو پوٽ سڪل پادر جيان ٿي ويو. وڏو منشي ڪاغذ تي، قلم جو گهوڙو ڊوڙائڻ لڳو.

"مون کي پنهنجي زال مسمات گلپريءَ تي شڪ هو ته هوءَ، پنهونءَ سان ڪاري ٿيل آهي. اڄ رمضان پني تي ٽڪڙو اچي ٻڌايو ته مان تنهنجي زال کي، چرچا ڪندي، تنهنجي گهر ويندي ڏسيو ٿو اچان ..."

”اعتراض جوڳا چرچا لکجوس.“ ٺاڻيدار تصحيح ڪئي.

”مون کي غيرت مان ڪاوڙ اچي وئي، اتان ئي موٽيس، گهر آيس، منهنجي زال مون کي گهر ۾ نظر ڪانه آئي. منهنجي ماءُ ڪوٺيءَ جي در تي سَنجي وڃهيو ويٺي هئي، جا مون کي ڏسي هيسجي وئي، ڇيوماڻس ”ڪلي ڪٿي آهي؟“ منهنجي ماءُ جواب ڏيڻ بجاءِ، اٿي وئي ڀڳي...

”بدحواس ٿي، وڏا...“ سيٺ ڪَڇي ويٺو.

”مون کي پڪ ٿي ته ڪوٺيءَ ۾ اندر ضرور ڪجهه آهي، مون در کي ڌڪ هڻي کوليو.

”لت جو ڌڪ هڻي...“

”در کلنديئي، ڏٺم ته پنهون ........ مون کي ڏسي ٽڪرو ٿي وئي ٻاهر ڀڳو...“

”پوءِ ڇا ٿيو؟“ وڏي، متن جي پوئين سِٽَ زور سان پڙهي، دروءَ کان سوال ڪيو... درو جواب ڏيڻ بجاءِ، سيٺ جي منهن کي تڪڻ لڳو.

”ڇني ڏي نه بابا، جيڪا حقيقت آهي، سرڪار ماءُ-پي آهي، ان کان ڪهڙو حجاب.“ سيٺ دلداريءَ واري لهجي ۾، اشارو ڏئي، ڪا سيڪاريل ڳالهه ياد ڏياريس.

”سائين، ڪهاڙي ڪليءَ تي ٽنگيل ڏيکاريانس يا هٿ ۾؟“ وڏي، ٺاڻيدار کان ڇيو.

”هٿ ۾ نيڪ ٿيندي يا ڪِليءَ تي؟“ ساڳيو ئي سوال ٺاڻيدار سيٺ کان ڪيو.

”هٿ ۾ سائين، ڪڙمي ماڻهوءَ کي هٿيار سدائين هٿ ۾ هوندو آهي.“ سيٺ ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏئي، اچا به شاناٿتو ٿي ويو.

وڏي، ڪجهه ڊاهي، پيهر لکيو. ”مون کي ڪهاڙي هٿ ۾ هئي، جوش سان منهنجا هٿ اُڌيا ۽ غيرت ۾ اچي...“ وڏي، غيرت جي لفظ کي زور سان اُچاريو.

”مون زال کي، ڪهاڙين جا ڌڪ هڻي ڪيا. ان وقت منهنجو هوش سالم نه هو. هوءَ پٽ تي ڪري ڦٿڪڻ لڳي... ان وچ ۾ منهنجي ماءُ...“

”اڙي ڇا ٿي ٽالو ماڻهين جو...“

”وسندي، سائين، وسندي ...“

”مسمات وسندي، ڀڄندي اچي، منهنجي زال کي بچائڻ لاءِ مٿانئس ڪري. ڪهاڙيءَ جا ڌڪ، جي زال مٿان وهايم پئي، سي سمجهان ٿو ته منهنجي ماءَ کي به لڳي ويا آهن. منهنجو، ماءُ کي مارڻ جو ڪو به خيال يا ارادو ڪونه هو، هي سڀڪجهه غيرت جي جوش ڪري ٿي ويو آهي. ٺاپيءَ لاءِ رت لڳل ساڳي ڪهاڙي آندي اٿم، فريادي آهيان، داد ڏئي...“ وڏي، سٽن مڪمل ڪري زور سان پڙهيو. سيٺ ۽ ٺاڻيدار جي ٿوري اصلاح بعد ٺاپي جي اصلي رجسٽر ۾ درج ڪري ٺاڻيم هٿي، دروءَ کان ڪِني آڱوٺي جو نشان ورتو.

سيٺ دروءَ کان موڪلايو. موڪلائڻ مهل، دروءَ رُلو ۽ رمونءَ دل ئي دل ۾ ڪلي ڏلو. دروءَ ڳڪهي آواز ۾ ليلائي چيو، ”رحيمداد ابو تجانءِ. منهنجا ڏانه ٿي، سپهون

ٽي، کهر ٿي، فصل ٽي، سپ وڪٽي، ڪيس تي لائجان، ڇٽي ايندس ته تو ٻاٻي جا سپ ٿورا هڪ هڪ ڪري اڃي لاهيندس..." ۽ پوءِ مولن ۾ منهن هٽي سڏڪين ۾ پئجي ويو. سيٺ، سيني لائي، دلداري ڏانس، ٿاڻيدار سان خلاصي گفتگو ڪئي. وڏي ڪي، فرياد لسڪراڻي ڏلي ۽ پوءِ رمونءَ کي سان ڪري ڳوٺ موٽيو. ٿاڻي جي دروازي تي سهاهين اهڙيءَ طرح سلامي وٺي ڇڏيس، جيئن ڪنهن سٽي ۾ ڪتندڙ واپاريءَ کان، آرَهتَ زورا فقير زوريءَ خيرات وٺي ڇڏين.

اهوئي سج، اهيئي ڏينهن، پر پاڇا بدليل هئا. هاڻي لُڪَ ڪانه پئي لڳي. ڪالو آلُ اٿاري آيا هئا، سدا واهه ۾ پاڻيءَ جا پويان لڙها پئي آڙها. سارين جا سنگ سولن گهنگهرن جيان ٽي پيا هئا، مٽل شاهه جو فصل دروءَ جي فصل سان گڏجي اچي راس ٿي بيٺو هو. جهرڪين ڇهڇها لائي ڏنا هئا.

رمون واهه تي پنهنجي تيزي رفتار ۾ موجود هو. هو سچون تاڻيندو پئي وتيو. درو اڪين ڪان اوجهل ٿي ويل هو.

سندس لئين اڏاوت تيل ڪوٺيءَ ۾ سيٺ سيمينٽ جي ايجنسي کولي ڇڏي هئي.

اڄ سيٺ گهمندو مٽل شاهه جي سنئين وٽ پهتو هو. رمونءَ وڏي اچي سلام ڪيو هوس. سيٺ ڏاڍڙا ڇيڪي ڪيلي پيو هو. رمون به خوش هو. سيٺ رمونءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي پيار سان چيو هو، "رمضان خان، مان پنهنجو انجام پاڙي توڙ نباهي ڇڏي، هاڻي تون پنهنجو وعدو پورو ڪري ڏيکار..."

رمونءَ ليوڙي سيٺ جي مهربانين مڃڻ جو اظهار ڪيو هو ۽ هيٺاهين وٺي چيو هو، "ڳڻتي نه ڪريو سيٺ، رکو ٻاريون ٽيڻ ڏيو، اجهو ڇور پيا، مٽل شاهه جي ٻار پڪي. پالهي سڏي اچي سودو ڪندوَ..."

سيٺ جون واڇون تنڙي پيئون هيون. رمونءَ به بغليون هڻي ورتيون هيون. هن جالوءَ جڳتيءَ کي ياد ڪيو هو، جنهن جيل ۾ سياست ويڙهاڻ جو هنر سيکاري ڇڏيو هوس.

رمون هلندو اچي مٽل شاهه جي اوتاري وٽ پهتو هو، ان وقت مسجد مان تلاوت ڪندي مٽل شاهه جو آواز ڪن تي پيو هوس. سندس قدم، هڪ گهڙيءَ لاءِ هڪ هنڌ ڄمي پيهجي ويا هئا. سندس ذهن ۾ مٽل شاهه جا هي پراڻا اکر اڀري آيا هئا "پاڻهي هڪ ڏينهن وڃي ايت لوڙيندو، تون صبر ڪر، بابا..."

رمونءَ جو مغز چڪر ۾ اچي ويو هو. هن جو خيال سيٺ جي بنگلي ۾ هليو ويو هو ۽ قدم خودبخود مٽل شاهه جي اوتاري ۾ گهڙي پيا هئا.



ڪوثر ميمڻ

# ڪي ڏور ۾ اوڏا سپرين

جڏهن پوپٽ هٿن سان ڇڏائجي وڃي ٿو ته هٿن تي ڪي سهڻا ۽ الوڪا رنگ رهجي ويندا آهن. وقت ته گذري ويندو آهي، پر پنهنجي انڊلٺي جنسار جا ڪي انڊلٺي رنگ پويان اڇلائيندو ويندو آهي ۽ اهو وقت ۽ اسان جو شعور جڏهن موٽ کائيندو آهي ته پاڻ سان گڏ سوين راز ۽ سوين آواز آڻيندو آهي، جيڪي اسان کي سُک گهٽ ۽ ڏک وڌيڪ ڏيندا آهن.

"اکين ۾ اٿليل ساگر جي ڇولين هن جي چهري کي ذرا ذرا ڪري ڇڏيو، ائين جيئن لنڍي هولدي ڪنهن ويڪري ٿانوَ ۾ چنڊ جي ڇايا ڏسندا هئاسين ته پاڻيءَ جون پتڪڙيون لهرون چنڊ کي ڀڃي ڀور ڪري ڇڏينديون هيون. اڄ به ائين ڀانيم، ڄڻ منهنجي آلراڳ جو چنڊ ڀور ڀور ٿي ويو هجي، ولودا! اڄ مان به ڀور ڀور ٿي ويو آهيان."

هڪ لنڍڙي ڪاڳر تي لکيل يوسف جو اهو خط منهنجي ڪتابن ۾ اڄ به ائين ئي پيو آهي، جيئن ڏهه ٻارهن سال اڳ رکيو هيم. انهيءَ خط کان پوءِ هو مون سان مليو ناهي. الائجي ڪٿي گم ٿي ويو آهي. ڪهڙن حالن ۾ هوندو. منهنجو هن سان ڪو رت جو رشتو نه هو، پر پوءِ به هو منهنجي تمام ويجهو هو. اسان جي وچ ۾ پائپيءَ جو هڪ مضبوط بندڻ هو. هن مايا روپي دنيا ۾ هڪ ڀيڻ، مان ۽ سيما هن جي ڪُل ڪائنات هئاسين. هن جي جيون جون خوشيون ڄڻ اسان سان هيون. ڀيڻ جي شادي ٿي وئي، سا پنهنجي گهر جي، سو پنهنجي جيون ڪٿا مون سان ويهي اوريندو هو. سيما يوسف ۽ مان ٽيئي گڏ هئاسين. جيتوڻيڪ مان هنن جي مذهب جو نه هوس، پر پوءِ به هو مون کي ڏاڍو مانُ ڏيندا هئا— هنن جا ذهن ۽ دليون، هنن جي مذهب جيان وسيع هئا. ڀانئيندا هئا، ڄڻ اسان سڀ هڪ آهيون. اهڙن سچن جذبن ۽ پرين جي ڀانڊيٽڙن مون کي پاڻ کان ڌار ڪرڻ نه ڏنو. هيءَ ڌرتي، جنهن جي مٽيءَ ۾ منهنجو ڀٽائي ستل آهي، جنهن جي رسالي جو هڪ هڪ لفظ اسان جي ويچار ڌارائن ۾ سمايل آهي، ۽ وري يوسف جهڙو دوست ڇڏي ڪيئن وڃان ها ڪيڏانهن— هڪٻئي جا راز اڄ به اسان جي سيني ۾ ائين دفن آهن، جيئن ڌرتيءَ جي سيني ۾ ڀٽائي،

سچل ۽ سامي. الهن ڏينهن جو حُسن وڃائجي ويو آهي، جن جو ساڪي سان اڄ به آهيان، ڇوواڻي تي ريڻ ئي ريڻ آهي، منهنجا پيئي ساٿي مون کان وڇڙي ويا آهن.

اڄ يوسف جو پراڻو خط ڏسي ائين خوش ٿيو آهيان، ڄڻ هڪ ڀار ڪي پنهنجي وڃايل ماءُ جي محبت ملي ويئي. ۽ ان ريڻ سان الهن ڇهرن ڪي ڏسان پيو، جيڪي يو سف ۽ سيما جا آهن، ڄڻ چئي رهيا هجن:

”ولودا! تون ٻي ڪڏهن ڪو نه ٿيءُ — اسان تو وٽ اچون ٿا. وري وڻ ساوا ٿيندا. ڊاک جون وليون وري اسان لاءِ ڇانوَ ڪنديون. رابيل سان گهڙامنجيءَ تي رڪيل منڪن ڪي وري سنواريندا سين. اسان جا سر ٻاٽ سانت ڪي وري چيريندا. الدلئي سُپنن سان پنهنجي الوٽي جيون ڪي وري جوت ڏيندا سين —!“

اهي آواز ڄڻ ورهين جو فصلو طئي ڪري ويا. جڏهن اسان گڏيا هئاسين، پهريون ڀيرو. ائين ڀانيو هيم، ڄڻ هو منهنجو ماءُ جائو ڀاءُ هجي- هڪ ڏينهن ويٺي ويٺي چيائين!

”هڪ ٻي دوست سان به ملنديندءِ —!“

”ها ڇو نه — ڪالو ڇا اٿس؟“

”ڀاڻهي ٻڇجانس —“

”تو ن اڻو ٻڌائين.“

”اهو راز رهڻ ڏي.“

”ڪيستائين؟“

”جيسين تون ان سان ملين.“

”پلا تنهنجو دوست آهي ڪيئن؟“

مون ڪي ڏاڍي آتر ويلا هئي ته اهو ڪهڙو دوست اٿس، جنهن لاءِ ايڏي چاهه سان چيو اٿئين.

”ڏسندينءِ ته خلقينه ڙ جي بزرگيءَ جو توکي به احساس ٿيندو.“

”توکي ايڏو ناز آهي ان تي.“

”ها“. رهن جي اکين ۾ هڪ چمڪ هئي، اها چمڪ تڏهن ڏسندو هيومانس جڏهن هو پنهنجي ڪنهن عزيز دوست جو ذڪر ڪندو هو.

۽ جڏهن مان سيما سان مليس ته مون ڪي آهوئي احساس ٿيو، جيڪو يوسف سان ملڻ تي ٿيو هو.

سيما جن جي يوسف سان پراڻي ماڻتائي لڳ هئي، جيڪا اڄ تائين نيون پيا. هنن جي ڪچهريءَ ۾ هاڻي مان به شريڪ ٿيندو هوس. اسان جي فليٽ جي سامهون ئي هنن جو گهر هو، جنهن جي ٻاهريان هڪ سهڻو باغيچو هو، جتي ڊاک جي ولين جي ڇانوَ ۾ ويهي اسان ڪچهري ڪندا هئاسين. هن جي مهربان ماءُ اسان کي ڏاڍو ڀائينهه ي هئي.

ٿورن ڏينهن ۾ ئي احساس ٿي ويو ته هوءَ ڏاڍي آسٽرڊول ۽ سُنهري سوپياواڻ ڇوڪري آهي، جنهن تي شايد ڪو به سوچ هاڻي نه سگهي. هن ۾ وهندڙ پاڻيءَ جو شور به هو ته ساڻتيڪي سمونڊ جو سڪوت به -- هن ۾ سڀ سچائيون هيون. جنهن سان ملي منهنجو مَنُ به شانت ٿي ويندو هو.

هڪ شام جو، جڏهن آڪاس سج جي ڳاڙهاڻ ۾ وهنتل هو، آتر جون هوائون پئي هليون، اسان سمونڊ ڪناري وياسين. پاڻي ۾ لهندڙ سج جا پاڇولا ائين پيا لڳن، ڄڻ سمونڊ ۾ سون ملتيل هجي. يوسف جي مُنهن تي ٿڪ جا ڪي آثار پي نظر آيا، ڄڻ زندگيءَ هن جي ڪلهن تي ڪي وڏا بار وجهي ڇڏيا هئا، ايڏو اجهاڻل چهرو ڏسي آخر مون کان رهيو نه ٿيو.

”تون ايڏو ماٺ ڇو آهين، هت اچي خوش نه ٿيو آهين ڇا؟“

هو ڄڻ ڪو خواب ڏسندي ڇرڪي پيو.

”نه -- مان ڏاڍو خوش آهيان، پاڻيءَ ۾ سج جا ٽيرورا پيو ڏسان، اجوڪي شام ڏاڍي وڻندڙ آهي ونود.“

”ها، پر ايڏي به نه، جو ماڻهو آپگهات ڪري وجهي.“ سيما ڏانهس نهاريندي چيو. سندس منهن تي هڪ وڻندڙ مُرڪ هئي.

يوسف ماٺ ئي رهيو. الائي ڪهڙي احساس هن کي مالدو ڪري ڇڏيو هو. اڳ ڪڏهن ايڏو ملول نه ڏٺو هيومانس. هو مون کان ڪجهه به ڳجهو نه رکندو هو، ان ڪري جو اسان ٻنهي هڪ ٻئي جا غمگسار به هئاسين. هن لڳيءَ ۾ منهنجو هن ڪالسواءِ ڪو عزيز ڪونه هو. ڪيس ڏسي ڄڻ مون کي سرت ۽ سڪ ملي هئي ۽ مان بنا ڪنهن هٻڪ جي پنهنجو ساماڻ ڪٺي اچي هن وٽ رهيس.

”يوسف! ٻڌائين ڇو نٿو، ايڏو ملول ڇو آهين اڄ --!!“ سيما کان به رهيو نه ٿيو!

”مان هن سمونڊ کي پيو ڏسان، جنهن مون کي گهڻو ڪجهه سيکاريو آهي.
جيڪڏهن ڪو هن سمونڊ جا راز ڄاڻي وٺي ته شايد ڪائنات جو ڪو به
راز راز نه رهي.“
”هي ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين، اڄ ته اسين هت الجواءِ ڪرڻ آيا آهيون.
اهي ڳالهيون ته پوءِ به ڪري سگهنداسين.“
”پر اهي ڪهڙيون ورلي نصيب ٿينديون. اڄ الائي ڇو منهنجو مَنُ اهڙيون
ڳالهيون ٿو ڪري. سيما! مون کي وهندڙ وهڪرن جي شور ۾ انهن سڀن جا
آواز ٻڌڻ ۾ ٿا اچن، جيڪي مون کان وڇڙي ويا آهن. ڪو وقت اڳ،
۽ الهن جا به جن کي مان ڏٺو به ناهي ڪڏهن.“

هوءَ ڪند هيٺ ڪري ويٺي هئي. يوسف جي ڳالهين جو هن وٽ ڪو به جواب نه هو. اهڙي وقت هوءَ ماٺ ئي رهندي هئي -- ڇو ته جيترو هوءَ يوسف کي ڄاڻندي هئي، اوترو شايد

مان ٻه هن کي نه ڄاتو هجي. هنن جا پاڻ ۾ ڪي ازلي ناتا هئا، جو هڪ ٻئي جي ڳالهه بنا ڪجهه چوڻ جي سمجهي ويندا هئا. ڪو نازڪ ناتو هو هنن ٻنهي ۾.

”سيما!“ يوسف ڏاڏي ڀريت سان هن کي سڏيو. اهڙي پريت جيڪا هڪ ماءُ جي پيار لاءِ هوندي آهي— هڪ پاءُ جي ڀيڻ لاءِ— ۽ پنهنجي ڪنهن پيار لاءِ— ڪڏهن ڪڏهن مان دوکو کائيندو هوس ته آخر هنن جو پاڻ ۾ ڪهڙو ناتو آهي.

”مان جڏهن به توسان گڏ هت ايندو آهيان ته اهي گهڙيون منهنجي لاءِ امر ٿي ويندي ون آهن. مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي ته ڪن بلنديءَ تي پهچي ويو آهيان، ۽ ڪائنات جا سڀ راز مون تي کلي ويا هجن جڻ— تون ڇا محسوس ڪندي آهين؟“

”مان به توسان گڏ ٿي هوندي آهيان.“

”ها شايد ان هستيءَ تائين پهچڻ لاءِ اسان سڀن کي هڪ ٻئي جي ضرورت آهي.“

”پر تنهنجي آواز ۾ ايڏو ڏک ڇو آهي اڄ؟“

”اهي ڏک مون کي پيارا آهن سيما. انهن جي پيڙا ته مون کي جيئڻ سيکاريو آهي.“

غم ڳاڙهو کل کلندي ويئي اهڙيون ڳالهيون ڪيائين پئي. منهنجي اندر ۾ الڪا اٿي هئي ته اڄ ضرور ڪجهه ٿيو آهي جو ايڏو اپاڪو آهي.

*

آڪٽوبر جي هلندڙ هوائن ۾ ڊاڪ جي وَلين جا پَنَ ڇڻي ويا هئا. رابيل جا گُل ڪومائجي ويا هئا، جيئن وڇڙيل چهرا ڪومائجي ويندا آهن. اها منڊ مون کي ڪيڏو اداس ڪري ڇڏيندي آهي. اسان سڀ پنهنجي مخصوص جڳهه تي ويٺا هئاسين. سيما جي ننڍي ڀيڻ چانهه ڏيندي پئي وڃي. ننڍڙي ٻتڪڙي پياري ڀيڻ هئي سيما جي، مون سان هن جو ڏاڍو چاهه هوندو هو. هاڻي هوءَ به وڏي ٿي ويئي هوندي. هن جي اکين ۾ ڪي سپنا ڏٺا هوندا، نرمل نازڪ سپنا!!

”سيما!!“ يوسف هن کي ائين سڏيو، جڻ ڪا ڳالهه اوچتو ياد اچي ويئي هيس.

”تنهنجي وارن ۾ سينڌ ائين ٿي چمڪي، جيئن ڪاٽ رات جو آسمان تي کير ڌارا.“

هوءَ کلي پئي ۽ هوريان هوريان پنهنجو هٿ سينڌ تي ڦيرڻ لڳي، جڻ کير ڌارا کي هٿن سان ڇهڻ پئي چاهيائين. چنڊ جي چانڊاڻ ۾ هن جي سينڌ سچ پچ چمڪي رهي هئي. هو ڌيانهس گهور ڪري نهاري رهيو هو. لڳي پيو، پنهنجي انراڳ جي آتم سوڪڙي سندس جهول ۾ وجهندو، پر مان ات ويٺو هوس.

ڊسمبر جي ٿڌين ۽ ڊگهين راتين ۾ هو سمهندو گهٽ هو. پاڻ ننڊ نه ايندي هيس يا نه سمهندو هو، اهو ڪڏهن محسوس نه ڪرايائين. متان مان به هن سان اوجاڳا ڪيان. هڪ

رات جڏهن سڀ ليٽي ننڊ ۾ سمهي پيا هئا، هو جاڳي رهيو هو. شايد سڄي رات جاڳيو هو. سڀني جي پيڙا وڌي ويئي هيس. پاڻ تي ڪجهه چيائين ڪين، هڪ خط ڏنائين، جيڪو سندس پيءُ جو هو. لکيل هو:

”هڪ پيرو آڄ. منهن ڏيکاري وڃ. ڪيڏا ورهيه ٿي ويا آهن توکي ڏٺي. اڪيلو زندگي الائجي ڪيئن پيو گذارين.“

پيون ٻه ڪهڻيون ٿي ڳالهيون لکيل هيون. خط پڙهي ائين چاتو، ڄڻ ڇاتيءَ تي من بار جا رکجي ويا هجن. هر استريءَ جي من ۾ خواهشون اڪيل رهن ٿيون. ماتا لڪل رهي ٿي، سو الهن جا دک سهڻ لاءِ پنهنجو گهڻو ڪجهه وڃائي ويهندي آهي. هوءَ به الهن مان هئي.

”شاديءَ کان پوءِ مان پنهنجي پيءُ کي نه ڏٺو آهي. هوءَ الائي ڪيئن هوندي.

پڌو هيم ته ڏاڍي بيمار ٿي پيئي آهي.“

هو ڳالهائيندو رهيو، ڄڻ لفظ هن لاءِ وڏو سهارو بڻجي ويا هئا.

”پيءُ جي شاديءَ کان پوءِ سوچيو هيم ته مان ڪڏهن اها زندگي نه قبوليندس. اسان مردن کي عورت جي پرک ناهي. تڏهن شادي کان پوءِ يا ته عورت اڏو مجبور ٿي پولدا آهيون، يا وري ڪمزوري سمجهي دکن جي ڇاپا مان هن جي صورت کي ٿي ڏنڏلو ڪري ڇڏيندا آهيون. اسان مرد الائي ڪيئن آهيون.“

ڪجهه ترسي چيائين:

”هاڻي جڏهن سيما سان ملندو آهيان ته هن ۾ الهن سڀن جي محبت ڳولهندو آهيان، جيڪي مون کان تمام گهڻو پري آهن جنهن لاءِ سوچيندو به نه هوس، اڄ ان اڏو مجبور ٿي پيو آهيان، ائين چو ٿيو!“

”پيار ۾ وڏي شڪتي آهي يوسف — ڪهڙي به روپ ۾ هجي، انسان کي ڏاڍو ڪمزور ٿو ڪري ڇڏي. شل تون ۽ سيما جيون ساٿي بڻجي اوچي عرش جي پريت ماڻيو.“

جيون ۾ اهي ڏينهن ايندا آهن ته من ڏاڍو شانت ٿي ويندو آهي، ڏکن جي پيڙا گهٽ ٿي ويندي آهي. اکين جي آلاڻ ۾ سولهري رنگ پرجي ويندا آهن. پر جڏهن اهي رنگ کسجي ويندا آهن ته جيوت جي جوت جهڪي ٿي ويندي آهي.

پنهنجي ڳالهه جي سچتا لاءِ جڏهن هو اسان کان ڌار ٿي ويو هو ته ڪيترا ڏينهن مان اڪيلو ٿي سيما ڏانهن ويندو رهيس. هوءَ ڏاڍي اجهائل هوندي هئي، پر هڪ آشا جو ديپ هن جي اکين ۾ پرندڙ نظر ايندو هو ته اڄ جي اڻ ڪار مان ڪيڏا ديپ روشن ٿيندا، جن جي روشني ڪڏهن نه مرندي. پر هو پنهنجي من جي اندڪار ۾ ڪو ديپ روشن ڪري نه سگهيو. ورهين جو پيار ۽ سڪ لمحن ۾ ڇڄي پوي ته جيون ڏاڍو ڏکيو ٿي پولدو آهي.

هو موٽي آيو، پر لفظ هن جي نصيب جو فيصلو بڻجي ويا هئا. جڏهن سيما جن وٽ ويس ته سندس ماءُ کي ڏاڍو خوش ڏٺم. چيائين:

”يوسف جڻ منهنجو پيٽ ڄائو هو، جنهن منهنجي ڏيء کي ٻيءَ ۽ ٻاءُ جو پيار ڏيئي پرديس اماڻيو. ڏيٿرون ٻرائو ڏنُ هولديون آهن پٽ -- ڪيستائين ماءُ-ٻيءُ جي در جي ڇائٺ چمنديون.“

ڪي ترسي چيائين:

”هو ڪيڏن ڏينهن کان آيو ناهي. پيڻ جو ڏک هولدس نه. چئجاس ته اُڙ جي سار لهڻ ايندو ڪر.“

ويچاريون، هاڻي هن لاءِ جيون ٻ ڇا رکيو آهي. ڪنهن جي ڪاڻ هو اڇي. اماڻتا متَن موت ٻ ڇا ڏيندا آهن. ڪير پڏائيندو! ڪنهن کي ڪهڙي ڇاڻ ته جنهن کي هن پيٽ ڄڻي اماڻيو، سا ته هن جي جيون ساٿي هئي. ٻر سيما جون پوڙهيون نظرون شايد انهيءَ جذبي کي سڃاڻي نه سگهيون، جنهن جي فيصلي اڏو هوءَ به ڪجهه ڪُڇي ڪين سگهي. جيوت جي جوت ته جهڪي ٿي وڃي، ٻر اوجل جذبن جي اوجر ڪڏهن مات نه ٿيندي آهي.

هو هليو ويو، بنا موڪلائي. پاڻنجي پيو، سڀ آواز هن سان گڏ هليا ويا هجن. هڪ ڏينهن ڪيڏن ڏينهن کان پوءِ هن جو خط آيو. جيون جا سڀ ڏک هڪ ننڍڙي ڪاڳر تي پيٽي چڙيا هئين. ٻر منهنجي من جي تمنائن جي هن کي ڪهڙي ڪل، ته منهنجي رَتنا به مون کان ائين ئي وڇڙي ويئي هئي!



رضيه کوکر

# ديسي سيڻ ڪجن....

ڪمري جون سڀ بتيون بند هيون. پڙدا هوا جي زور سان هيڏي هوڏي آڏامي رهيا هئا. هوا ائين سيٽيون وڄائيندي اندر اچي رهي هئي، ڄڻ ٻاهر ڪو وڏو طوفان آيل هو.

پر طوفان ته دراصل فهد جي اندر ۾ آيل هو. هن جي ڪنن ۾ هوا جا آواز ائين لڳي رهيا هئا، ڄڻ ته ٻري ڪو چنگ وڄائي رهيو هو ۽ سرن سان هي آواز اڀري رهيا هئا "ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کهڙا پرين."

ايڏي هوا ۾ به فهد پنهنجي ئي پڪهر ۾ ٻڏي ۽ تري رهيو هو ۽ سوچي رهيو هو ته سنڌ جي سردار شاهه ڀٽائي اسان تي ڪيتري صديون اڳ ۾ اهو انڪشاف ڪري ڇڏيو هو ۽ خبردار ڪري ويو هو ته پنهنجن پکن ۾ خوش رهجو، پر پرديسين جي پريت کان پاسو ڪجو. ڇو جو اهي جڏهن توهان کي ڏوکي ڏيڻ تي ايندا ته انهن سان گڏ پنهنجن کي به منهن ڏيکارڻ جي قابل نه هوندؤ.

فهد به جيڪڏهن پنهنجا ڇڏي پراون سان ناتا جوڙڻ جي ڪوشش نه ڪري ها، ته اڄ ائين تڙيون نه مهٽيون پونس ها. پنهنجن هن سان کهڙي نيڪي نه ڪئي هئي، جو هو هنن کي اهي بهرا ڏيئي رهيو هو. سيائن سچ چيو آهي ته "جيڪي ماڻهو پنهنجن کي ڇڏي پراون تي اعتبار ڪندا آهن، سي هميشه خطا کائيندا آهن." پر ان معاملي ۾ فهد ته صفا ناڪام ثابت ٿيو هو. پنهنجن ڪيڏو نه سمجهايو هيس مائٽن جهايس، دوستن روڪيس، پر اها ڳالهه هن جي هٺتي تي ئي ڪونه هئي، ۽ آخرڪار اهڙو انجام ٿيس، جو اڄ منهن لڪائي پنهنجي ڪمري ۾ قيد ٿي ويهي رهيو هو.

ڪجهه ماڻهو احساس ڪمتريءَ ۾ اهڙا ته قاتل هوندا آهن، جو پنهنجي محسن تي ئي ڪهاڙي ڪڻي بيهڻ لڳندا آهن ۽ انهن کي ائين ڪندي ڪوبه شرم محسوس ڪونه ٿيندو آهي. پر ان مهل شايد خبر ئي ڪانه پوندي اٿن، ته ڪو اهو ڪهاڙو سندن ئي پير تي لڳڻ وارو آهي.

فهد به انهن ئي ماڻهن مان هڪ، جيڪي پراون درن تي پلي وڏا ٿيندا آهن ۽ سڄي ڄمار ٻين تي بار هوندا. هن جا ماءُ-پيءُ ننڍي هوندي ئي مري ويا هئا ۽ هن جي پرورش سندس چاچي ڪئي، جو هڪ معزز شخص هو.

سچي زندگيءَ ۾ جيڪو چاهيو، اهو چاچي هن کي ميسر ڪري ڏنو ۽ چاچيءَ به وسئون ڪونه گهٽايو. پر تڏهن به هو الائي ڇو پاڻ کي انهن جي گهر جو فرد نه سمجهندو هو. هن جي پيارن سان مٺين دل سان ته ڳالهائيندو ٻولهائيندو هو ۽ گڏجي رهندو هو، پر اندر ۾ ڏاڍو ساڙ ۽ جل هوندو هيس. خاص طور سان چاچي جي ڌيءَ رميسا، جيڪا عمر ۾ هن کان ٽي-چار سال ننڍي هئي سا ته اصل ڪوئي وڻندي هيس. ۽ جڏهن هن کي ايم- بي- بي- ايس ۾ داخلا ملي ته هن کي ويتر باهه وٺي ويئي، ڇو ته ٽي چار سال اڳ هن کي مارڪن گهٽ هئڻ سبب داخلا ڪانه ملي هئي.

اڄڪلهه ايم- اي پاس وارن کي پڇي ڪير ٿو؟ پر تڏهن به هن کي چاچي ڇٺو آڪ ڪري هڪڙي سٺي نوڪري وٺي ڏني هئي ۽ هن کي پنهنجي گهر ۾ بالڪل پنهنجي پاٽيءَ وانگر جاءِ ڏني هئائين. ان کان وڌيڪ هن تي ٻيو احسان ڇا ڪري ها، جو پنهنجي پياري ڌيءَ رميسا جو مڱڻو به هن سان ننڍي هوندي ئي ڪري ڇڏيو هئائين ۽ ارادو هيس ته جيئن ئي ڌيءَ آخري سال جو امتحان پاس ڪندي ته فهد جي سائنس شادي به ڪري ڇڏيندس.

هوڏانهن وري سندس پاڻيٺيو جڏهن پنهنجن پيرن پر ٿيو ته اهي خيال سوچڻ لڳو ته کهڙي نمولي رميسا کي شڪست ڏيان ۽ هن جي بيعزتي ڪيان. پنهنجي عقل ۽ سوچ مطابق هن جو اهو خيال هو ته هن کي جيڪو مقام اڄ حاصل آهي، تنهن جي هوءَ ڪنهن به طرح سان لائق نه آهي.

پر رميسا ته اهڙن ۽ ان جهڙن ماڻهن کي خاطر ۾ ئي نه آڻيندي هئي. هن کي ته ننڍي هوندي کان ئي فهد جون عادتون ۽ ڳالهيون بالڪل پسند نه هونديون هيون. هوءَ پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ ته لائق هئي ئي، پر ڏسڻ جي به ڏاڍي سٺي هئي. ويتر وري پيءُ جي وڏي مرتبي ڪري هوءَ پاڻ کي رزرو رکندي هئي ۽ هرڪنهن کي لفٽ ڪونه ڏيندي هئي. هروڀرو مغرور به ڪونه هئي، بس ڇڙڪي هئي.

جڏهن کان وٺي فهد جي چاچي هن سان شاديءَ جي ڳالهه ڇوري هئي، تڏهن کان وٺي هن پنهنجي آفيس جي سيڪريٽريءَ سان وڌيڪ فري ٿيڻ شروع ڪيو. جڏهن رميسا جي رزلٽ به نڪري ويئي ۽ چاچي جو اصرار به وڌڻ لڳو ته پوءِ هڪڙي ڏينهن هن صاف صاف پنهنجي چاچي کي چئي ڇڏيو "مان توهان جي ڌيءَ سان شادي نه ڪندس." اها ڳالهه جڏهن رميسا جي ڪن پئي ته هن کي ته اصل باهه وٺي ويئي ۽ رميسا جي ماءُ ته هن جي پيءُ سان اهڙي جٽ ڪئي جو اصل ٽپ ئي ٺاري ڇڏيائينس. چوڻ لڳس ته: "ڏس تو پنهنجي لاٽيءَ تي ٽالو به رکيو ۽ هن ٽڪي جي ڇوري تنهنجو اهڙو مان ڪرايو. تنهن ڪري ته هاڻي وچي پڏي سڙ اهڙي جيئڻ ڪري."

هوڏانهن رميسا کي به پيءُ کان نفرت ٿي ويئي. چئي: "تو سچي زندگي پنهنجي اولاد کان وڌيڪ پالئيس. هميشه پنهنجن کي ڇڏي ڀراون جو مان رکيو، جنهن جنهن سان

ليکي ڪيڻ، تنهن تنهنجو اهو ماڻ رکيو. ٻين کي ته ڪٿي ڇڏ، پر تون فهد تي ته خاص طور تي مهربان هوندو هئين. هو توکي جيڪو ڪجهه چوندو هو سو تنهنجي لاءِ ڄڻ پٿر تي ليڪ مثل هوندو هو. تو پنهنجن ٻچن کئون ڪسي، ان کي ڏنو، تنهن ئي اڄ توکي زمانې ۾ ڪنڌ کڻڻ جهڙو به نه ڇڏيو. مون کي ته اڳيئي اهو اصل ڪونه وڻندو هو. پر تنهنجي سوچڻ جو خيال اچي ويندو هو، تنهنڪري چپ هوندي هيس. ڪاله جيڪڏهن مان انڪار ڪيان ها ته تون گهر ۾ الائي ڪيڏي قيامت برپا ڪري ڇڏين ها. پر هاڻي ته توکي الائي ڪهڙي چپ وٺي ويئي آهي. مٿي کي مون سان ته الائي ڪهڙو ساڙ هوندو هو. جڏهن تو مون کي ڪار وٺي ڏني هئي ته اهڙو ته جل وٺي ويو هيس جو اسان جو گهر ئي ڇڏي هليو ويو هو."

هوڏانهن فهد به پنهنجي دل ۾ سوچيو ته متان اچي ڇاڇو ايلاز منٿون ڪري. سو هن پنهنجي بدلي ٻئي شهر ڪرائي ڇڏي، ته جيئن رميسا جي بيعزتي به ڪريان، پنهنجي سيڪريٽريءَ سان شادي به ڪري سگهان. ٻن-ٽن مهينن کان پوءِ ٻڌائين ته رميسا جي هڪڙي انجنيئر سان شادي ٿي رهي آهي. اهو ٻڌي هو پنهنجي سيڪريٽريءَ سان شادي ڪرڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. جڏهن سندس اها مرضي دوستن ۽ مائٽن ٻڌي ته سڀني هن کي سمجهايو: "ميان هوش ڪر، پاڻ تي اهو ڪهڙو پيو ظلم ڪرين! ته هن جي خاندان جي توکي خبر نه اصليت جي ڄاڻ، هرو ڀرو غيرن سان رشتا ناتا ٽوڙڻي ڳنڍيا آهن. اڃا به انهيءَ هوڏ کي ڇڏ، هاڻي به اسان جي مڃ ۽ وڃي ڇاڇي کان معافي وٺ." پر هن جي دل تي ڪوبه اثر نه پيو.

هڪڙي ڏينهن تيار ٿي پنهنجي پراڻي سيڪريٽريءَ وٽ ويو ۽ وڃي هن کي شاديءَ لاءِ چيائين. پهرين ته الهيءَ به ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي: پر جڏهن ڏٺائين ته هو ائين ڪونه مڙندو، تڏهن چوڻ لڳس: "جڏهن تون منهنجو باس هوندو هئين ته مان توکي خوش رکندي هيس، هاڻي ڪو ٻيو منهنجو باس آهي ۽ ان کي خوش رکڻ منهنجو فرض آهي. مهرباني ڪري هتان هليا وڃو."

فهد پنهنجي وجود کي پراڻي سيڪريٽريءَ جي لفظن جي برف هيٺيان دٻجندي ڏٺو. فهد جهرلڙ جيءَ سان وک وک آفيس کان ٻاهر نڪري آيو ۽ گوڙ ڀريل روڊ تي ايئن سوچڻ لڳو، 'مون جنهن کي منزل سمجهيو هو، سو ته رڻ جو سراب هو. منزل ته مان ڪهڙو اڳي پٺتي ڇڏي چڪو آهيان.' پوءِ هن کي ائين لڳو، ڄڻ هو هن مصروف شاهراه تي ماڻهن جي هجوم ۾ پنهنجون سڀ سڃاڻپون وڃائي ويٺو آهي.



نسرين جوڻيجو

# آئيڊيل

هوءَ بيحد حسين ۽ وڻندڙ هئي، ڪنهن گلاب جي ٽڙندڙ گل جيان، سندس حسن جي عظمت آڏو هئي ڪنهن ديويءَ جيان. سندس ڪاريون ڪجليون اکڙيون خوبصورت هيون، ڪنهن هرڻيءَ جي اکين جيان.

سندس خوبصورت گلابي ڳلن تي سدائين سرخي ڇانيل هوندي هئي، شفق جيان ۽ هن جا گلاب جي پنکڙين جهڙا نازڪ چپ هميشه مرڪندا ئي رهندا هئا.

هوءَ هڪ شاعره هئي. جڏهن به ليري آپ تي ڪڪر ڪاروليار ڪري مڙي ايندا هئا، ۽ مينهن جي ڦڙ ڦڙ ڇيڪي مٽيءَ مان سرهاڻ ڪيلدي هئي، تڏهن شعر هن جي لبن تي رقص ڪري ڪاڳر تي ٽپڻ لڳندا هئا ۽... الهيءَ ئي گهڙيءَ هوءَ هڪ هٿ سان قلم ڏلدن ۾ جهلي، ٻئي هٿ جو رحل ڏاهي ڪاڏي ان تي رکي ڪجهه سوچڻ لڳندي هئي.

هوءَ ڇا سوچيندي هئي؟ شايد پنهنجي آئيڊيل متعلق...... سندس آئيڊيل به ته سندس والڪرئي حسين هئو. خوبصورت هو. ليرين اکين ۽ سونهري ڪنڊيدار وارن وارو شاعر، جيڪو هن جي من مندر جو ديوتا هو... جيڪو سندس تخيل جي دنيا جو مالڪ هو.

سندس سونهري وارن جي هڪ پريشان ۽ آواره چڳ هميشه ارڙ کي چمندي رهندي هئي ۽ هوءَ خيالن ئي خيالن ۾ نهايت پيار ۽ عقيدت وچان اها چڳ ارڙ تان هٽائيندي هئي، ۽ پوءِ سپنن ۾ به هن کي اهائي چڳ لظر ايندي هئي... ڪشادي پيشانيءَ تي وري ايندڙ سونهري وارن جي آواره چڳ. شايد ڪيس پنهنجي آئيڊيل کان وڌيڪ، وارن جي ان آواره چڳ سان پيار هو. آخر هڪ ڏينهن خوابن حقيقت جو روپ ورتو، هن کي هڪ مشاعري ۾ غزل پڙهڻ لاءِ وڃڻو پيو. اڃا هوءَ هيتان هُتان جي ڳالهين ۾ ئي رُڌل هئي ته اعلان ٿيو ته: "هاڻي ملڪ جو مايہ ناز شاعر بادل اوهان کي پنهنجو ڪلام ٻڌائيندو."

اعلان ٻڌي، هن هڪدم اسٽيج ڏانهن نهاريو. پر ان ئي پل سپنن کي ماڻيان ٿيندي ڏٺائين ته اعتبار نہ آيس. اسٽيج تي سندس آئيڊيل، ليرن ليڻن ۽ سونهري وارن وارو بادل پنهنجا شعر پڙهي رهيو هو.

هوءَ حيران ٿي وئي. هن کي پنهنجا اکوٽا هڙئي شعر ڦڪا ۽ ٻُسا محسوس ٿيا. هن کي اٿين لڳو ڄڻ سندس ذهن جي ڪاوش، سوچ جو سوز من جي پيڙا سڀڪجهه رلجي ملجي بادل ٿي پيو هجي. ڄڻ هيءُ سندس سڀ کان خوبصورت شعر هجي.

دل چيس ”وڃي سندس وارن کي ٺرڙ تان پري ڪري.“ دماغ چيس ”چري، اهو ڇا ٿي سوچين، ايڏي پيهه ۾ ڪنهن ڌارئي مرد جي وارن ۾ هٿ وجهندين، توبهه توبهه.“ ۽ الهيءَ ئي گهڙيءَ هوءَ پنهنجو پاڻ کان شرمائجي وئي.

هوءَ سوچي رهي هئي ۽ بادل هڪ ٽڪ سندس چهري جي زلجيرن کي اڙهي ڪجهه سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هن جي خوبصورت لچاري انداز ۽ مرڪهه لهڻ بادل کي گهائل ڪري وڌو ۽ پٺي ڏينهن هو سندس مائٽن وٽ ڪجهه گهرڻ ويو.

آخر... تقدير هڪ ڀيرو وري مهربان ٿي، فضائن ۾ شرنائين جي مڌر موسيقيءَ پنهنجو رنگ ڄمايو ۽ هوءَ هميشه لاءِ بادل جي ٿي وئي.

انهيءَ ڏينهن هوءَ پاڻ کي ضبط ڪري نه سگهي. حجاب جي پردن جي لهڻ کان پوءِ هن ڇا هٽ ڪنهن ديرينه جذبي جي تڪميل لاءِ بادل جي ارڙ طرف وڌيا، پر پيءَ گهڙيءَ ئي فضا ۾ هڪ هانءُ ڏاريندڙ پڙلاءُ ٿيو ۽ هوءَ هيٺ ڪِري پئي.

ويچارو بادل... ڪجهه حيران، ڪجهه پريشان ڪجهه بس نه سمجهي نه سگهيو، هُنَ هڪ نظر هن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ فرش تي پيل سولهري گهنڊيدار وارن واري وِڳ کڻي پنهنجي نوڙهي ٽڪڻ ني ڄمائي ڇڏيائين.



(سائنسي ڪهاڻي)

فرينڪ رابنسن
سنڌيڪار: شمس الدين عرساڻي

# جي مارڳ منجهه مڏا

اسان ٻاڻ ۾ هٿ ملايو: هڪ منٽ تائين هڪٻئي جو هٿ جهليو بيٺا رهياسين. پوءِ مارڪ موڪلائي، راڪيٽ ڏانهن هليو ويو. چوطرف چانڊوڪي ڦهليل هئي. مون دل ۾ چيو ته مارڪ ڏاڍو ڀلو آهي پر پنهنجي ڏک کي ظاهر ٿيڻ نٿو ڏئي.

هو ٻري هليو ويو هو ۽ لنيڙو ڏيکائي ڏئي رهيو هو. پوءِ هو راڪيٽ جي چوگرد گڏ ٿيل مسترين ۽ سامان جي ڍرڪن ۾ گم ٿي ويو. راڪيٽ هڪ چمڪيلي ليزي والڪر، لوڪ سان تارن ڏانهن اشارو ڪري رهيو هو. چوڏهينءَ جو چنڊ هو ۽ صحرا جي گهري خاموشي ٻري ٻري تائين پکڙيل هئي. مون کي اوچتو سردي محسوس ٿي. رات جو ٿڌي هوا جو جهولڪو چرڻ لڳو هو. مون سوچيو ته هاڻ ته مارڪ راڪيٽ ۾ ويهي رهيو هوندو. پوءِ پنهنجي آفيس ڏانهن وڃڻ لڳس.

ڪمري ۾ قدم رکندي ئي سارجنٽ روڊلي مون ڏانهن مڙيو. هن جي پيشانيءَ تان پگهر ڳڙي رهيو هو. "ميجر! هنن ماڻهن سان اوهان ئي سمجهو. صاحبو ڪجهه ماٺ ڪري ويهو! ميجر صاحب اوهان سان ڳالهيون ڪندو."

ڏسان ٿو ته، جنهن ڪمري ۾ ڇهن ماڻهن جي ويهڻ جي جاءِ هئي، اتي پڻ درجن رپورٽر گڏ ٿيل آهن. اڱون ڏاڍو گهبرايس، ڇو ته ڪمري ۾ ريڊيو ۽ رادڙ جو تمام نازڪ سامان گڏ ٿيل هو ۽ ٿوري به ضرب لڳڻ سان خراب ٿي سگهيو ٿي. ايتري ۾ هڪ رپورٽر پڇيو: "ميجر صاحب هن راڪيٽ جي آڏام سان اوهان جو ڪهڙو تعلق آهي ۽ سارو سازو سامان ڪمري ۾ ڇو گڏ ڪيل آهي؟"

"اهي ڳالهيون ته اوهان کي تعلقات عامه جي کاتي مان به معلوم ٿي سگهن ها" مون چيو "بهرحال ٿوري ۾ اوهان ائين ڪئي سمجهو ته هنن اوزارن جي مدد سان سمورو وقت اسان راڪيٽ سان رابطو قائم رکنداسون.

"يعني ته توهان سڄو وقت پائلٽ سان ڳالهيون ڪري سگهندا. تمام سٺو!" هڪ ٿلهيءَ عورت خوش ٿيندي چيو. هڪ پيو نامه نگار اڇل ڪائي چوڻ لڳو: "چڱو سائين، پائلٽ متعلق

ڪجھہ تہ ٻڌايو“ وچ ۾ وري ٻئي شخص ڳالهايو. ”پائلٽ فوج جو ماڻهو تہ آهيئي ڪونہ. پنهنجو ڪم تہ صحيح طرح ڪري سگهندو.“

اهي سوال ٻڌي مان چڙي پيس. ”اهي ڳالهيون اوهان تعلقات عامہ کاتي مان ڇو نہ معلوم ڪري ورتيون؟ هاڻي ٿورو وقت رهجي ويو آهي، مان بس رڳو ايترو ٻڌائي سگهان ٿو تہ...“

ميدان ۾ هرهنڌ لڳل لائوڊ اسپيڪرن مان ايندڙ آواز منهنجي جند ڇڏائي: ”راڪيٽ ڇٽڻ ۾ هاڻ ڏهہ منٽ رهجي ويا آهن. سڀ ماڻهو پنهنجي پنهنجي مقرر جاين تي پهچي وڃن ... راڪيٽ ڇٽڻ ۾ هاڻ ...“

آواز ٻڌڻ سان سڀ ئي رپورٽر هڪٻئي کي ڌڪيندا منهنجي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويا. بس هڪڙو ٿلهو ڏٻرو ماڻهو باقي بچيو هو، جنهن موٽي عينڪ اکين تي لڳائي هئي. هن مون ڏانهن هڪ ڪاغذ وڌائيندي چيو: ”ميجر صاحب، آئون ايسوسيئيٽڊ پريس جو نمائندو آهيان. مان هن ڪمري ۾ ويهي خبرن تيار ڪرڻ جي اجازت وٺي چڪو آهيان. منهنجو نالو بولز آهي.“

اهو ٻڌي مون چيو ”چڱو ٻڌ! اوزارن کي نہ ڇهجئين ۽ اسان کي تنگ نہ ڪجئين. تعاون ڪندين تہ فائدي ۾ رهندين. ان کان سواءِ هتي توکي هٿ سان لکڻو پوندو. ٽائيپ رائيٽر جي کوڙ سان اسان جي پيغامات ۾ خلل پئجي سگهي ٿو سمجهيئہ؟“

هن هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. مون ٽيليويزن هلائي ۽ راڪيٽ نظر اچڻ لڳو ان وقت هرجڳهہ تان هڪڙو ئي پروگرام اچي رهيو هو. هاڻي راڪيٽ جي آسپاس ڪوبہ ماڻهو بيٺل نہ هو ۽ ان تي چئني ئي طرفن کان روشنايون پکڙي رهيون هيون. مون مارڪ سان رابطو قائم ڪيو. ”مان ريڊيو روم مان ڳالهائي رهيو آهيان -- جواب ڏي -- ٻڌ ءِ؟ جواب ڏي --“ پوءِ مارڪ جو آواز آيو، جيڪو ڪجهہ بي سُرو لڳي رهيو هو: ”هيلو، فرئنڪ، تنهنجو **آواز صاف ٻڌڻ ۾ پيو اچي. وقت** ڪيترو ٿيو آهي؟

”ڏهہ لڳي ٽيولجاهہ منٽ -- تنهنجو ’وقت پيما‘ ڇا ٿو ٻڌائي؟“ ”بلڪل. ٺيڪ آهي، فرئنڪ، ٻڌ هاڻي مان آخري دفعو ٿورو اوزارن کي ٺيڪ ڪندس. راڪيٽ ڇٽڻ کان ڏهہ منٽ پوءِ مون کي آواز ڏجئين“ اهو چئي هن سلسلو منقطع ڪري ڇڏيو.

يا تہ ڪمرو ڏاڍو گرم هو يا تہ وري مون کي ڏاڍي گرمي لڳي رهي هئي. منهنجي قميص بدن سان چنبڙي وئي هئي ۽ ساهہ پوساتجي رهيو هو. ڪجهہ اهڙي بي چيني طاري هئي، جو سگريٽ جو سرو چپاڙي ورتم ۽ پوءِ وات ڪڙو ٿيڻ سبب ٿڪ ٿڪ ڪندو رهيس. ايتري ۾ لائوڊ اسپيڪر ڦاٽون ڪائڻ لڳو.

”ڌيان سان ٻڌو. راڪيٽ ڇٽڻ ۾ سٺ سيڪنڊ رهجي ويا آهن. سٺ سيڪنڊ ... ڇاهلي هٺاهو ... پنجاهہ سيڪنڊ“ ٽيليويزن جي پردي تي جهلي راڪيٽ کان هيٺيل نظر آئي ۽ راڪيٽ پنهنجي ٽن ٽنگن تي بيٺل رهجي ويو. ”چاليهہ سيڪنڊ... ٽيهہ سيڪنڊ“ روڊلي جون اکيون ٽيليويزن

تي ڇهيل هيون. ٻولز پينسل گھمائيندو رهيو ۽ پوءِ يڪايڪ ان کي ڪيسي ۾ وجهي، سڌو ويهي رهيو. مان سوچي رهيو هوس ته مارڪ ائين محسوس ڪندو هوندو، ڄڻ ڪنهن جهٽ ۾ ڦاٿنڊڙ ٻر تي سوار ٿيو هجي. "ڏهه... ٽو... آٺ."

مان دم بخود ٽيليويزن ڏانهن ڏسي رهيو هوس. اوچتو راڪيٽ جي عقبي حصي مان شعلو لڪتو، ۽ اهو هڪ لمحي لاءِ ٻاهه جي ٿنڀي تي ٽڪيل نظر آيو ۽ تارن ڀريل آسمان تي هڪ آتشي مشعل والگر چمڪيو ۽ پوءِ ڏسندي ئي ڏسندي اها مشعل ٻه تارن ۾ ڪٿي لڪي وئي.

مان خاموشيءَ سان ويٺو اهو سوچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس ته مارڪ هاڻي ڇا محسوس ڪري رهيو هوندو؟ ڇا مان هڪڙو سوال پڇي سگهان ٿو؟ ٻولز اوچتو ڳالهايو.

"ضرور..." مون جواب ڏنو.

"مان سمجهان ٿو ته، ميجر! هي راڪيٽ چنڊ تي ڪونه لهندو." "بلڪل ائين آهي. هي راڪيٽ چنڊ جي چوگرد گھمي واپس اچي ويندو. چنڊ تي لاهڻ جو ڪم اسان آئيندي لاءِ رکيو آهي."

"چڱو، اهو ته ٻڌايو ته ان ۾ ڪيترو عرصو لڳندو؟"

"سفر جو پهريون مرحلو، چوويهن ڪلاڪن ۾ طيءِ ٿيندو. يعني ته سڀاڻي رات جو هن ئي وقت اهو چنڊ جي گھيري ڏانهن موڙڻ شروع ڪندو." هو لکندو رهيو ۽ پوءِ ڪيسي مان هڪ تصوير ڪڍي پڇڻ لڳو "پائلٽ ته هيءُ ئي آهي نه؟ مون تصوير ڏسندي چيو: "ها، مگر هي فوٽو ته ٻه سال پراڻو آهي. تو تعلقات عامه جي کاتي مان لئين تصوير ڇو نه ورتي ڇڏي؟"

ٻولز ڪنڌ لوڏيو "نه مون کي اها تصوير پسند پيئي."

اها تصوير اهڙي قسم جي هئي، جهڙيون اڪثر ڪاليج جي رسالن ۾ نظر اينديون آهن. مهانڊي تي الڙپڻو، لسي ۽ صاف چمڙي. چهري جا سڀئي فوٽوگرافر جي هٿان سنواريل هئا ۽ چپن تي پوري پني مسڪراهٽ.

پر ته ٻه هن جون اکيون تمام گھڻو گنڀير ۽ متفڪر هيون، ڄڻ ته سندس مسڪراهٽ کي ڪوڙو ڪري سمجهيو هجائون! "ميجر صاحب هي ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟"

ادا، ڇا ٻڌايان! هن جو ڪردار سمجهڻ مشڪل آهي. هو درمياني طبقي سان تعلق رکي ٿو. هاءِ اسڪول ۾ ته هو تمام گھڻو پڙهندو هو. هن کي وظيفو به ملندو هو. پاڙي جا ڇوڪرا ڪاؤبواءِ يا جاسوس بنجڻ جا خواب ڏسندا هئا، ته هو وري سائنسدان بنجڻ جي فڪر ۾ هو. هن جي شخصيت وغيره ڪجهه به ناهي. هن ۾ ڪا به ڪشش ناهي. مون کي پڪ آهي ته اخبارون ۽ پبلڪ هن کي هيرو بنائڻ جي ڪوشش ڪندا نه اجائي جڪ ماريندا."

مون اڃا پنهنجي ڳالهه پوري مس ڪئي ته ريڊيو تي ترتر ڪري ٻوليو "ڇا تون منهنجو آواز ٻڌي رهيو آهين، فرئنڪ؟ ٻڌي رهيو آهين؟ ڳالهاءِ... ڳالهاءِ...". هن جو آواز جهڪو ۽ گھٻرايل هو. مون جلديءَ ۾ جواب ڏنو؛

”ها، ها تنهنجو آواز صاف اچي رهيو آهي. تنهنجي طبيعت ڪيئن آهي؟“

”ٺيڪ ناهي. دل ڪجهه ٿي رهي آهي، جيئن مان ڪنهن غباري ۾ بند هجان ۽ اهو تمام تيزيءَ سان هيٺ ڪري رهيو هجي. اکيون بند ٿو ڪريان ته طبيعت اڃان ٿي وڌيڪ بگڙندي وڃي ٿي.“ اها ڳالهه ٻڌي منهنجي دل ڪجهه ٿيڻ لڳي، مگر مون پاڻ سنڀالي پڇيو، ”اوزار ڇا ٿا ٻڌائين؟“

”پاونجاهه لک اسي هزار فوٽ اوچائي يعني هڪ هزار ميل. ٻه ٻين اسٽيج اجهو هينئر ڌار ٿي آهي. ڪشش ثقل به ساڳي اهڙي آهي. آئون راڪيٽ کي ٿورو ڦيرائيندو وڃان ٿو، جيئن گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو پاسو سج کان بچيل رهي. ڪئميرائون ٺيڪ طرح ڪم ڪري رهيون آهن. هينئر غلطيءَ کان سج جي پاسي واري دري کلي وئي هئي، بچي ڪباب ٿيندي ٿيندي بچيس. هتي ته سج جا ڪرڻا باهه کان گهٽ ڪونهن. جڏهن دنيا تي نظر پوي ٿي ته هوش اڏاميو وڃن. عجب منظر آهي. سارو آمريڪا نظر اچي رهيو آهي، ليڪن هوا جي تهه کان ڪجهه اهڙو ته ميٽجي ويو آهي، ڄڻ پاڻيءَ ۾ ٻڏل هجي. ڪٿي ڪٿي ڪڪر به آهن.“

مون کي وقت ملائڻ جو خيال آيو. مون پڇيو، ”تنهنجي ”وقت پيما“ ۾ گهڻو ٿيو آهي؟“

”هان! اهو ته ڏسجي ٿو ته بيهي رهيو آهي.“

اهو ٻڌي مون کان ڇرڪ نڪري ويو. وقت پيما ڪا تمام وڏي اهم شيءِ ڪانه هئي، تنهن هوندي به ان کي بيهڻ نه کپندو هو. ان جو خاص خيال ڪيو ويو هو ته اهو بيهي نه رهي. جيڪڏهن اهو بيهي سگهيو ٿي ته پوءِ ڪا بي گڙٻڙ به ٿي سگهي ٿي.

مون چيو: ”ان کي ٺيڪ ڪري وٺ. ٻارهن ٽيهه ٿيا آهن.“ پوءِ مون مارڪ جو ڌيان هٽائڻ جي خيال کان گفتگوءَ جو موضوع بدلائي ڇڏيو.

”ڪجهه طبيعت بهتر ٿي؟“ ”ها، ڪجهه حرارت محسوس ٿئي ٿي. مٿي ۾ سور به پنهنجي ڇڪ اٿم. هتي ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ ۾ ڏاڍو مزو ٿو اچي. ڪشش ثقل نه هئڻ ڪري، هيٺائين مٿائين جو ڪو به وجود ناهي. هوا ۾ ترندو ڦرندو رهان ٿو. چڱو، ٻڌ! هاڻي مان ذرا ڪئميرائن جون فلمون بدلايان ٿو. اٽڪل هڪ ڪلاڪ کان پوءِ وري ملاقات ٿيندي!“

”ٺيڪ آهي، مان هتي ئي آهيان.“ مون کيس اطمينان ڏياريو.

روڊايءَ اسان جي سڄي گفتگو ٽيپ تي رڪارڊ ڪري ورتي هئي.

هوڏانهن بولز پيئڻ لاءِ ڪجهه ڪافي به کڻي آيو. چيائين: ”ميجر، مون سوچيو ته رات تائين جاڳڻو آهي. ٿورو ڪافيءَ جو شغل به ڪجي. ”هاڻي مون کي خبر پئي ته صحافين ۾ ڪجهه خوبيون به ٿين ٿيون.“

اسان ڪافي پيئڻ لڳاسون. بولز کيسي مان مارڪ جي تصوير ڪڍي ۽ غور سان ڏسڻ لڳو. ”سڀاڻي هي شخص هيرو بڻجي چڪو هوندو.“ مان اهو ٻڌي چڙي پيس. ”هيرو! هون! اها به ڪا ڳالهه! هن کي هيرو بڻجڻ جي ڪابه خواهش ناهي. هو بس هڪڙو اهم ڪم ڪري

رهيو آهي. ڪولمبس پنهنجن ٽن ٻڙين جهازن سميت داد حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو ويو هو. هن ڪجهه ثابت ڪرڻ چاهيو ٿي. مارڪ به ڪجهه ثابت ڪرڻ چاهي ٿو."

"چڱو! ڇا ٿو ثابت ڪرڻ چاهي هو؟ ۽ اوهان کي اها ڪيئن خبر پئي ته هو ڪجهه ثابت ڪرڻ چاهي ٿو؟"

"مون کي ان جي اها خبر آهي، جو جيترو چڱيءَ طرح مان هن کي سڃاڻان ٿو، پيو ڪو به ڪين نٿو سڃاڻي. باقي اهو ته هو پاڻ ئي ٻڌائي سگهي ٿو، ته هو ڇا ٿو ثابت ڪرڻ چاهي. ان ڳالهه جي صفائي لاءِ مون وٽ لفظ ڪونهن. خير هو محسوس ڪري ٿو ته انسان کي هڪ ننڍڙي سياري تائين محدود نه رهڻ گهرجي. هو... تارن کي ڇهڻ گهري ٿو."

کليل دروازي مان سرد هوا جي لهر اندر آئي. پاهران واري اڏامي رهي هئي. جتهلي ڪٿي ويندڙ ڳاڏيون گڙگڙ ڪنديون لنگهي وڃي رهيون هيون. انهيءَ ئي رات گذرندي رهي. صبح ويجهو پيو. تارا وسامڻ لڳا. مارڪ هاڻي تمام پري پهچي چڪو هو. پولز هڪ دفعو تمام آهستي، چڻ ته پنهنجو پاڻ کان پڇيو ته: "مان حيران آهيان ته هو ڇا سوچي رهيو هوندو!" مون چيو: "ها! واقعي!" مان خود حيران هوس.

ٻئي ڏينهن کان اڳ ۾ مارڪ سان هڪ ڀيرو وري گفتگو ٿي. چوڻ لڳو: "دماغ ۽ حرارت جو درجو نارمل آهي. رفتار ۽ آڪسيجن جي مقدار ۾ به ڪو فرق ناهي. ڪئميرائون ٺيڪ هلي رهيون آهن، ڪو خاص ڪم ڪرڻو نٿو پوي."

پولز هڪڙي پرچي منهنجي سامهون رکي، جنهن تي لکيل هو: "پڇوس ته چنڊ ڪيئن لڳي رهيو آهي؟" مون پڇيو ته مارڪ جواب ڏنو: "چنڊ تمام حسين ۽ روشن آهي. ان کان وڌيڪ حسين شيءِ منهنجي نظر مان ڪڏهن به نه گذري. سڀئي ننڍا وڏا پاڳا، واديون، جبل ۽ صحرائون صاف نظر اچي رهيا آهن. هن چيو ته مان هاڻ پنجاهه هزار ميل پري آهيان. منهنجو خيال آهي ته مان رات جو نوين بجي چنڊ جي گهيري ڏانهن موٽڻ شروع ڪندس."

"تنهنجي طبيعت ڪيئن آهي؟"

"پهرين کان بهتر آهي. مٿي ۾ سور ناهي. بس ٿوري سستي آهي ۽..."

هو ماٺ ٿي ويو. مون کي تشويش ٿي، مون چيو: "ها! پيو ڇا؟"

"مان پاڻ کي تنها محسوس ڪري رهيو آهيان. دنيا ۾ ته پين جو ماڻ به هولهو آهي. تنهائيءَ کان بچڻ جون سوين تدبيرون هونديون آهن. اسين انسان جلوت پسند ثابت ٿيا آهيون. هتي مون سان اهو حال آهي، جو هينئر مان دنيا کان پنجاهه هزار ميل پري آهيان. پنجاهه هزار ميلن جي اردگرد ڪو به ڪونهي. اها اڪيلائي مون کي کائي رهي آهي. اگر تو سان ڳالهائڻ جو آسرو نه هجي ته..."

مون جلديءَ ۾ هن جي ڳالهه ڪٽي ڇڏي. ”مارڪ... مان هتي ئي رهندس. تنهنجي واپسيءَ تائين رات ڏينهن ڇوڙ والڪر ريڊيو سان چهٽيو پيو هوندس. ياد رک مارڪ! تون تنها ڪونه آهين. اسين توسان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ هتي موجود آهيون، سمجهئي!“

هن هڪ ٻه ڳالهيون پيون به ڪيون ۽ پوءِ سلسلو منقطع ٿي ويو. مون کي اهڙيءَ طرح محسوس ٿي رهيو هو، جيئن ڪيترائي ميل ڊوڙون پائي آيو هجان. مون پولز کي چيو ”ذرا سوچ ته، هن کي ڇا محسوس ٿي رهيو هوندو؟ چئني طرفن کان انڌيرو ئي انڌيرو، سج ۽ تارا ۽ ڪڙيل ۽ بس رڳو هڪ آواز جو ساٿ. هڪ آواز جو سهارو جو تمام پري کان اچي رهيو آهي. ڪيڏي نه خطرناڪ تنهائي آهي! پولز ڪند لوڏيو. ”ها! مون کي ته ان جي تصور کان ئي وحشت ٿئي ٿي!“

پوءِ صبح ٿيو. اڏي تي چهل قدمي هئي. پولز ناشتو ڪرڻ ويو ته منهنجي لاءِ به چانهن ۽ ترپل پيدا وٺي آيو. دل خوش ٿي وئي منهنجي. هڪ اخبار به آندي هوائين، جنهن ڪا مارڪ ۽ راڪيٽ جي خبرن سان ڀري پئي هئي. اسين اخبار پڙهندا رهياسون. مارڪ ڪابه ڳالهه نه ڪئي. منهنجو خيال هو ته ڪجهه دير تائين هو سمهي رهيو آهي. راڪيٽ ته تقريباً خود ڪار هو. ان ڪري سمهڻ ۾ ڪوبه خطرو نه هو.

ٻن پهرن جو مارڪ رابطو قائم ڪيو، هن جو آواز سست ۽ مشڪل هو: ”هر ڪا شيءِ نارمل آهي. بس راڪيٽ ۾ گهٽ گهٽ گهٽي آهي. فاصلو آهي هڪ لک پنجهتر هزار ميل. منهنجو خيال آهي ته ٺيڪ وقت تي پهچي ويندس.“

”تنهنجي طبيعت هاڻي ٺيڪ آهي؟“ مون پڇيو، ڪجهه کاڌو به اٿوَ؟

”بک ئي ڪانه هيم. رڳو رس پيتو هوم. ويهڻ تي دل پئي چاهي. هيڪر تمام گهڻو اچي ٿو ته ڪم بخت وهي ڪونه ٿو. هڪ ٻه ڀيرا مون اکيون چنبڙ ڪري ڏٺو ته ان جون پولدون هوا ۾ ترڻ لڳيون. دنيا تمام خوبصورت لڳي رهي آهي، جيئن ڪو گول ليلو فوٽ بال هجي. دنيا کي ڏسي ڏسي، فرينڪ! مون کي تنهنجو ۽ پنهنجو خيال ٿو اچي. تون اندازو لڳي ڪري سگهين ته مان ڪيترو نه تنها آهيان. ائين لڳي ٿو، جيئن ڪو ماڻهو ٽب ۾ ويٺو ڪنهن ناپيد ڪنار واري بحر ۾ اڙهندو ويندو هجي. اگر آئينده اسان ڪو راڪيٽ موڪليو ته ان تي ٻه ماڻهو ضرور موڪلڻ گهرجن.“

”ڪا ڳالهه هجي ته مون کي ٻڌاءِ؟“

”ڪهڙي ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟ اڙي ها، مون کي اخبار ته پڙهي ٻڌاءِ. پر بين الاقوامي ۽ سياسي خبرون نه ٻڌاءِ، بلڪ مقامي خبرون، جيئن ته فلاڻي ڪاوڙ ۾ اچي پنهنجي زال جو سٿڻو ڪوڙي ڇڏيو يا سمگلرن کي سندن معشوقہ ڪڙائي ڇڏيو وغيره......“

اسين هن کي اخبار پڙهي ٻڌائيندا رهياسون. ٻه پهر اخبار ٻڌائڻ ۾ گذريا. شام جي وقت اخبار ختم ٿي ته مان هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳس. هاڻي مارڪ اپترو ته

هيسيل هو، جو ريڊيو کان هٽڻ جو ناالوئي لئي ورتائين. تنها رهجي وڃڻ جو خوف مٿس ڀريءَ طرح سوار هو. مان هن لاءِ هڪ آوازئي سهي، مگر اهو آواز به هن جي همت وڌائي رهيو هو.

خدا خدا ڪري ڏهه ڀنجوالجاهه ٿيا. هاڻي هن جي راڪيٽ کي چنڊ جي گهيري ۾ مڙڻو هو. مارڪ جو آواز اچڻ بند ٿي ويو، ڇو ته چنڊ جي وچ ۾ حائل ٿي وڃڻ کان پوءِ، ڪجهه دير تائين ريڊيو تي ڳالهه نٿي ٿي سگهي. اها چنڊ حائل ته ڪولد ٿيو هو، مگر مارڪ کي هاڻي ڪجهه ڪم ڪرڻو هو، اوزارن کي ڏسڻو وائسڻو هو.

انڪل يارهين بجي راڪيٽ ڪاريءَ جو مهتمم ڪرنل جانسن اوچتو ڪمري ۾ داخل ٿيو. هن جو منهن رنگ رنگ ٿي رهيو هو.

"ڇا ٿيو؟" مون گهٻرائجي پڇيو.

"ٿيو وري ڇا: آپريشن روم وارا چون ٿا ته راڪيٽ اڃا تائين مڙڻ شروع ڪونه ڪيو آهي. اچ مارڪ سان ڳالهائي ڏسان ٿو." مون جلديءَ ۾ هيڊ ايئرفون ڪٿي ورتو. ڪرنل چيو، "هيلو، مارڪ. اچ ڪرنل جانسن ڳالهائي رهيو آهيان. منهنجو آواز تو تائين پهچي رهيو آهي؟"

"صاف پيو اچي. ڇا قصو آهي ڪرنل؟"

"منهنجي ڳالهه ڌيان سان ٻڌ. ڪنٽرول روم کي پتو پيو آهي ته راڪيٽ مڙڻ شروع ڪونه ڪيو آهي. شايد خودڪار آلات ڪم ڪونه پيا ڪن. توکي راڪيٽ کي خود موڙڻو پوندو. منهنجون هدايتون غور سان ٻڌ. انهن کي دهراءِ ۽ پوءِ عمل ڪر. ڏس..."

ڪرنل هدايتون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ پوءِ مارڪ انهن کي لفظ به لفظ دهرايو. جڏهن ڪرنل کي اطمينان ٿي ويو ته هن هدايتن تي عمل ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. منهنجي اک تان پگهر ٽپ ٽپ ڪري رهيو هو.

منٽ کان پوءِ ڪرنل پڇيو: "ڪجهه ڪم ٿيو؟ راڪيٽ جو رخ بدليو؟" جواب ندارد.

ڪجهه دير کان پوءِ مارڪ جواب ڏنو. "نه، ڪرنل معلوم نٿي ٿئو ته شروع ٿيڻ وقت ڀرين ٿي جهٽڪي ۾ ڪي تارون ٽٽي پيون. بٽڻ دٻايان ٿو ته ڪجهه نٿو ٿئي ڪونه ٿو." ان جو مطلب ته راڪيٽ چڪر لڳائي موٽي اچڻ بدران سڌو هلندو ويندو.

ڪرنل پنيان جهڪي ويو ۽ آه ڀريندي چيائين، "مون کي تمام افسوس آهي مارڪ." هن پنهنجو ايئرفون لاهي ڇڏيو ۽ مون کي چوڻ لڳو، "فرينڪ، مان ڪجهه به ڪري نٿو سگهان. مان سمجهان ٿو ته تون سائس ڳالهائڻ چاهيندو هوندين." اهين چئي هو هليو ويو.

مان پنجن منٽن تائين چپ چاپ ويٺو هوس. منهنجي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته مان ڪهڙيءَ طرح ڳالهه شروع ڪريان. آخري ۾ مارڪ خود ئي ڳالهايو.

"فرينڪ، منهنجو خيال آهي تہ مان ڪامياب ٿي سگهندس." مان جواب ۾ اهو ئي چئي سگهيس: "ها، تون ڪامياب ٿي سگهندين."

ان کان پوءِ مارڪ چيو: "فرينڪ، ڇا ڪجهہ دير مون سان ڳالهيون ڪندو رهندين؟ مان اڪيلو آهيان. بلڪل اڪيلو آهيان. منهنجا خدا..."

"ڇولہ جيستائين چاهيندين، مان هتي ئي موجود رهندس."

۽ پوءِ مان سڄي رات هن سان ڳالهيون ڪندو رهيس. گهرٻار جون سنهيون ٿلهيون ڳالهيون، روزانہ زندگيءَ جا معمولي حادثا، ۽ ٻيو اهو تہ لنڊن جا ڏينهن ڪيترا سٺا هئا ۽ اسين ڇا ڇا ڪندا هئاسون. گرمين جا ڏينهن ۽ سياري جون راتيون ڪهڙيون ٿينديون هيون ۽ سرءُ ۾ پن ڪيئن ڇڻندا هئا..."

هاڻي هو چنڊ کان اڳيان وڌي ويو هو ۽ سڌو هلندو پئي ويو. هن جو آواز جهيڻو ٿيندو ٿي ويو ۽ رابطو قائم رکڻ لاءِ ليٽ اسان کي مورس ڪوڊ کان مدد وٺڻي پئي. صبح تائين تہ مورس ڪوڊ سان ڪم هليو، پوءِ اهو بہ رڪي رڪي جواب ڏيڻ لڳو. شايد پنهرن جو وقت هو. مون کي هاڻي چڱيءَ طرح ياد ناهي تہ بہ پهر هئا يا شام هئي، مان لاڳيتو جاڳندو رهڻ باعث يڪايڪ سمهي پيس.

جڏهن روڊ لي مون کي جاڳايو تہ رات ٿي چڪي هئي. هن چند ڪاغذ مون کي ڏنا، جن تي چند بي ترتيب پيغام لکيل هئا ۽ الله جي دربار ۾ گهريل دعا جا بہ نامڪمل جملا. چوڻ لڳو تہ "هاڻي هو ريڊيو جي پهچ کان ٻاهر آهي."

پولز رپورٽ لکندي هٿ روڪي ڇڏيو ۽ پوءِ چوڻ لڳو: "ميجر توهان جي نالي ۾ بہ ليونز اچي ٿو ۽ مارڪ جي نالي ۾ بہ. توهان پاڻ ۾ مائٽ ٿيو ڇا؟"

مون حيران ٿي ڏانهنس نهاريو: "ڇا تو تعلقات عامہ وارن جو پرچو نہ ڏٺو هو؟ مارڪ منهنجو ننڍو ڀاءُ هو..." اهو چئي مان اٿيس ۽ ڪمري کان ٻاهر نڪري ويس.

هڪ ميل هلڻ کان پوءِ مان واريءَ جي دڙي تي ويهي تارن ڏانهن ڏسڻ لڳس. پري پري تائين ڦهليل اڻ کٽ تاريڪيءَ ۾ مٿي ڪنهن هنڌ تي هڪ ڊبل ۽ اڪيلو نوجوان هو، جنهن کي اڄ رات کان اڳي مان ڪڏهن بہ نہ سمجهيو هو. مان سوچڻ لڳس تہ هو پنهنجي راڪيٽ ۾ تنها ۽ هيسيل ويٺو هوندو ۽ هن ننڍڙي ليري گرهہ کي، جا ئي سندس دنيا هئي، لڳاتار روشنيءَ جي هڪ نقطي ۾ تبديل ٿيندو ڏسي رهيو هوندو. روشنيءَ جو هڪ نقطو، جنهن کي ڪجهہ دير کان پوءِ هو ٻين لکين نقطن ۾ سڃاڻي بہ نہ سگهندو.

مون مارڪ کي ڪڏهن بہ نہ سمجهيو هو. مگر ان رات کان اڳ ڪڏهن بہ خوابن ۽ آدرشن ۽ انهن تي مري مٽجڻ وارن کي نہ سمجهيو هو، جن جي محنتن جا لايا سجايا آهن. هي مارڳ منجهہ مري وڃن ٿا، ليڪن انسان ذات کي ڪنهن منزل سان همڪنار ڪري وڃن ٿا.

مون چنڊ ڏانهن ڏٺو، جو خوب چمڪي رهيو هو ۽ يڪايڪ مون کي خيال آيو تہ
اهو ڪو ضروري ناهي تہ خواب، آن جي ڏسڻ واري سان گڏ فنا ٿي وڃي. ڪنهن نہ ڪنهن
ڏينهن ڪو ٻيو نوجوان ڪوشش ڪندو ۽ ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن هو ڪامياب ٿي ويندو. هڪ
ڏينهن اهڙو ايندو، جڏهن مارڪ جهڙو نوجوان تارن کي ڇهي ايندو.

جهد و بقا جي وات ۾ فنا ٿيندڙ مارڪ، ٻين لاءِ نشان راهہ ڇڏي آهي، جتان هن جهڙا
ٻيا باهمت هلندا، انساني نسل جي قافلي کي ڪاميابيءَ جي توڙ تائين وٺي ويندا!

وڏا طالع تن جا، جي مارگ منجهہ مئا!



غلام رسول پرهياڙ

# ڪڏهن ڪرندي ڪاڪ

آچو صفا غريب مسڪين هٿين ڪنيو قڦڙ هو. ونس رات هوندي هئي ته ڏينهن ڪوڙ هولدو هو. هن پاڻ کي گروي رکائي به پنهنجي پٽ قاسم کي پڙهايو. قاسم به روح سان پڙهيو. هن ڪڏهن به منهن تان ڪتاب نه لاٿو. پڙهي پڙهي سندس اکيون سُڄي وينديون هيون. ڪوسي هجي يا ٿڌي، هن جا پيرا گهاڙا، روزانو ٽي ميل پنڌ ڪري شهر پڙهڻ ويندو هو.

قاسم هڪڙي ڏينهن لاريءَ تي چڙهيو، ڪنڊيڪٽر ڪاڻونس ڀاڙو گهريو. هن وٽ ڀاڙو ڪونه هو. ڀاڙي نه ڏيڻ ڪري ڪيس لاريءَ مان لاهي ڇڏيو. آهي ڏينهن آهي شينهن. جيترو به وقت پڙهيو، لاريءَ تي نه چڙهيو. سڀڪو چئي ”واهه ڇوڪرا واهه، ڀلي توکي ماءُ ڄائو“.

آچوءَ کي هڪڙي ڌيءَ به هئي. سندس نالو ميرزادي هو. هوءَ ويچاري سدائين اهالڙي هئي. ڳوٺ ۾ جڏهن به ڪنهن ڇوڪريءَ کي ڪو ٺهون وڳو پاتل ڏسندي هئي ته منهن پلڪڙو ڪري روئي ماڻس کي چوندي هئي: ”امان! ابا کي چئو ته سون کي به اهڙو ٺهون وڳو وٺي ڏي“. ماڻس سندس لڙڪ آگهي چوندي هئي: ”منهنجي ڀچڙيءَ کي ججها ڪپڙا“. اهڙيءَ طرح سندس اڱل ۽ ڪيٽي کي ٿاري ڇڏيندي هئي.

ماڻس ڄامان، جنهن جا هٿ ڀورهيا ڪري ڪري سُٺين مان ولڙجي ويا هئا. هن سڄي ڳوٺ جا پورهيا ۽ رئيس جو گولپو ڪري چار ڏوڪڙ ٽاريا هئا، جنهن مان پٽ جا ڪتاب ۽ ميرزادي جون والڙيون به ورتائين. ميرزاديءَ کي جڏهن سوليون واليون مليون تڏهن سندس انگ الگ جهومي اٿيو. هوءَ ٽڙي پئي ۽ آها سڄي رات ڪونه سُتي. صبح جو آٿڻ سان ٽي سڄي ڳوٺ کي پنهنجيون واليون ڏيکاريائين. ماڻهو سندس اپالپڻي ۽ ڀالائي ڀولائيءَ تي کيس پائيندا هئا.

قاسم مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. آچوءَ جي دنيا ان ڏينهن روشن ٿي وئي. هو خوشيءَ مان جهلي لئي جهليو. هرڪنهن ڳوٺائي کي زوري کيرون ڏيندي وتيو.

قاسم به ماءُ ۽ پيءُ جي پيرين پيو ۽ وڏيڪ دعائون ورتيون. پنهنجي هڪجيڏن سان پاڪر پائي مليو. سندس دوست رمون کي چيائين ته: ”رمون يار! دعا ڪر ته نوڪري ملي ته دوستن جي دعوت ڪريان. هولئن به يار رُڪا ڪاٺي پيٽ ڪڙهي پيا آهن.“

ماڻس ستين سڳورين جو سلام به پيري آئي، هن پنهنجي سڙس آچوءَ کي چيو ته ”هاڻ ڏولاوي جا ڏينهن ويا. هاڻ اچي لڪ لنگهيا آهيون، ڪنهن وٽ هٿ ٽنگڻ سنهن جي ڪاتي آهي.“

آچو ڪيس چيو ته ”چري! واقعي هاڻي ويا اڙهه لهي. هاڻ اچي سڌڙ ٿيا آهيون. آءٌ اڄ ئي اڄ رئيس صاحب خان وٽ وڃان ٿو. ڪيس وڃيو ٿو سوال ڪريان ته رئيس، هاڻ قاسم لاءِ ڪا نوڪري وٺي ڏينم ته پنهنجي منٿ موٽاج ٿيون. آءٌ به ستن پيڙهين کان سندن ماڻهو رهندو پيو اچان، مون کي ڪوبه جواب ڪونه ڏيندو، پاڻ خوش ٿيندو.“

چامان ڪيس چيو ته ”سٺو ڪام ڪوڙو آهي. ڪڏهن به سچو ڪونه ٿيندو، پاڻ ٽالبو لڳي وينده س. شل ساڄاهه اچيس ۽ ڌاٽي ڪا من ۾ وجهيس، آءٌ توکي منع ڪاله ٿي ڪريان، پلي وڃي ڏسينس.“

آچو اهو ڏينهن گذاري ٻئي ڏينهن رئيس صاحب خان جو در جهليو. هن رئيس کي چيو: ”رئيس! اصل ماسل کان وٺي آلجا ماڙهو آهيون. ڪاري رات ۾ به ڪنڌ ڪونه ڪڍايو آهي. ابا ڏاڏا هتي ڪاڇي ڪپي ويا، ڪڏهن به تنهنجو در ڪونه ڇڏيئون، هاڻ مون سان ڪا ٽيڪ ڪر.“

رئيس چيس: ”ڊيگهه نه ڪر، پنهنجي مطلب جي ڳالهه ٻڌاءِ.“

آچو قاسم جي مئترڪ ۾ پاس ٿيڻ جي ڳالهه رئيس کي ٻڌائي ڪيس چيو ته ”هاڻي سرداري ڪري ڪا نوڪري وٺي ڏيوس. مون ۾ هاڻ ڪاڪت ڪانهي جو اڳتي پڙهايانس. جيڪو ڇيلُ ڇوڏو هو سو سندس پڙهائيءَ تي لاتم. جي مون مشڪين تي وڙ ٿيندو ته هٿ کڻي دعائون ڪنداسين. آلجا هٿ وڏا آهن. الله پچن سان لڪ ڪندوئي.“

رئيس اها ڳالهه ٻڌي سڙي ويو، سندس رت ٽهڪي آئيو. هو پنهنجي هاريءَ جي پٽ کي امتحان ۾ ڪامياب ٿيندي ٻڌي ڇيتو ٿي پيو. ڪيس سندس الباري ۽ وڏائي ڪرلدي ڏسڻ ۾ آئي.

هن منهن آٿلائي آچوءَ کي رهڙ ڀڻيندي چيو ”مون اوهان جو ٺيڪو ته ڪونه کنيو آهي، جو اوهان جا ٻڙر به پريان ۽ اوهان جي ڇورن کي لوڪريون به وٺي ڏيان. چڱي کي مرڻ ته وڃي ٻنيءَ پاري سان لڳائينس. هروپرو ڇوري کي پاڙهي ڪاري ڇڏئي، اهو وري ڪهڙو آفيسر ٿيندو. ڪالڳ مور جي چال سکيو ته سندس هلڻ به وسري ويس.“

آچو رئيس جو رخ سمجهي ويو. هُن مُٺي به ماٺ ۽ ميٺي به ماٺ سمجهي پير پٺيرا ڪيا. هين ايندي شرط چامان کي چيو ته تون سچي هوئين. ڇيتو ٿيو وينو هو، ماڳهين ظالم ڪاڏو هوس.“

چامان ڪيس چيو ”الهيءَ مرونءَ کي آءٌ اڳئي سڃاڻان. اها ڪا لئين ڳالهه ڪانهي، هاڻ دل نه لاهي، ٻئي پيءُ پٽ گڏجي هاڻيسن سان پچا ڪريو، من ڪٿي ڪو پيٺي ڀلو ٿي پوي.“

پوءِ قاسم ۽ پٽس ڳڏجي آفيسن جا چڪر، آفيسرن جا دڙڪا، وڏن ماڻهن جون ڇڙٻون جهليندا، جتيون گسائيندا رهيا. ليڪن هڪڙي ڏينهن هڪ آفيس ۾ هڪڙي همراهه کيس چيو ”اوهان کي خبر آهي ته نوڪريون ائين ڪونه ملنديون آهن. ميان! هروڀرو پيا ڪوٽيو ٿيو، باقي منهنجي صلاح وٺو ته ڪجهه نه ڪجهه ڪري وجهندا.“

آچو پڇيس ”اها وري ڪهڙي صلاح آهي.“

تنهن تي اُن همراهه چيس ”اڄڪلهه زمانو ڏيو ۽ وٺ جو آهي، جي چار ڏوڪڙ وڃائيندا ته ڪو ڪم ٿيندو نه ته پيو ٿيو خير.“

آچو اها ڳالهه ويچاري هن سان ها ڪئي. ليڪن گهڻي چڏ چوٽ ۽ منٿ ميڙڪان پوءِ ٽن سون تي ڳالهه اچي بيٺي. آچو اهي پئسا ٽئي ڏينهن تي ڪٺي اچڻ جو واعدو ڪري موڪلائڻ لڳو.

الهيءَ همراهه آچوءَ کي چيو ”ڪاڪا! تون ڦڪر نه ڪر، تون پيرسن آهين. باقي آهي پئسا هين تنهنجي هٿ کي ڏج ته ڪٺي اچي، هو نٿن ٻه نوڪري ته هيءُ ڪندو، پلي آفيس ۾ آفيسرن سان آٿي ويٺي ٿئيس.“

آچو ايندي شرط اها حقيقت پنهنجي زال ڇامان سان ڪئي. هو ٻئي اٿهوله جي ڪنن ۾ قاسي پيا. سڄائي مالڪر مڇ ٻنجي ڪين ڪاٺڻ آئي. هنن جي ٻي ڪاٻه واهه ڪانه هئي. خيال ۽ ڪتڪا ڪين ڏولداڙڻ لڳا. قاسم ڪاني ڪٺي زمين ويٺي ڪوٽي. ميرزادي ٽنهين کي گهورڻ لڳي، هو ٿيٺي خاموش هئا. ليڪ آچو ڪنڌ مٿي ڪنيو. سندس نظرون خالي گهر جي ڪنڊن تان ڦرنديون اچي ميرزادي جي ڪنن تي ڪٽيون. ميرزادي پٽس کي چيو ”بابا! ڇا ٿو ڏسين، تون ڳالهائين ڇو نٿو؟“

ڇامان ڪنڌ ورائي پنهنجي ور کي ڏٺو. آچوءَ جون نگاهون اڃا به والين کي گهوري رهيون هيون. هن لئي چاهيو ته پنهنجي ٻچڙيءَ جا ڪنَ پڻا ڪري، پر غربت جا واسينگ کيس وڪوڙي ويا هئا. ڇامان سندس من جي مراد کي سمجهي ويئي. هن چيو: ”ٻيلي! ٻي ته ڪاٻه شيءِ اهڙي ڪانهي جا وڪڻي اها رشوت ڏيون، باقي ميرزادي جي ڪنن جون والڙيون آهن، سي قاسم کان ميڻيون ڪنهن، پوءِ جي نوڪري ملي وئي ته رانگ لڳي ويندا.“

ميرزادي ماڻس جي اها ڳالهه ٻڌي يڪدم پنهنجي ڪنن تي ٻئي هٿ رکي ڇڏيا. هن پنهنجون واليون لڪائي ڇڏيون. هن اوچنگار ڏيئي ماڻس کي چيو ”امان! آءٌ پنهنجون واليون ڪونه ڏينديس.“

ماڻس جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. هن ميرزادي کي ڀاڪر وجهندي چمي ڏيئي سمجهايو: ”ٻچڙي! ڀائين کي نوڪري ملندي ته هو ٽوڪي الهن والين کان به وڏيون، سنيون ۽ ڄڄهيون واليون وٺي ڏيندو.“

ڇامان جڏهن ميرزادي جي ڪنن مان واليون لاهي رهي هئي، تڏهن هوءَ سڏڪا ڀري روئي رهي هئي. اهڙي طرح هڪ ڀيرو وري ميرزادي جا ڪن پڻا ٿي ويا. آچو اهي واليون

سوناري وٽ اڌ موڙي ۾ وڪڻي آيو. باقي ٽن مان ڪُتل ﭘﺌﺴﺎ شهر ۾ ڀَنَ ڀولي پورت ڪري آيو.

قاسم ٻئي ڏينهن اهي ﭘﺌﺴﺎ کڻي آلي الهيءَ همراهه کي ڏنا. الهيءَ همراهه جڏهن اهي ﭘﺌﺴﺎ ڏٺا، تڏهن سندس واڇون ٽڙي پيون. ڪيگ ڳڙي پيس. هن جو چڪو ڪامياب ٿيو هو. هن ﭘﺌﺴﺎ وٺي قاسم کي چيو، ”ﭘﻨﺞ ڏينهن کان پوءِ اچي پنهنجي لوڪريءَ جو آرڊر وٺج ۽ ها! ﭘﺎڻ سان پنهنجو سرٽيفڪيٽ به آڻج.“

قاسم اهي ڳالهيون ٻڌي ٽڙي پيو. هن ٻنڌ کي جهڙي ورتو ۽ گهر اچي اها ڳالهه ڪئي. آچو ۽ جامان حقيقت ٻڌي سرها ٿي ويا. ﭘﻨﺞ ڏينهن گذرڻ کان پوءِ قاسم وري آفيس ويو. آهو همراهه ڪونه هو. ڪلارڪن کيس گشو هٿي موٽائي ڇڏيو. الهيءَ کان پوءِ قاسم هر روز الهيءَ آفيس ۾ ويندو هو. کيس اهو ۽ ٻيا همراهه ڪونه ڪو ٻهالو ڪري ٽاري ڇڏيندا هئا. اڄ نه سيان ڪندي کيس هڪڙي ڏينهن الهيءَ آفيسر سڏي چيو: ”ڇوڪرا! جايون خالي ڪولهن، اسان تو جهڙن ﭘﻴﻦ کي لوڪريءَ تان زوري لاهي ۽ توکي آرڊر ته ڪونه ڏينداسين. جڏهن به ڪا جاءِ خالي ٿيندي ته توکي گهرائينداسين. في الحال تون رُل لي وڃي پنهنجي ڏلڏي ڏاڙي سان لڳ.“

قاسم اها ڳالهه ٻڌي ٻاهه ٿي ويو. سندس هيٺيون هيٺ ۽ مٿيون مٿي رهجي ويون. هن آفيسر کي چيو، ”تنهنجي دل ۾ همدرديءَ جي بدران الڳ ۽ پٿون ويٺل آهن. وقت ايندي اوهان ٻارن کان ضرور وير وٺنداسين.“ هن آفيس کي مٿي تي کڻي ڇڏيو.

آفيسر کي ڇپلاٽا ڇٽي ويا. هن پٽيوالن کي سڏي چيو: ”هن ڇوري کي ٻاهر ڪيو.“ پٽيوالا قاسم کي تريون هٿي گهلي ٻاهر ڪيدي آيا. هو ڳرن ڳرن قدمن سان واپس وريو. واپس ايندي هن کي ميرزادي ياد پئي، جڪا کيس روز چوندي هئي ته ”ادا! مون کي واليون وٺي ڏج. ادا! جڏهن شهر مان اچين، تڏهن منهنجي لاءِ چوڙيون ۽ ٻُولدي به وٺي اچج.“

هوءَ روز سندس ڪس جهليو ٻيٺي هوندي هئي. قاسم جڏهن گهر ايندو هو ته پوءِ وڃي ماڻس ملندي هئي ۽ ڪڏ جي گهر ايندي هئي. الهيءَ ڏينهن قاسم کي ماڻس ماني پچائي پوتاري ۾ ٻڌي ڏلي هئي ته جيئن کيس بک لڳي ته ٽڪر پيٽ ۾ وجهي. هن کي اها ماني وِهه ٿي آئي. هن اها ﭘﺪل مالي ڪلهي تي رکي شهر ڏاهن لاڙو ڪيو. شهر مان ميرزادي لاءِ چوڙيون ۽ ٻُوندي وٺي، ٻيڏي ڳوٺ ڏاهن واپس وريو. ميرزادي جون ليلڙائيون، آفيسرن جون گوڙناٽون جڏهن کيس ياد پيون، تڏهن هن جو سينو ڏڪي پيو. سندس نس نس ۾ الهن ڪڏاپن خلاف زهر اوتجي آيو. هن جي ذهن ۾ ڪيترا اُڌما اٿي پيا. هو الهن پورن ۾ جيئن رستو ٿي ٽپيو ته پوتاري واري ماني، ٻُولدي ۽ چوڙيون اٿلي وڃي پريان ڪريون. هن جي

رڙ ڪار جي آواز ۾ گم ٿي وئي. سنڌس لاش پوليس اسپتال ڪڻائي وئي. هن جو لاش ڪيترا ڏينهن لاوارث جي حيثيت ۾ اسپتال جي مرده خاني ۾ پيو هو.

آچو ڪي قاسم جو فڪر لڳو. ڪيس ڪيترا ڏينهن لڳي ويا هئا. هن ڪنهن مهل سمجهيو ٿي ته ڪيس نوڪري جو آرڊر مليو آهي. هو ڪنهن اسڪول تي چڙهي، ڊيوٽي ڏئي پوءِ واپس ايندو ته ڪڏهن ڪيس پيا ڏيپ ۽ ڪتڪا ڪٽي ويندا هئا. هن هڪ ڀيري اهو به سوچيو ته انهيءَ آفيسر ڪان وڃي پڇا ڪري ته 'همراهه ڊيوٽي تي چڙهيو يا نه.' پر پوءِ پنهنجيءَ دل کي ڏڍ ڏئي ويهي رهيو ته پويان پوءِ به مڙس ماڻهو آهي، هرو ڀرو زال ڪانهي جا ڪاڄي ويندي. پر جڏهن هن کي قاسم جي موت جي خبر پئي، هن کي لڳو، ڄڻ هن جي ڪمزور هٿن مان لٺ ڇڏائجي وئي. قاسم سنڌس لٺ ئي ته هو. هو ان جي سهاري تي زندگيءَ جو جنڊ ڇڪي ها. هن جي هٿن جو پيالو پڇي ڀور ڀور ٿي پيو. هو ڇرڪ والڪر رڙيون ڪندو شهر واري اسپتال ڏانهن ڀڳو.

قاسم جو لاش سڃاڻپ ڪان ٻاهر هو. هن سنڌس ڪپڙا سڃاڻي وڃي مٿاس ڪريو. ڳوٺاڻن کيس سمجهايو ته: "هتي شهر ۾ کيس دفن ٿا ڪريون." آچو ڳوٺاڻن جي چوڻ تي پنهنجي لنيڙيءَ دليا، روح جي راحت ۽ اکين جي ٺار کي پنهنجي هٿن سان شهر دفن ڪري موٽيو. ڇا مان پنهنجي جگر جي ٽڪر جو اهڙيءَ طرح منهن ڏسي نه سگهي.

ميرزادي پنهنجي ماڻهن ڪان روز پنهنجي پاڻ جو پڇندي هئي. هو کيس چوندا هئا ته: "امان! قاسم نوڪري پيو ڪري. هوءَ جڏهن ڳوٺ ايندو، تڏهن تولاءِ چوڙيون، ٻُولدي ۽ ڪنن جون واليون وٺي ايندو." ميرزادي روزانو پنهنجي پاڻ جو ڪس لهاريندي هئي.

هيءُ شهر مان ايندڙ، هر ماڻهو کي پاڻ سمجهي ڊوڙندي هئي. پر جڏهن اهي ماڻهو سنڌس ويجهو ايندا هئا ته روئنهارڪي ٿي آسرو لاهي وري گهر موٽندي هئي. هو، هر روز ڪانون کي اڏاري چوندي هئي: "اڏر ڙي ڪانگڙا اڏرا منهنجي مٺي پاڻ جي خبر آڻ ته توکي مٺي لولي ڪارايان." اتفاق سان ڪو ڪانگ آتان ٽپڪي ڏئي وڃي ٻئي هنڌ وينو ته پوءِ هن لاءِ عيد ٿي ويندي هئي. هوءَ ڦيريون پائي ڳوٺاڻن کي چوندي هئي ته اڄ منهنجو پاڻ ايندو، اڄ اسان جي گهر ڪانگ ڳارا پئي ڏنا. هو منهنجي لاءِ واليون، چوڙيون ۽ ٻُولدي وٺي ايندو.

هڪ ڏينهن ميرزادي پنهنجي پاڻ جي اوسيئڙي ۾ گهر جي گهٽيءَ تي ويٺي هئي. لما شام مهل هئي. ڳوٺ جا ماڻهو شهر مان ڪم ڪار لاهي واپس وريا هئا ۽ ڏراڙ مال چاري موٽيا هئا. هن شهر ڪان ايندڙ ڪمدار ڪمونءَ ڪان پڇيو: "ڪاڪا ڪمدار! منهنجو پاڻ آيو ٿي يا نه؟"

ڪمون ميرزادي کي ڏسي جواب ڏنو: "ڇا توکي خبر ڪانهي ته تنهنجي پاڻ کي شهر ۾ موٽر ڇپي ماري ڇڏيو."

ميرزادي ڳالهه ٻڌي سرانهي ويٺي ۽ ريهه ڪري وڃي پٽ تي ڪري. ڪمدار ڪمون وڏي اچي ڪيس ڪنيو. ڪيس سڌ ڪيا، چوريو ڦوريو ۽ اٿلايو، ٻر سندس هٿ پير ٺري ويا. سندس اکيون اڃا ٻه قاسم لاءِ کليون پيون هيون. پوڙهي طاهر چيو: "اسا! شيءِ وڃي ڏاڍي ڪي هتي."

آچو ۽ جامان اڃا تائين جيئرا آهن. آچو اولاد جي وڇوڙي ۾ روئي روئي الڌو ٿي ويو آهي ۽ جامان چري ٿي پئي آهي. هو اڃان ٻه روزاني ڪس تي قاسم ۽ ميرزاديءَ جو اوسيئڙو ڪندا آهن.



(گجراتي ڪهاڻي)

**سروج ترويدي**

**ولي رام ولڀ**

# ممي نہ هجي تہ....؟

اڄ تاريخ ... ڪئلينڊر جو پنو بدليو ناهي، الهيءَ ڪري خبر ناهي. ائين ڪڏهن ڪڏهن ئي ٿيندو آهي، جڏهن مان ڪئلينڊر جو پنو بدلائڻ وساري ڇڏيندو آهيان. سوير ننڊ مان اٿندي ئي مان پهريون ڪم الهيءَ پني کي بدلائڻ جو ئي ڪندو آهيان. ممي-ڊئڊيءَ کي پني بدلائڻ جي يادگيري ايندي ئي ناهي. مهينن جا مهينا پنّا بنان بدلجڻ جي ئي رهجي ويندا آهن. الهيءَ ڪري مون اهي پنا بدلائڻ شروع ڪيا آهن. مون کي اهو سٺو لڳندو آهي، جيئن سج جو اڀرڻ بہ مون کي سٺو لڳندو آهي.

ممي موڪ ۾ هوندي آهي تہ مون کي سوير اٿندي ئي سوادي نيرڻ کير مان کڏ ملندي آهي. جيتوڻيڪ اڄ نيرڻ ۾ کير مان کڏ ڪجهہ بہ نہ هو. مون جڏهن مميءَ کان پڇيو تہ مون کي ڇڙٻ ڏيئي چپ ڪرائي ڇڏيائين، ۽ مون ماٺ ڪري کير پي ڇڏيو. پهرين ممي ڪڏهن چڙ پوندي هئي يا ناراض ٿيندي هئي تہ مان سمجهي نہ سگهندو هوس تہ مميءَ بہ ڇا ڪڏهن ناراض ٿي سگهي ٿي! پر مون ڏٺو تہ ممي اڄ ڪالهہ بي‌سبب ئي هر هر ناراض ٿي ويندي آهي. پر ڇا سڀني جون مائرون بي‌سبب ئي ههڙي طرح چڙ پونديون هونديون؟

پوءِ دير تائين دريءَ کان ٻاهر باغيچي ۾ سُڪري جي ٻوٽي جي پرسان ٽڙيل تازي سفيد گل تي ڇهنب هڻندي ڦُرڙ... ڦُرڙ... اڏامندڙ ۽ ٽونڪ... ٽُونڪ... گيت ڳائيندڙ چمڪندڙ ڪاري ڪڪر جي رنگ وارن همنگ برڊ کي ڏسندو رهيو هوس. ڊئڊي منهنجي لاءِ پکين جو رنگبرنگي ڪتاب وٺي آيو آهي. منجهس اهڙا ئي همنگ برڊ آهن. الهيءَ ڪري ڪِهن مان سڃاڻان ٿو. اسان جي دريءَ کان ٻاهر باغيچي ۾ ڀانت ڀانت جا پکي ايندا آهن -- همنگ برڊ، بلبل، مئنا، طوطو، ڪبوتر، ڏياريءَ جو گهوڙو، ڪڏهن ڪڏهن ڪانءُ جي پويان لڳل ڪالا ڪوسي بہ اچي ويندو آهي. ڊئڊي مون کي انهن سڀني پکين جي سڃاڻپ ڪرائيندو آهي -- ڪتاب جي تصويرن وسيلي! ۽ مون کي اهي سڀ ڏاڍا وڻندا آهن. پر آچر کان سواءِ ڊئڊي ڪڏهن گهر تي هوندو ئي ناهي. منهنجو انهن پکين کي ڏسندو رهڻ لاءِ دل ٿيندي آهي، پر جيءَ ۾ ڊپ رهندو آهي تہ اڄهو مميءَ جو سڏ ٿيندو -- 'ٻيلو'، پڙهڻ کي دير ٿئي ٿي!'

ڊئڊي ڪڏهن اٺين نه چوندو آهي. پوءِ به ممي نه ڄاڻان ڇو مون کي ڏاڍي پياري لڳندي آهي.

پوءِ سبق ياد ڪندو آهيان، ماني کائيندو آهيان، اسڪول ويندو آهيان، ڪٿين ڪلاڪن تائين اينج تي ويهي ويهي اوٻاسيون ڏيڻ ۽ مِس کان اک بچائي ٻرسان ويٺل ڇوڪرن سان ڳالهيون ڪرڻ، ۽ شام جو واپس گهر موٽي سبق ياد ڪرڻ جو حڪم ٻڌڻ... اهڙيءَ طرح اهو سيڪجهه ٿيندو آهي... ڊئڊي آفيس کان گهر آيو ته صوفي تي ويهي ماڻ ميٺ ۾ ڪجهه پڙهڻ لڳو. اڄ ته ممي ڊئڊيءَ جا بوٽ به نه لاٿا! ممي به ماٺ ۾ هئي. گهر ۾ اهڙي خاموشي ڏسي مان به چپ ٿي ويندو آهيان.

رات جو لائيٽ ليمپ ٻرڻ کان اڳ مون کي ننڊ اچي ويئي هئي.



۲- جنوري- اڄ آچر آهي، ڇو ته ڊئڊي اڃا ستو پيو آهي. مون کي جلدي اٿڻ جي عادت آهي، جيتوڻيڪ ڊئڊي ممي به لڳ ڀڳ مون کان اڳ ۾ ئي اٿندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪيس جاڳ نه ٿيندي آهي ۽ مان جاڳي پوندو آهيان ته ڊئڊي اسان جي پلنگ تي سُتل هوندو آهي. پر اڄ اٿيس ته ڏٺم ته ڊئڊي پنهنجي پلنگ تي سمهيو پيو آهي. شايد پڙهندي پڙهندي اتي ئي ننڊ اچي ويئي هوندس... يا... پوءِ...!

سوير اٿندي ئي مون کي ڏندڻ ڪرڻ لاءِ وڃڻو پوندو آهي، پر ممي اڃا تائين جاڳي نه هئي ۽ سج به اڀريو نه هو. الهيءَ ڪري هيٺئر کان بُرش وات ۾ ڪير وجهي! مان دريءَ ڀرسان ٽيبل تي ويهي پوکن ٻُليا جي گلابي- سفيد گلن تي ڦيرا ڏيندڙ ڪارن- ڳاڙهن، پوپٽن کي ڏسڻ لڳس ٿو. اڄ ئي ته پوپٽن کي ڏسڻ تي دل ٿي اُٿم. پر پوپٽ به ته سج اڀرڻ کان پوءِ ايندا آهن. پر اڄ ته ڪاري ڪلنگيءَ واري بلبل آهي! واهه! ڪيڏو مٺو ٿي ڳائي! مان مميءَ جي پلنگ ڏانهن نهاريان ٿو. ممي اڃا ننڊ ۾ سمهي پئي آهي، ٺيڪ ئي آهي، نه ته... پوءِ بلبل گيت ڳائيندي اڏامي ويئي هئي.



۲۴- جنوري- اڄ مان سوير اٿي دريءَ مان ڏسان ٿو ته ڊئڊيءَ جي ڏلل رنگبرنگي پکين جي ڪتاب ۾ ڏيکاريل ساڳيا ئي پر ڪارا چمڪندڙ هممنگ برڊ هر هر اڏري هر هر واپس اچي ڏاڙهونءَ جي وڻ جي ٽهڪن ٽاريءَ تي آکيرو جوڙي رهيا آهن. منهنجي دل چيو ته اهو ڏسندو ئي رهان، پر ممي پاسو ورائي رهي آهي!



۲۹- جنوري- اڄ سوير سوير اٿي ڏسان ٿو ته سنهڙين سنهڙين ڪکن ۽ ڏاڪن سان آکيرو ٺهي ويو آهي. اهو الدران به ڏسڻ تي دل ٿي. شايد ممي ڊئڊي جاڳي پوندا،

الهيءَ پوءِ ڪان مان پير پير ۾ ٻاٺي ڪمري مان ٻاهر نڪري باغيچي ۾ ويس. اهي ٻئي ٻڪي ڪيڏانهن آڏامي ويا هئا. ٿاري هيٺ جهڪائي آڪيرو ڏٺم. ڪيڏو سهڻو آڪيرو! منهنجي ٻن آڱرين جي اندر وچڻ جيترو رستو هو. منجهس مون ٻه آڱريون وڌيون. اندر آڱريون ڦيرايم، ڏاڍو سڙو آيم. ٿورو ٿورو پؤ به ٿيو. اندر به ننڍڙا سهڻا آنا هئا. مان مٿان ميٽ ۾ دري ڏانهن هليو آيس، پر ممي ڊئڊي جاڳي پيا هئا. ڊئڊي وهنجڻ جي جاءِ ۾ برش ڪري رهيو هو ۽ ممي بورچيخاني ۾ چانهه ٺاهي رهي هئي. شايد مون کي انهن آڪيرو ڏسندي ڏسي ورتو هجي، تڏهن به ممي ڊئڊي ڪجهه نه چيو. خبر ناهي ڇو؟

●

۱۰-فيبروري- هاڻي ته الهي همنگ برڊ جا ٻچا آڪيري مان ڇهنب ٻاهر ڪڍي هوريان هوريان ٽوڪ... ٽوڪ... به ڳالهائڻ لڳا آهن، ۽ پنهنجي ممي ڊئڊي جي ڇهنب مان داڻا به وات مان جهٽي ٿا وٺن، منهنجا ممي ڊئڊي ائين ڇو نٿا ڪن؟

ممي نه ڄاڻان ڇو، هاڻي گهٽ ڳالهائي ٿي. سارو ڏينهن منهن چاڙهي ڪم ڪري ٿي. مون ته ڪيس منهن چاڙهڻ واري اهڙي ڪا ڳالهه به نه چئي هئي. ڊئڊيءَ سان ته ٺيڪ آهي، پر هن مون سان به ڳالهائڻ گهٽائي ڇڏيو آهي! ٻهرين ته ممي مون کي اسڪول جي دروازي تائين ڇڏڻ ايندي هئي ۽ مون کي چمي ڏيندي هئي، پر هاڻي ته چمڻ هن بلڪل وساري ڇڏيو هجي. مان پيار وچان سندس هنج ۾ ويهڻ چاهيندو آهيان ته چوندي آهي-- تون هاڻي وڏو ٿي ويو آهين. مون کي پنهنجي وڏي ٿيڻ جي ڳالهه ذري به نٿي وڻي، پر امي چوندي آهي ته... شايد... مان....

پر الهيءَ ٻڪيءَ جا ٻچا ڪڏهن وڏا ٿيندا! سندن ممي ڊئڊي ڪي ته مون ڪڏهن بيزاري وچان پنهنجن ٻچن کي ڇهنبون هڻندي نه ڏٺو! ڊئڊي کي به، هاڻي مان ڪو ڪتاب پڙهڻ لاءِ ۽ ڪهاڻي ٻڌائڻ لاءِ چولدو آهيان ته مون کي 'ٻري ٿي، منهنجو مٿو نه کاءُ'-- چئي هٽائي ڇڏيندو آهي. ٻهرئين ۽ هاڻي جي ممي ڊئڊي ۾ ڪيترو فرق آهي! اهي ائين ڇو ٿا ڪن، اهو ٿي ته مان سمجهي نٿو سگهان.

الهن ٻڪين کي شايد ڪاوڙجڻ نٿو اچي، الهيءَ ڪري اهي سارو ڏينهن بس ڳائيندا رهندا آهن. سندن ٻارن لاءِ به ڪيڏي موج آهي! نه برش ڪرڻو پوي، نه سوير وهنجڻو پوي، نه ٿي سبق ياد ڪرڻ لاءِ مٿاماري ڪرڻي پوي. اسڪول به نه وڃڻو پوي! منهنجا بس هنن ٻچن جيئن کنڀ هجن ها ته... ٽوِ لڪ... ٽوِ لڪ... ڪنهن ڪڏهن جو آڏامي ويو هجان ها... پر....

●

۱۳-فيبروري- آچر. اڄ به ڊئڊي ٻئي پلنگ تي ننڊ ۾ سمهيو پيو هو. هو لڳ اهو سمورو هفتو ائين ئي گذريو.

ڊئڊي چانهه پيتي ۽ اخبار پڙهندي، ممي کي چيائين، "مارننگ شو جا ٽڪيٽ وٺي آيو آهيان، تون ۽ نيلو تيار ٿي وڃو." تڏهن ممي چيو "مون کي فلم ناهي ڏسڻي، اوهان ٿي

ڏسي اچو." ڊئڊي عينڪ جي صاف شيشي مان ممي ۽ کي ڪيتري ئي دير تائين ڏسندو رهيو هو، ۽ پوءِ هن فلم جا ٽڪيٽ ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري دريءَ کان ٻاهر آڏائي ڇڏيا.



٢٠ فيبروري -- مان ٻه-ٽي ڏينهن اڳ جي ڳالهه لکڻ ته ڀلجي ئي ويو آهيان. اُهيءَ رات ٽيبل-ليمپ جي 'ٽِڪ...' آواز ٿيڻ سان مون کي ننڊ اچي ئي هئي. مان ته ستوڙ ۾ منهن وجهي ماٺ ۾ پيو هوس. ممي-ڊئڊي کي ائين لڳو ڄڻ مان ننڊ ۾ هجان، اُهيءَ ڪري هنن ڳالهائڻ شروع ڪيو. مون کي ته ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيو. پر ڪڏهن غصو نه ڪندڙ منهنجو ڊئڊي به اڄ غصي ۾ هو، سندس آواز مان ائين لڳي رهيو هو. پوءِ به منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه نه آيو، پر هاڻي ڊئڊي ممي ۽ تي غصي ٿي-- 'هيءُ گهر منهنجو آهي، سمجهيئه!" ائين ڪجهه چيائين، تڏهن ڪيس ٻڌي مون کي عجيب لڳو. هي گهر اڪيلي ڊئڊيءَ جو ڪيئن ٿو ٿي سگهي! ڊئڊي شام جو اچي ٿو ۽ سوير هليو وڃي ٿو! ممي سارو ڏينهن هن گهر ۾ رهي ٿي، منهنجي لاءِ ايرڻ-ماني، ڊئڊيءَ لاءِ ٽفن، منهنجا ۽ ڊئڊي جا ڪپڙا ڌوئڻ ۽ استري ڪرڻ، مون کي اسڪول تائين ڇڏي اچڻ. اڙي! ڊئڊي جي آفيس وڃڻ کان اڳ سندس قلم، رومال، عينڪ، پيسن جو پٽون سنڀالي بريف ڪيس ۾ رکڻ ۽ شام جو ڊئڊي جي گهر اچڻ تي سندس بوٽ ۽ جوراب لاهي رکڻ -- اهي سڀ ڪم هوءَ بنا وسارڻ جي ڪندي آهي! ته پوءِ اهو گهر اڪيلي ڊئڊيءَ جو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، اهو ئي منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي!



مون کي وري ٻن ٽن ڏينهن کان ڪئلينڊر جو پنو بدلائڻ وسري ويو آهي.

هاڻي هميشه رات جو ممي-ڊئڊي مون کي ننڊ ۾ سمهيل سمجهي وڙهندا آهن. ممي-ڊئڊي ٽي-وي ڏسڻ ته ڪيترن ئي ڏينهن کان بند ڪري ڇڏيو آهي! ٻهرين اسان ٽي-وي گڏجي ويهي ڏسندا هئاسين، پر هاڻي ته مون کي به اڪيلو ڏسڻ ڏين!

اڄ ممي مون کان به جلدي اٿي آهي. ۽ پنهنجا ڪپڙا ماٺ ميٺ ۾ سوٽ ڪيس ۾ وجهي رهي آهي. ڊئڊي صوفي تي ويهي ماٺ ميٺ ۾ کيس ڏسي رهيو آهي. ممي سوٽ ڪيس ۾ ڪپڙا رکندي هر هر ساڙهي جي پلوءَ سان اکيون اُگهي رهي آهي. شايد رات جو دير تائين جاڳي آهي، اُهيءَ ڪري سندس اکيون پرلديون هولديون. ڊئڊي به هر هر عينڪ لاهي اکيون ڇو ٿو اُگهي؟ مان دريءَ مان ڏسان پيو، پر نه ڄاڻان ڇو اڄ مون کي ٻلبل، هنگ برڊ، توڙي درجيدو کي ڏسندو رهڻ سٺو نٿو لڳي.



پوءِ ممي منهنجا ڪپڙا به سوٽ ڪيس ۾ رکڻ شروع ڪيا، تڏهن مون کي لڳو، ته چڱو ٿي ٿيو، مون کي به ممي ۽ سان گڏ ماسي جي گهر وڃڻو پوندو. پر اهو ڏسي ڊئڊي ممي ۽ کان پڇيو "ٻلو" جا ڪپڙا ڇو ٿي کڻين؟" پوءِ به ممي منهنجا ڪپڙا رکندي چيو "ليلو منهنجو

آهي... منهنجي زندگيءَ جو سهارو آهي، مان ڪيس ڀاڻ سان گڏ وٺي وينديس.“ پر ممي ءَ جو
چيل جملو ’زندگيءَ جو سهارو آهي‘ ... منهنجي سمجهه ۾ نه آيو. جيتوڻيڪ اهو ٻڌي ڊئڊي
جڏهن چيو ”مان به سندس ڊئڊي آهيان، ليلو“ مون سان ئي گڏ رهندو.“ ۽ بعد ۾ هن آئندي
ممي ءَ جي سوٽ ڪيس مان منهنجا ڪپڙا ڪڍي پلنگ تي ڪٺي آڇليا ۽ چيائين ”مان توکي لٺو
روڪي سگهان، توکي وڃڻو آهي ته تنهنجي مرضي آهي...“ تڏهن مون کي خبر پئي ته مون کي
ممي ءَ سان گڏ وڃڻو ناهي. ڊئڊي اهو ڇو نٿو سمجهي ته ممي ءَ کان سواءِ پلا سان ڪيئن
رهي سگهان ٿو!

مون ڏٺو ته ممي به مون وانگي روئي سگهي ٿي. هيڏي وڏي ممي ءَ کي ڇو روئڻو
پوي ٿو؟

مان دريءَ مان اليءَ هڻنگ برڊ کي ڏسڻ جو بهانو ڪريان ٿو. پوءِ مون کي ٿوري
دير کان پوءِ ممي ءَ جي سوٽ ڪيس بند ٿيڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.



ممي-ڊئڊي مان ڪوبه ڪجهه به نٿو ڳالهائي. ممي پنهنجي رومال کي منهن تي دٻائي
رکيو آهي، پر منهس اکين مان لڙڪ پيا وهن! اڙي ڊئڊي...! ڊئڊي به اکيون جهڪائي
عينڪ کي صاف ڪري رهيو آهي. پر مون کي خبر آهي، هو به روئي رهيو آهي! وڏا ماڻهو
شايد مون وانگي اتا روئي سگهن.

ممي مون ڏانهن ڏسي رهي آهي، انڪري مان دري مان ٻاهر ڏسي رهيو آهيان.
ڇو ته ممي کي مون ڪڏهن رئندي نه ڏٺو، انڪري مان کيس روئندي نٿو ڏسي سگهان،
۽ شايد مون کي به......

ٻاهر اهوئي هڻنگ برڊ پنهنجن ٻچن جي گلابي چهنبن ۾ پنهنجي چهنب وجهي ڪجهه
کارائي رهيو آهي. پيو پکي آکيري جي دروازي جي ڀرسان ٽنڊ تي ماٺ ڪري اهو ڏسي
رهيو آهي. اهو ڏسي منهنجي دل ۾ امتحان جي هڪ سوالي پيپر جو يڪ ويهي ٿو رهي. انڪري
سوالي-پيپر ۾ اهو هڻنگ برڊ ممي ڊئڊي وانگي ڇو اٿا وڙهن؟ پنهنجي ٻچن لاءِ ڇڪتاڻ ڇو
اٿا ڪن؟ پهريون ٿلهي چهنب وارو هڻنگ برڊ پئي هڻنگ برڊ کي ڊئڊي وانگي -- ’هي منهنجو
آکيرو آهي، تون آڏري وڃ‘ -- ڇئي کيس ڇو نٿو آڏاري ڇڏي؟ اهڙا ڪيئن ڏکيا سوال
مون کي منجهائي ڇڏين ٿا. اهو سوال ئي منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي، انڪري مون کي
روئڻ اچي ٿو وڃي. ۽ پوءِ مان به دريءَ جي سيخن جي وچ ۾ منهن رکي ممي-ڊئڊي وانگي
ماٺ ۾ ڳوڙها ڳاڙي روئڻ لڳان ٿو.

روئندي روئندي منهنجي خواهش ممي ڏانهن لهارڻ جي ته ٿئي ٿي، پر مون کي
ڊپ آهي ته ... شايد ... ممي آئي نه هجي ته...! ... ته ...؟!

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

# سنڌ جو عطار ـــ حضرت آشڪار

اها حقيقت آهي ته سچل سائين جهڙو ڪثيرالاشعار شاعر، ان ڪانءِ اڳ ـــ يا پوءِ برصغير ۾ ورلي ڪو گذريو هوندو. هن بزرگ شاعر جو ڪلام لنيدي ڪنڌ جي ڪنهن هڪ ٻوليءَ سان مخصوص نه آهي، پر هن هتي جي مختلف ٻولين کي پنهنجي شهپارن سان لوازيو آهي. ان مان هن جي وحدت‌الوجود واري عقيدي جا اهڃاڻ نروار ٿين ٿا، جو ونئن تعصب ۽ دوئي پنهه ناپيد آهي. اسان جي هن دعويٰ جي صداقت لاءِ سنڌ جي هڪ عظيم محقق ۽ سچل سائين جي ڪلام جي پارکو مرزا علي قلي بيگ جي هيءَ تحقيق بس آهي ته سچل سائين پنهنجي وفات وقت جيڪو مختلف ٻولين ۾ چيل ڪلام ڇڏي ويو، ان جو تعداد لو لڳ ڇنيهه هزار، ڇهه سؤ ڇهه بيت آهن.

فارسي ڪلام ۾ سچل جو تخلص گهڻو ڪري ”آشڪار“ ملي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي پڌرو ـــ تحقيق اهو تخلص، سنڌ جي سرتاج شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سچل بابت بشارت کي پڌرو ڪري ٿو ته هو هر مخفي ۽ سلوڪ جي باريڪ لڪتن کي ليڪڻ نه ڏيندو ۽ نه وري مام ۾ ڳالهائيندو، پر کولي‌کولي حق جو نعرو هڻندو.

حضرت آشڪار جا وڏا قديم عرب ۽ سلف جي دستور مطابق اسلام جي واضح ۽ آسان تعليم جا پوئلڳ هئا. اهي طريقا سڀ پوءِ جي پيداوار آهن. سنڌ ۾ جڏهن ته سڀ کان اڳ سهروردي طريقت کي فروغ مليو، جنهن جو پهريون باني سنڌ ۾ مخدوم نوح بکري هو، جيڪو شيخ شهاب‌الدين سهروردي جو وڏو خليفو هو، جنهن جي مزار روهڙي جي درياءَ واري پل ڀر تي بکر ۾ هڪ لنيدي سائي گنبذ جي صورت ۾ اڄ به موجود آهي. حضرت غوث بهاءالحق ملتاني جڏهن پنهنجي مرشد شيخ شهاب‌الدين سهروردي بغداديءَ کان خرقو خلافت جو وٺي واپس وطن وريو ته مرشد ڪيس اها تلقين ڪئي ته هو سنڌ ۾ وڃي مخدوم نوح بکري کان به روحاني فيض جو روبرو استفادو ڪري. غوث صاحب مرشد جو چيو مڃي بکر سنڌ ۾ پهتو. پر افسوس جو مخدوم نوح ٿورا ڏينهن اڳ پنهنجي رب ڏانهن راهي ٿي چڪو هو ۽ غوث صاحب مزار جي زيارت ڪري ملتان روانو ٿيو.

سهروردي طريقت کي سنڌ ۾ ڦهلائڻ جي سعادت ڪا غوث بهاءالحق ملتانيءَ لاءِ مقدر هئي، جنهن سنڌ کي تصوف جي هن طريقت ۾ اهو فيض ڏنو جو هتي سوين سنڌي فيض يافته خليفا پيدا ٿيا. حضرت شهباز قلندر به ان دور ۾ هتي سڪونت اختيار ڪئي. حضرت آشڪار درازيءَ جا وڏا به ان دور ۾ مخدوم غوث بهاءالحق ملتانيءَ کان سهروردي طريقت ۾ فيض يافته ٿي خليفا مجاز بڻيا.

اڳتي هلي جڏهن هتي غوث اعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني جي طريقي قادريءَ کي فروغ حاصل ٿيو ته سنڌ جو هي لجيب خاندان قادري طريقي مان فيضياب ٿي سڪاين کي سلوڪ جو سبق ڏيندو رهيو، حضرت آشڪار درازي به الهيءَ طريقت جو مرشد ڪامل هو.

حضرت آشڪار جي فارسي شاعريءَ مان اسان کي ڪن اهڙن فارسيگو شاعرن جا نالا ملن ٿا، جن جي شاعري مولانا جلال الدين رومي وانگر مقصديت واري شاعري هئي ۽ آهي پنهنجي ڪلام جي ذريعي همه اوست جي فلسفي ۽ پڻ تصوف جي اسرارن کي سمجهائي ويا آهن. حضرت آشڪار درازي به انهن اوليائن، صوفين ۽ شاعرن کان متاثر ٿو ڏسجي، اهي شاعر هي آهن: شمس تبريزي، خواجه احمد جام ۽ شيخ فريدالدين عطار. انهن ٽيني مان سڀ سائين تي شيخ فريدالدين عطار جو رنگ غالب ٿو ڏسجي، ان ڪري کيس سنڌ جو عطار به سڏيو ويندو آهي.

حضرت آشڪار پنهنجي فارسي شاعريءَ ۾ شيخ عطار لاءِ فرمائي ٿو:

راز وحدت ناسر خوانده، رمز "منطق طير" را،

اين چنين فرموده ست آن خواجهءِ عطار ما.

شيخ فريدالدين محمد عطار نيشاپوري (۵۳۷-۶۲۷)، شيخ نجم الدين ڪبريٰ ۵۴۰-۶۱۸هه ۽ پڻ اوليائن جي صحبت ۾ رڱجي وڏو ولي ۽ وحدت وجودي بزرگ ثابت ٿيو. مولانا جلال الدين رومي جو والد ان سان مليو هو، جڏهن رومي ننڍي ڄمار جو هو، جيئن اسان جو پيتائي صاحب، سچل سرمست سان ان جي ننڍپڻ ۾ مليو هو. شيخ عطار، روميءَ لاءِ اهڙي ئي خوشخبري ڏني هئي، جهڙي پيتائي صاحب سرمست لاءِ ڏني هئي. اڳتي هلي مولانا جلال الدين، شيخ عطار لاءِ فرمائي ٿو:

هفت شهر-عشق را عطار گشت، ماهنوز اندر خم يک کوچه ايم.

حضرت آشڪار درازي ٻئي جنهن صوفي فارسيگو شاعر کي ياد ڪيو آهي، سو آهي شيخ احمد جام. فرمائي ٿو:

من شدم عاشق بہ اسام آشفتگان، رہ رفيق خواجه احمد جام ما ست.

ٽيون بزرگ شمس تبريزي آهي، ان جو ذڪرِ خير همه اوست جي نظريه مطابق ڪري رهيو آهي:

گر کسي ديوان شمس الحق بخوانه باليقين،

از خودي آزاد گردد از من ومائي بدل.

آشڪار، ديوان شمس تبريز مان خوديءَ کي ڇڏڻ جو سبق پرائي ٿو، ۽ عشق ۾ الهوت رهڻ کي پسند ڪري ٿو. هن جو اظهار هن طرح ڪري رهيو آهي:

ما سبق خوانده‌ام از ديوان عشق، هست در هر دوجهان سلطان عشق،
رمزالانسان سري گوش ڪن، باليقين دان صورتِ انسان عشق.

مقطع ۾ فرمائي ٿو:

سر بنده اي آشڪارا خود مبين، آمده برعاشقان فرمان عشق.

حضرت آشڪار ساڳي وقت شاه حسين بن منصور حلاج ۲۴۴-۳۰۹ کي به ڪين وساري، ۽ ان وانگر سنڌس پيرويءَ ۾ ڦاسي ماٿي ان تي رقص ڪرڻ گهري ٿو. فرمائي ٿو:

وقت حالت ما مقدر تا لدام کي شود، آشڪارا هم چوشه منصور کن بردار رقص

حضرت آشڪار درازيءَ جي فارسي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو وحدت وجودي صوفين مان جيترو خواجه فريدالدين عطار نيشاپوريءَ کي ياد ڪري رهيو آهي ايترو ڪنهن ٻئي کي ياد نه ڪري، اهو ئي سبب آهي جو دولھ درازيءَ کي سنڌ جو عطار سڏيو ويندو آهي. ديوان آشڪار جي هڪ ئي صفحي تي ٻه غزل اچن ٿا، هڪ جي مطلع ۾ زمالي جي زاهد کي هوشيار رهڻ جي تلقين ۽ ٻنهجي هست ۽ نيست کان خبردار رهڻ لاءِ چئي رهيو آهي:

اي زاهد زمانه تو هشيار باش باش، از هست و نيست خبردار باش باش.

مقطع ۾ فرمائي ٿو:

سارا هوا گرفت نشاپور آشڪار، باصدق تو غلام عطار باش باش.

هن ۾ سنئون سڌو خواجه عطار جي شهر نيشاپور سان محبت جو اظهار ۽ پاڻ کي شيخ عطار جي غلام رهڻ جي تلقين ڪري رهيو آهي.

هن سان متصل هڪ ٻئي غزل ۾ پاڻ کي هڪ ئي وقت جسم ۽ جان کان پري پري رهڻ جي وصيت ڪري فنائيت کي ياد رکڻ لاءِ چئي رهيو آهي. ساڳئي وقت منصور جي شراب وحدت جي پيالي مان نوش ڪرڻ جي ترغيب ڏئي ويٺو آهي ۽ ظاهري رياڪاريءَ کان پري رهي، ملامتي صوفي بڻجڻ لاءِ خطاب ڪري رهيو آهي. اشعار ملاحظه فرمايو!

يکبارگي ز جسم و جان دور باش باش، ديگر مدان تو ذاکر مذکور باش باش
بر از شراب پيالهء منصوري آن بنوش، سرمست شو درين ره مخمور باش باش
شيخي وجه پيري وجه بزرگي ازو گريز، ورنام ملحدي تو مشهور باش باش،

هن غزل جي مقطع ۾ ٻنهجي مسلڪ بابت صاف ٻڌائي رهيو آهي ته اي آشڪارا جيڪڏهن تون هدايت واري وات جو طالب آهين ته حضرت عطار جي شهر نيشاپور جي سڙڪ جي خاڪ ۽ مٽي تي رهه!

اي آشڪار گر طلبي ره هدايتش، تو خاڪراه شهر نيشاپور باش باش.

خواجه فريدالدين عطار يا مولانا جلال الدين روميءَ جو پنهنجي ڪلام ۾ اهو دستور رهيو آهي ته تصوف جي اسرارن تي گفتگو ڪندي جتي شريعت حقہ جي خلاف ڪنهن غلط فهميءَ جو انديشو هولدو آهي ته ان کي جلدي دور ڪندا اهندا آهن ۽ شريعت جي اتباع جي تلقين ڪئي ويندي آهي. اسان جي سنڌ جو عطار حضرت آشڪار درازي به پنهنجي پيشرو بزرگن جي پيرويءَ ۾ اهڙي غلط فهميءَ کي دور ڪندو آهي، جيئن ڪنهن ڪچي صوفيءَ کي شريعت جي خلاف لب ڪشائي جي جرئت نه ٿئي. جيئن باب عين جي هڪ غزل ۾ خبردار ٿو ڪري ته جيڪڏهن تون مرد آهين ته شريعت کان منهن نه موڙ. دليا جا غوث ۽ قطب سڀ شريعت جو سلام ڪندا ويا آهن. دليا جا مسلمان امير، وزراء ۽ سلطان، سڀني تي شريعت جو حڪم غالب رهيو آهي. جيڪو به موحد، دل جي درد وارو آهي، سو شريعت جي نالي تي پنهنجو سر قربان ڪندو. شريعت جي واٽ کان ڪڏهن به پير ٻاهر نه رک، ڇو ته شريعت واري واٽ هميشه سڌي رهي آهي. اي آشڪار، تون هي ٻه اکر ٻڌي وٺ، تون شريعت جو نوڪر ۽ غلام ٿي رهه.

ابيات هن طرح آهن:

| | |
|---|---|
| از شرع رو متاب گر مردي، | غوث و قطب ڪنند سلام شرع |
| گرچه مير و وزير سلطان است، | برهمه غالب است حڪم شرع |
| آن موحد ڪه صاحب درد است، | سر تصدق ڪند بنام شرع |
| از شريعت قدم برون نه نهي، | مستقيم است ره علي الدوام شرع |
| بشنو آشڪار اين دو حرف، | باش تو چاڪر و غلام شرع. |

عام طرح تصوف جا اهي مدرسا ۽ اسڪول، جن ڪتاب ۽ سنت کي آڏو رکيو، اخلاق محمديءَ مان سبق پرايو، جن جو فلسفي افڪار سان گهٽ واسطو پيو. ساڳي ريت انهن کان ظاهر ۾ غيراسلامي ٻولن يا شطحيات جو صدور نه جهڙو ٿيو. اهي به مدرسا ڳڻيا ويندا آهن. هڪ ابوالقاسم جنيد جو بغداد ۾، جنهن پنهنجي فڪر جي تبليغ لاءِ مسجدن جي منبرن کي مرڪز قرار ڏنو ۽ آتي تصوف جا حلقا قائم ڪيا ويا. ٻيو مدرسو هو ابونصر سراج طوسيءَ جو شهر نيشاپور ۾، هن مدرسي ۾ تصوف جي فڪر کي فروغ ڏيڻ لاءِ تصنيف تاليف کي پنهنجي دعوت لاءِ منبر بنايو. تحقيق ابونصر سراج طوسي سڀني مؤلف صوفين جو استاد آهي، جنهن عربيءَ ۾ ڪتاب لکي علم تصوف جي ابتدا ڪئي. داتا گنج بخش هجويري لاهوري (۴۶۵ھ) ڪشف المحجوب ڪتاب ۾ امام ابونصر سراج طوسيءَ جي ڪتاب اللمع جي پيروي ڪئي، ڪتاب طبقات جو مؤلف ابوعبدالرحمان سلمي (۴۱۲ھ) پڻ هن تاليف ۾ ابونصر سراج طوسيءَ جو شاگرد آهي. رسالي قشيريه جو مؤلف عبدالڪريم ابن هوازن ابوالقاسم قشيري (۴۶۵ھ) سلميءَ جو شاگرد آهي.

هنن پن تصوف جي مدرسن کان سواءِ جنيد بغداديءَ (٢٠٧-٢٩٧) جي وڏي همعصر بايزيد بسطاميءَ جون ٻيون مدرسو به هو، جنهن جو وڏو مدار حبّ الاهي تي هو. بيشڪ اهي ظاهر شريعت جا به پيروڪار هئا، پر رياڪاري کان ايترو پري ڀڄندا هئا جو پاڻ کي ملامتي بنائي ڇڏيو هئائون. الهن کي قلندريه فرقو سڏيو ويندو آهي، الهن ڪتاب ۽ سنت سان گڏ فلسفي آراء کي به پنهنجي تصوف ۾ پري ڇڏيو. امام ابو نصر سراج طوسي ڪتاب اللمع جي ٻن جاين ص ٢٣٥ ص ٤٠١ تي بايزيد بسطاميءَ (٢٦١ وفات) جو ذڪر ڪندي شيخ ابو علي سنڌيءَ جو ذڪر ڪيو آهي، جو سنڌ جو نومسلم هو ۽ وڏو وحدت وجودي صوفي هو. ان کي بايزيد بسطاميءَ جو استاد ٻڌايو ويو آهي. حسين بن منصور حلاج (٢٤٤-٣٠٩) شيخ ابن عربي، مولانا جلال الدين رومي (٦٠٤-٦٧٢) خواجه فريدالدين عطار ۽ ٻيا ڪيترا بزرگ هن گروهه جا فرد ۽ الهيءَ فلسفي جا مبلغ آهن. اسان جو سنڌ جو عطار درازي آشڪار تيرهين صديءَ ۾ هن فڪر ۽ فلسفي جو وڏو مبلغ آهي. هو منصور کي ياد ڪندي بي ڌڙڪ منصوري نعرو هڻندو ويو آهي ۽ هن گروهه جي اڳواڻ بايزيد بسطاميءَ کي پڻ پنهنجي ڪلام ۾ هن طرح ياد فرمائي ٿو:

گفت سبحاني زبان بايزيد، هست اين قولش بعالم منتشر،
تاکه لوبت عشق آن حلاج زد، درميان عاشقان شد نامور.

هن کان پوءِ واري غزل جي مطلع ۾ حضرت آشڪار درازي ايڏو ته محويت ۽ مستيءَ ۾ اچي ويو آهي، جو منصور وارو نعرو هڻندي پاڻ کي هن زماني ۾ ان جو نائب خيال ڪري ٿو. فرمائي ٿو:

ميزنم نعرهٔ انا الحق آشڪار، اندرين آخر زمان منصور وار،
ڪوس آن حلاج مارا داده اند، ميزنم اندر جهان پرڪار.

صوفين جي هن گروهه جو وڏو مدار محبت الاهي ۽ عشق خداونديءَ تي آهي. سارو ديوان آشڪار عشق ۽ مستيءَ جي بيان سان ڀريل آهي. خواجه فريدالدين عطار جي ڪلام ۾ عشق ۽ محبت جو وڏو مظاهرو ڪيو ويو آهي. خود عطار عشق کي گهري رهيو آهي،

ذرهٔ از عشق ده عطار را.

اسان جو سنڌ جو منصور ۽ عطار جڏهن ته الهن عاشقن جو پوئلڳ آهي ۽ عطار سان ته ان جو خاص انس آهي، تڏهن ان جي رنگ ۾ رتل آهي. خواجه فريدالدين عطار سان هو عشق سندس مرشد خواجه عبدالحق صاحب جي تلقين ۽ عقيدتمندي ڪري آهي. هڪ غزل جي مقطع ۾ سرمست اهو ٻڌائي ٿو ته شيخ عطار جو مون کي عشق واري شراب جي پيالي پيئڻ جو حڪم فرمايو، ان ۾ ڪنهن به لڪ لڪاءُ کان ڪم نه ورتو وڃي. جيئن فرمائي ٿو:

عطار چنان گفت بخور جام مئي عشق، پنهان و آشڪار بشب و روز صفا داد.

هن ڪان پوءِ واري غـزل ۾ حضرت آشڪار واضح لفظن ۾ اهو ٻڌائي ٿو تہ منهنجي جان ۾ عطار ڪان هيڪار ٻهتي، ان جو اهو اثر ٿيو جو مون ۾ رڳو عشق وڃي رهيو. نيشاپور جيڪو خواجہ عطار جو شهر آهي سو سارو عشق واري درد سان ڀريل آهي، ان جي دروازي ۽ ڀتين مان عشق محبت جي واڪاري جـو نعرو لڳي رهيو آهي. مولانا جلال الدين رومي يا جامي جهڙا عاشق سڀ خواجہ فريدالدين عطار جا خادم آهن. اهڙي خواجہ عطار بابت تعريف مون منهنجي پير ۽ مرشد خواجہ عبدالحق کان ٻڌي.

ابيات هي آهن:

اي دلا خوشبو ز شہ عطار درجانم رسيد،
آنزمان يڪبارگي از ڪفردين مارا ڪشيد،
شهر نيشاپور پر درد است گر پرسي زمان،
از در و ديوار آيد نعره- هل من مزيد،
چہ جلال الدين چہ جامي غاشہ بردار او،
اين چنين تعريف ما از پير عبدالحق شنيد،
حق موجود سدا موجود.

--(سچل نيشنل سيمينار ۾ پڙهيل)



ٽنڊو آدم - ٽنڊو الهيار روڊ




ڳوٺ ميون ونهيو

ميون ونهين وارن جي
جامع مسجد

اسماعيل شاهه بخاري
جي مزار

بيبي درس
جي مزار

ميون ونهين
جو مقبرو

چوونڊي وارن جون مزارون

بخاري سيدن
جو گورستان

زنانو قبرستان

شاهه قاسم جي مزار

مرزا مغل بيگ جي مزار

(١) امير شاهه قاسم خان زمان جي مزار
(٢) مير ابوالقاسم سلطان جي مزار
(٣) مير شير بيگ جي مزار
(٤) نامعلوم

(١) (٢) (٣) (٤)

امير قاسم سلطان (؟)
جي مزار

سلطان مقيم
جي
نياڻي جي مزار

ابن قاسم
سلطان (؟)
جي مزار

مرگ
مينار

ديهه سينهڙڪي

ٽوڙڪي جو قبرستان هڪ نظر ۾

لاهوري سيد
جي مزار

ديهه سينهڙڪي

قريشي حامد علي خانائي

# توروڪيءَ جو قديم تاريخي قبرستان

[نوٽ: گهڻو وقت اڳ محترم سيد حسام الدين راشدي صاحب جو تاليف ڪيل سنڌيءَ ۾ ڪتاب "تذڪره اميرخاني" سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان شايع ٿيو هو. انهيءَ ڪتاب جي ماخذن مان "تاريخ مظهر شاهجهاني" به هڪ هو. "تذڪره اميرخانيءَ" ۾ پير صاحب سنڌ جي ڪيترن شهرن، ڳوٺن، واهڻن، وستين ۽ قلعن وغيره جي ڀالن جي پوئتان سوال (؟) جي نشاني ڏيئي ڇڏي هئي، محض انهيءَ خيال کان ته انهن تي پلي ڪو به سنڌ جو اهل قلم روشني وجهي. ان کان پوءِ "تاريخ مظهر شاهجهاني" جو خود سنڌيءَ ۾ ترجمو عزيزم نياز همايوني صاحب ڪيو، جو پڻ بورڊ ڇپرايو. انهيءَ سنڌي ترجمي جي مطالعي ڪرڻ کان پوءِ مون سائين حسام الدين شاهه کي هڪ خط لکيو ته آءٌ "مظهر شاهجهاني" جي جاگرافيءَ تي ڪجهه لکڻ گهران ٿو. پاڻ ڏاڍو خوش ٿيا ۽ خط جي موٽ ۾ (تاريخ ١٦ ڊسمبر ١٩٧٩ع) لکيائون ته "تاريخ مظهر شاهجهاني جي جاگرافي تي ضرور مضمون لکندا." ان سلسلي ۾ مون سڀ کان اول "وينجهرو" جو انتخاب ڪيو ۽ ان تي هڪ مضمون لکيو، جيڪو مهراڻ جي اڳئين پرچي (١-٢/١٩٨٢ع) ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

سال ١٩٧٩ع ۾ "نصرپور - سنڌ جو قديم تاريخي شهر" جي عنوان سان منهنجو هڪ مضمون "سنڌالاجي" طرفان شايع ٿيندڙ رسالي "سنڌي ادب" ۾ ڇپيو. سائين حسام الدين شاهه راشدي صاحب کي اهو مضمون ڏاڍو وڻيو. پاڻ مون ڏانهن هڪ خط ۾ لکيائون ته "نصرپور تي توهان چڱو ڪم ڪيو آهي. خدا توهان کي همت ۽ سگهه ڏيندو. نصرپور وڃڻ کان اڳ مثنوي "چنيسر نامه" جو مقدمو نظر مان ڪيو ها ته بهتر ٿئي ها. پاڻ وڏيڪ اوسو پاسو ڏسڻ ضرور سمجهو ها. آءٌ اهي آثار ڏسي آيو آهيان، ليڪن انهيءَ ڪم ڪرڻ لاءِ جوالي گهرجي، اسان پوڙهن جو ڪم نه آهي." انهيءَ کان پوءِ مون نصرپور شهر ۽ ان جي آسپاس جي ڪافي خاڪ ڇاڻي آهي. ڪافي قيمتي ۽ ناياب حقيقتون هٿ لڳيون آهن. انهيءَ سلسلي ۾ هي مقالو "توروڪيءَ جو قديم تاريخي قبرستان" حاضر آهي.

افسوس! "وينجهرو" ۽ "توروڪي" ٻنهي مقالن ڇپجڻ کان اڳ ئي منهنجو پيارو ۽ شفيق سائين حسام الدين راشدي صاحب اسان کي هميشه جدائيءَ جو داغ ڏيئي، انهيءَ ڏيهه ڏي

اُسهيو آهي، جتان ڪوه والڪي وڃيو نه آهي. الله تعاليٰ مرحوم کي جوار رحمت ۾ جايون ڏئي. ڪاش، پاڻ زنده هجن ها ته هي پنهنجي مقالا ڏسي ۽ پڙهي ڪيڏو نه خوش ٿين ها!

بنده راقم جا هي ٻئي مقالا، اگرچه تحقيقي لحاظ کان ڪنهن عظيم‌الشان معيار جا حامل ناهن، هڪ ابتدائي پرشوق ڪوشش آهي، پر جيئن ته انهن جي تياريءَ جا محرڪ پير صاحب جن پاڻ هئا، انڪري يقيناً پاڻ بنده جي مزيد حوصله افزائي ۽ رهنمائي ڪرڻ فرمائين ها.]

--ق.ح.خ

---

ٽنڊي آدم کان ٽنڊي الهيار ڏانهن ويندڙ پڪي رستي جي بلڪل وٽ، سان اترئين ۽ اولاهين ڪُنڊ تي ٽُوڙڪي جي قديم بستيءَ وارو قبرستان واقع آهي. قبرستان جون ميرانجهڙي رنگ جون مسجدون، پڙائون قبرون ۽ سفيد اوچا نيا، پري کان هر ڪنهن ڏسندڙ لاءِ حيرت ۽ دلچسپيءَ جو باعث بڻجن ٿا. اهو قبرستان هن موجوده دور ۾ "ميون ونهين" جي نالي سان سڏجڻ ۾ اچي ٿو. نصرپور جو قديم تاريخي شهر، هن قديم قبرستان جي اولهه ڏکڻ جي ڪُنڊ تي اٽڪل ڇهن ستن ميلن جي مفاصلي تي آهي.

سنڌ جي تاريخ جي مطالعي مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته "توڙڪي" قديم زماني ۾ هڪ وڏي شان ۽ مان واري بستي هئي. هيءَ بستي، سنڌ جي تاريخي شهر نصرپور جي اتر ۾ "سانگري واهه" جي ڪناري سان لڳ آباد هئي. سانگري درياهه جو وهڪرو، سنڌو درياهه جي قديم وهڪرن مان هڪ آهي. هن وهڪري کي اڳئين زماني ۾ "واهه" به ڪري چوندا هئا. اها خبر پنجي ڪانه ٿي سگهي ته سانگري جي حالت "واهه" واري هئي يا درياهه مان اڪرندڙ هڪ وڏو واهه هو. ليڪن قديم تاريخي احوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ اهوئي درياهه جو وهڪرو آهي، جنهن جي پيٽ سان نصرپور جو قديم شهر آباد هو. الهيءَ اوائلي زماني ۾ ٿي خواهه سموريءَ سنڌ جو واپار، ملتان ۽ ٻين شهرن سان هلندو هو ۽ واپاري پيڙا نصرپور جي درياهي بندر کان لنگهندا هئا.

"چچنامي" ۾ پڻ هن درياهه جو احوال اچي ٿو. فارسي تاريخدانن ان کي "سالڪره" ڪري ڄاڻايو آهي، جنهن کي ڪن مؤرخن "ساڪرو" به ڪري لکيو آهي. هن وقت هن قديم درياهي وهڪري جا نشان نصرپور شهر جي اوپر ۽ ٽنڊي الهيار جي اولهه ۾ ملن ٿا. اصل ۾ هن درياهي وهڪري جو نالو "سانئو وهڪرو" هو، جو پوءِ "ساڱرو" ۾ تبديل ٿي ويو. موجوده دور ۾ نصرپور جي اولهه ڏکڻ ۾ پڻ وڏو درياهي نشان موجود آهي. نصرپور جي وڏي عمر وارن جو چوڻ آهي ته اهو قديم سنڌو درياهه هو، جو پوءِ رخ ڦيرائي موجوده حالن جي اولهه ۾ وهڻ لڳو. چون ٿا ته ١٧٥٢ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ درياهه پنهنجو رخ ڦيرايو هو(١)، (٢).

الهيءَ قديم سانگري واهه جي ڪناري تي ٻين بستين سان گڏ هڪ پراڻي بستي "توڙڪي" جي نالي سان آباد هئي. فارسي تاريخن ۾ هن بستيءَ جو ذڪر تمام گهٽ اچي ٿو. ڪن جو

چوڻ آهي ته انهيءَ بستيءَ جو نالو "توركي" انهيءَ كري سڏجڻ ۾ آيو، جو اتي ترڪ قوم گهڻي رهندي هئي ۽ توركي يعني ترڪن جو ڳوٺ(٣).

اسان پڻ انهيءَ راءِ جا آهيون ته توركيءَ جي بستيءَ ۾ ترڪ يا مغل قوم رهندي هئي، جا زماني جي ڪن انقلابن سبب اتان لڏي وڃي "كوڙڙي مغل" جي نالي سان لٺوڻ شهر ڀرسان ويئا. سنڌ جي عظيم شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دور ۾ اهو ڳوٺ وسندڙ هو ۽ پاڻ اتي اچي ويئا هئا. اهوئي كوڙڙي مغل جو ڳوٺ هو، جتي شاهه صاحب كي مجازي چوٽ لڳي هئي، جنهن كيس حقيقت جي منزل تي رسايو(٤).

سيد حسام الدين راشدي صاحب جي قول موجب ته "توركيءَ" جي اهائي قديم بستي هئي، جنهن كي هن وقت "ميون ولهين" جو قبرستان كري سڏجي ٿو. اڳئين زماني ۾ هن بستيءَ كي چوڌاري هڪ وڏو شاهي قلعو هو، ليكن وقت گذرڻ سان هن وقت انهيءَ قلعي وغيره جا ڪي به نشان باقي نه رهيا آهن(٥)، ايتريقدر جو اتان جي رهندڙ قديم باشندن كي پڻ "توركي" جي نالي وغيره جو ڪو به پتو نه آهي. ليكن سنڌ جي تاريخ جي مختلف بيان كيل احوالن مان اها خبر پوي ٿي ته توركيءَ جي قلعي اندر ارغون ۽ ترخان حاكمن جي وڏن اميرن ۽ سردارن جون حاويليون تعمير كرايل هيون، مگر هن وقت اهي رهائشي حاويليون سڀ ڊهي زمين دوز ٿي ويون آهن. وڪ وڪ تي حسرت ۽ عبرت جو مرقع آهي. توركيءَ جي بستي ان قديم زماني ۾ نصرپور شهر جي بچاءَ لاءِ هڪ اهم فوجي چونكي هئي.

هن وقت جڏهن باريڪ بينيءَ سان اتان جي جاءِ وقوع جو مشاهدو كجي ٿو ته اهو صاف طرح سان ظاهر ٿئي ٿو ته واقعي اها تباهه ۽ برباد ٿيل بستي سالگري واهه جي كناري تي آباد هئي. اڄ به انهيءَ قبرستان جي ڀرسان انهيءَ ڦٽل سالگري واهه جا قديم آثار صاف طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

سنڌ جي فارسي تاريخن جهڙوڪ تاريخ طاهري(٦)، بيگلارنامه(٧) ۽ تحفة الكرام(٨) ۾ هن بستيءَ كي "توركي" جي نالي سان بيان كيو ويو آهي. جڏهن ته خانبهادر محمد صديق ميمڻ، بيگلارنامي جي سنڌي ترجمي ۾ هن بستيءَ جو نالو "توركي" بدران "توڙكي" قائم ركيو آهي(٩).

سنڌ جي تاريخ جي مطالعي مان اها ڳالهه صاف طرح سان ظاهر ٿئي ٿي ته جڏهن هندوستان جو شهنشاهه همايون، تخت ۽ تاج كان محروم ٿي، سنڌ جي حاكم مرزا شاهه بيگ ارغون جي پٽ مرزا شاهه حسن (جو ان وقت سنڌ جو حاكم هو) سان منهن مقابل ٿيو ته انهيءَ ويڙهه ۾ شاهه قاسم بيگلار قتل ٿي ويو. اهو جنگي معركو سن ٩٥٠هه ۾ "جوڻ" جي آس پاس ٿيو هو(١٠). جيئن ته جوڻ وارو علائقو نصرپور جي ويجهو هو ۽ لاش جي خراب ٿيڻ جي ڊپ كان شاهه قاسم بيگلار جو لاش "جوڻ" مان آڻي اچي "توركي" جي قبرستان

۾ دفن ڪيائون. اهڙيءَ طرح ان وقت کان وٺي هيءُ قبرستان "بيگلارن جو قبرستان" سڏجڻ لڳو. تاريخي لحاظ کان شاهه قاسم بيگلار جي شهادت جو واقعو سن ٩٥٤ هه ۾ واقع ٿيو آهي. انهيءَ مان اهو پتو پوي ٿو ته "سيون وارو" ان وقت اڃا انهيءَ ڄمار جو هوندو (١١)

هن قديم ۽ برباد ٿيل بستيءَ جي کنڊرن ۽ قبرستان جي ويجهو "درس" قوم جي ماڻهن جا گهر آهن. انهن رهواسين جو چوڻ آهي ته آهي قديم زماني کان وٺي اصل هن بستيءَ جا رهاڪو آهن. هتان جي قديم آثارن کي نظر مان ڪيڻ کان پوءِ اهو گمان قوي ٿئي ٿو ته واقعي "تورڪي" جي قديم بستي اڳئين زماني ۾ ڪا وڏي آباديءَ واري بستي هئي. هتي "سينهڙا" قوم جا ماڻهو رهندا هئا ۽ هن موجوده دور ۾ به انهيءَ قوم جا ماڻهو انهيءَ ايراضيءَ جي آسپاس رهن ٿا. برباد ٿيل بستيءَ جي وڏن دڙن جي کوٽائي ۽ صاف ڪرائڻ وقت آتان ڪافي نادر شيون هٿ آيون آهن مثلاً: سڪا، ٺڪر جا ٿانو، جنڊ ۽ پيون ڪيتريون ئي گهريلو شيون وغيره. (١٢)

تورڪيءَ جي خفتگانِ خاڪ جو سڀ کان وڏو تاريخي اهميت وارو قبرستان آهي. هن قبرستان ۾ ڪيترائي پنهنجي وقت جا وڏا جيد عالم، فاضل، اديب، شاعر، حڪيم، مشائخ، سياح، مؤرخ، مصنف، امير ۽ غريب مطلب ته هر درجي ۽ هر طبقي وارا ماڻهو علائقِ دنيا کان پاڪ ٿي مٽيءَ جي استري تي مادر گيتيءَ جي آغوش ۾ روز محشر جي انتظار ۾ ابدي ننڊ ۾ آرامي آهن. هن وقت سمورو قبرستان ڪنهن حد تائين تلف ٿي ويو آهي، سواءِ ڪن ٿورين قبرن ۽ مقبرن جي ٻين جو احوال اڃا گمناميءَ جي ڪُنَ ۾ غرق آهي. هن وسيع شهرِ خموشان جو سلسلو هن دور تائين ڦهليل آهي. سارو قبرستان اٽڪل ڏهن ٻارهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل، جنهن ۾ سفيد ۽ زرد پٿرن ۽ پڪين سرن جون مزارون آهن. اهي مزارون، مقبرا، چبوترا، مسجدون ۽ مدرسا ڪافي حد تائين ڊهي مٽيءَ جا ڍير ٿي ويا آهن. اڪثر وڏن اميرن ۽ صاحبِ اقتدار ماڻهن جون مزارون پڪي پيلي پٿر جون جڙيل آهن، جن جي منبت ڪاري زبانِ حال مان پڌائي ٿي ته انهن ذي مرتبه بزرگن ۽ شخصيتن جون ابدي آرامگاهون آهيون. ان هوندي به ڪيترن بزرگن جي مزارن ۽ قبرن جي ڏاڍي بيحرمتي ڪئي وئي آهي. باقي جيڪي زماني جي حادثن ۽ انقلابن کان بچيل آهن، تن جي پيشانين ۽ پاسن تي قرآن پاڪ جون آيتون ۽ تاريخي ڪتبا جلي خط ۾ نقش ڪيل آهن.

هن قبرستان کي اڳئين زماني ۾ شايد هڪ پڪين سرن جي ديوار ڪٽيل هئي، جنهن جو هن وقت ڪو به نشان نظر ڪو نه ٿو اچي. شايد زماني گذرندي اها ديوار ڊهي زمين دوز ٿي وئي آهي. ان برباد ٿيل ديوار جا ڪجهه نشان چوڌاري پڪين سرن، ٺڪرن ۽ ٽوٽن جي صورت ۾ نظر اچن ٿا. آسپاس جي ڳوٺاڻن به هن قبرستان مان چڱي جٽ ڪئي آهي. قبرستان مان چُن ۽ پٿر جون سرون ۽ پڪيون سرون ڪٽي وڃي ڪتب آڻيون اٿن. خدا ڄاڻي ته

اڳتي هلي سنڌ جي ماضيءَ جو هيءُ تاريخي قبرستان اسان ٿي ويندو ۽ صرف ڪتابن ۾ ماضيءَ جي داستانن وانگر ان کي پڙهيو ويندو!

هن قبرستان ۾ مسجدن، چبوترن، مقبرن ۽ مزارن جي اڏاوت کي ڏسي مسلمانن جي فنِ عمارت سازي ۾ مهارت جو پتو پوي ٿو. اسلام جي عروج سان گڏ فن عمارت سازيءَ ۾ تيزيءَ سان ترقي ڪئي هئي. عربن جنهن به ملڪ ۾ قدم رکيو، اتي پنهنجي تمدن ۽ معاشرت جا اڻ منجهندڙ نشان ڇڏيا آهن، اهوئي سبب آهي جو مختلف مفتوح ملڪن ۾ قومن جي طرزِ تعمير جو نمونو هرڪنهن ملڪ ۾ الڳ الڳ نموني ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مسلمان فاتح هن برصغير ۾ گهڻي پاڳي ايران کان آيا ۽ الهن پاڻ سان گڏ عربي-ايراني مخلوط تعمير جو فن به آندو. ساڳئي وقت الهن حاڪمن، اتان جي ماهر ڪاريگرن ۽ صاحبِ فن هنرمندن کي به هتي آندو، جن هتان جي ڪاريگرن سان رابطو رکي، ايراني طرزِ تعمير کي رائج ڪيو.

سنڌ ۾ خاص ڪري ارغونن ۽ ترخانن جي دور جي فن عمارت سازيءَ جو جڏهن باريڪ بينيءَ سان جائزو ونجي ٿو، ته اهو معلوم ٿئي ٿو ته هن ملڪ ۾ انهيءَ دور ۾ فنِ عمارت سازيءَ جي وڏيڪ ترقيءَ ۾ گجرات جو هٿ آهي. پٿر تي گهاڙ ۽ نقش نگاريءَ جي ڪم ۾ گهڻي قدر گجرات پراڻي زماني کان وٺي مشهور رهيو آهي. توڪيءَ جي هن قبرستان ۾ جيڪي به زرد پٿر جون مزارون آهن، تن جي ڏسڻ سان اهو معلوم ٿئي ٿو ته اصل ۾ پهريائين زرد پٿر جو بوتو تيار ڪري، ان تي نقش نگاري، منبت ڪاري جو سهڻو ۽ نفيس ڪم ڪري، قرآني آيتون ۽ تاريخي ڪتبا اڪيري، پوءِ ان کي ڪچين قبرن جي مٿان رکيو ويو آهي. اڪثر اهي سڀ مزارون پڪين ۽ ڪاشيءَ جي سرن جي ٺهيل وڏن ٿلهن تي آهن. مزارن واري پٿر تي اهڙو ته نفيس ۽ عمدو ڪم ٿيل نظر اچي ٿو، جو ڪٿي به ڪو ڳنڍ يا جوڙ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته ان زماني ۾ نقش نگار، رازا، ڪاريگر ۽ ٺڪ جو ڪم ڪندڙ گجرات جا هئا، جن اچي سنڌ جي مرڪزي شهرن ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ٺٽي جي مڪليءَ جي قبرستان وانگر زرد پٿر جون جڙيل قبرون، توڪيءَ جي قبرستان ۾ اڪثر بيگلارن جون آهن.

انهيءَ دور جي عمارتن ۾ اڪثر چُن، گچ گارو ۽ چيتريون سرون استعمال ڪيون ويون آهن، جي پٿر کان به وڌيڪ مضبوط نظر اچن ٿيون. زرد پٿر جي باري ۾ مولائي شيدائي صاحب لکي ٿو ته اهڙي قسم جو پٿر اڄ به سنڌ جي روهڙيءَ جي ٽڪرين مان گهڻو ملي ٿو ۽ روهڙيءَ جي قديم زماني جي ٺهيل ڪيترين عمارتن ۾ اهڙي قسم جو پٿر استعمال ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو(١٣). هتي انهيءَ تاريخي قبرستان جو سير حاصل بيان قدري وضاحت سان ڏنو وڃي ٿو، جيڪو اسان جي سنڌ جي تاريخ جو هڪ بهترين سرمايو آهي.

## ١- ميون ونهين واري جامع مسجد

توري جي قبرستان ۾ داخل ٿيڻ شرط سڀ کان پهريائين اپرلدي طرف هڪ مسجد ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جيڪا "ميون ونهين" واري مسجد سڏجڻ ۾ اچي ٿي. هيءَ مسجد شريف ترخاني دؤر جي تعميرات جو نمونو آهي. انهن ڪٿي چئجي ته مسجد شريف جي اڏاوت مغل آرٽ جو نادر نمونو آهي. هيءَ مسجد چبوتري واري گنبذ نما ٺهيل آهي. سندس ٻاهريون رنگ وقت گذرندي زوردار برساتين پوڻ ڪري ڳري لهي ويو آهي ۽ اڇو ڳچ جو ڪارو، ڪاري رنگ ۾ تبديل ٿي ويو آهي. مسجد شريف جي محراب جي ٻاهرئين پاسي جي پوئين ديوار جو رنگ پڻ ڪارو دونهاٽيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ٻاهرئين چوديواري ڍهي ميٽي ۽ سيرن جو ڍير ٿي پئي آهي. مسجد جي اندروني حالت پڻ خسته آهي. مسجد شريف جي ٻاهرين حاطي ۾ "ميون ونهين" درويش جو مدرسو قائم هو. هن وقت انهيءَ مدرسي جي جاءِ ڊهي برباد ٿي ويئي آهي. صرف هڪ سنهين چيترائن پڪين سيرن جو دروازو قائم بيٺو آهي، جنهن مان لنگهي اڳتي "ميون ونهين" جي مقبري ۾ داخل ٿجي ٿو. مسجد جي اندرين چئني ڪُنڊن ۽ ديوارن تي عربي ۽ پارسيءَ ۾ ڪافي عبرت انگيز شعر خط نسخ ۽ خط شڪسته ۾ لکيل نظر اچن ٿا، جي شايد زائرين جا لکيل معلوم ٿين ٿا. مسجد شريف جي محراب جي اندرين پاسي پوري وچ تي پارسيءَ ۾ هڪ شعر لکيل نظر آيو، جنهن جو لکندڙ "عثمان ولد احمد فقير ساڪن موسي ڪٽياڻ. تاريخ ششم ماه شوال ١٢٤١ ه" آهي. مسجد شريف اندر ڪافي ڪشادي آهي، جنهن ۾ هڪ ئي وقت اٽڪل پنجاهه کن ماڻهو نماز ادا ڪري سگهن ٿا. مسجد جي اندر ڪٿي به ڪو تاريخي ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي، جنهن مان تعمير جي سنه وغيره جو پتو پئجي سگهي. مگر جيئن ته هن مسجد شريف جي باري ۾ روايت آهي ته هن مسجد شريف ۾ "ميون ونهين" جو مدرسو هو ۽ خود مسجد سندس نالي سان منسوب آهي، تنهن صورت ۾ هيءَ مسجد شريف سنه ١٠٠١ ه کان اڳ ۾ تعمير ٿي هوندي، ڇاڪاڻ ته اهو سنه "ميون ونهين" جي وفات جو آهي.

## ٢- ميون ونهين جو مقبرو

"ميون ونهين" جي مدرسي واريءَ مسجد کان اٽڪل ويهارو کن قدم تي "ميون ونهين" درويش جي درگاهه آهي. هن وقت انهيءَ بزرگ جي نالي سان ئي هيءُ سڄو قبرستان سڏجڻ ۾ اچي ٿو. "ميون ونهين" پنهنجي زماني جو هڪ وڏو باڪمال بزرگ ۽ وقت جو مشائخ ٿي گذريو آهي ۽ وڏي ڪاليءَ ڪرامت جو صاحب هو. بزرگ ذات جو چالهو هو. هن وسيع قبرستان ۾ سڀ کان زياده هن بزرگ جي مزار عوام ۽ خاص جي زيارتگاهه آهي. سندس ڪيترائي معتقد ۽ مريد اچي حاضري ڏيندا آهن. هن بزرگ جو مفصل احوال ڪٿان به ڪونه ٿو ملي. باقي سندس ڪماليت ۽ بزرگيءَ جي باري ۾ ڪافي روايتون مشهور آهن. هن بزرگ جي باري ۾ "تحفة الڪرام" وارو صاحب لکي ٿو ته:

"وقت جو مشائخ، حال ۽ قال جو صاحب ۽ وڏو ولي ٿي گذريو آهي. هو حضرت رسالت مآب جي مجلس ۾ ويندڙ هو. سندس ڪرامتون بيان کان ٻاهر آهن. سندس وفات سنه ۱۰۰۱هه آهي. عربي تاريخ 'مات في عشق' ۽ ان جو فارسي ترجمو 'در عشق جان بسپرد' سان موافق. سانگره جي ڪناري تي توڙڪي جي ڳوٺ ۾ دفن آهي" (۱۴).

ميون ونهيه عربي ۽ فارسي سان گڏ ان وقت جي مروج سنڌي ٻوليءَ جو به وڏو عالم هو. سنڌيءَ ۾ شاعري به ڪندو هو. تازو سندس هڪ بيت محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ڪنهن جهوني ڪتاب جي ورق تان هٿ لڳو آهي. اهو بيت هن ريت آهي:

ڏکن سين (مر) گهار، نيباهو نه سڱڪڙا،
جهڙي تهڙي حال، لنگهي ويندا ڏينهڙا (۱۵)، (۱۶).

هن درويش جي مزار جي مٿان قُبو تعمير ڪيل آهي. هن قبي جي اڏاوت مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو ٻوئين دور غالباً ٽالپرن جي زماني جو ٺهيل آهي. قبي کي ٻاهران اڇي چُن جو ليپو ڏنل آهي. مزار، قبي جي وچ ۾ پَڪين سِرن جي فرش پٽ ڌل تَلهي تي آهي. هيءَ مزار فن تعمير جو هڪ نهايت ئي نادر نمونو آهي. قُبي ۾ اندر داخل ٿيڻ واري دروازي جي چوڪنڊي زرد پٿر جي آهي، جنهن تي ٻه هـدي ۽ نفيس نقش نگاري ٿيل آهي. ميون ونهين جي مزار سفيد پٿر جي آهي. نقاشي ۽ چٽساليءَ جو اهڙو ته ڪم ٿيل آهي، جو ائين پيو معلوم ٿئي ته ڄڻ ڪنهن هوشيار ڪاريگر سانچي ۾ وجهي پَلٽيو آهي. ساڳئي تَلهي تي هن بزرگ جي پرسان اڀرندي کان هڪ ٻي به مزار گڏ آهي، جا ڪنهن معتقد يا مجاور جي معلوم ٿئي ٿي. اها مزار بلڪل سادي آهي ۽ مٿس ڪو به ڪتبو وغيره لڳل نه آهي. ميون ونهين جي مزار واري تعويذ جي پيرانديءَ کان هي ڪتبو نقش ٿيل آهي. ڪتبي جي پهرئين حصي ۾ هن طرح عبارت آهي:

" تاريخ رحلت قطب زمان درويش وهيه عليه رحمة."

ڪتبي جي ٻئي حصي ۾ بزرگ جي تاريخ وفات جو سنه چاڻايل آهي:

" مات في عشق ۱۰۰۱هه در عشق جان بسپرده" (۱۷)، (۱۸).

ميون ونهين جي باري ۾ سنڌ ۾ پيون به ڪيتريون ئي روايتون ملن ٿيون، جن کي اسان حاشئي ۾ پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ بيان ڪريون ٿا (۱۹).

## ۳- بخاري سيدن جو گورستان

"ميون ونهين" واري مسجد شريف جي پرسان، الهندي طرف ۽ بزرگ جي قُبي جي ويجهو، بخاري سيدن جو گورستان آهي. هڪ ڊٺل چوڪنديءَ اندر بخاري سيدن جون مزارون پَڪين ڪاشيءَ جي سِرن تي ٺهيل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. وقت گذرندي چوڪنديءَ اندر سي

مزارون ڏهي ڍير ٿي ويون آهن. اڳئين زماني ۾ انهيءَ چوڪنڊيءَ جي چوڌاري عالم پناهه پڻ ڏٺل هئي، جا هن وقت ڏهي ويئي آهي. مزارن مان ڪنهن به مزار تي ڪو به تاريخي ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي.

## ۴- چبوتري واريون مزارون

"ميون ولهين" جي مقبري جي بلڪل سامهون هڪ چوديواريءَ اندر ڇهن لما چبوتري ۾ خوبصورت پيلي پٿر جون مزارون آهن. هن چبوتري ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏکڻ ۾ دروازو آهي. چبوتري جي ڇت وارو مٿيون حصو هن وقت زوردار برساتين پوڻ ڪري ڪري ڍهي قبرن جي مٿان ڍير ٿي پيو آهي. مزارن تي خوبصورت منبت ڪاريءَ جو ڪم ٿيل آهي. ڪنهن به مزار تي ڪو به تاريخي ڪتبو لڳل نظر ڪونه ٿو اچي.

## ۵- زنانو قبرستان

"ميون ولهين" واري مسجد شريف جي ڏکڻ ۾ ڏهن ٻارهن قدمن جي مفاصلي تي هڪ ٻڪين سرن جو چبوترو آهي. چبوتري جي تعمير جو نمونو ارغوني ۽ ترخاني دور جي مغل آرٽ جو نمونو آهي. مٿان چُن ۽ گچ جو ڪارو ٿيل آهي. هن چبوتري ۾ اندر وڃڻ لاءِ ڏکڻ ۾ صرف هڪ دروازو آهي. هن چبوتري ۾ زنانيون قبرون آهن ۽ تاريخي ڪتبن کان خالي آهن.

## ۶- مرزا مغل بيگ بن مرزا جان بيگ جي مزار

مرزا مغل بيگ، مرزا جان بيگ ارغون جو فرزند هو. مرزا مغل بيگ سنڌ جي سدا حيات شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جو سهرو هو. مرزا مغل بيگ اصل ۾ ڪوٽڙي مغل جو رهاڪو هو. شاهه عبداللطيف رحه هالا حويليءَ مان لڏي اچي ڪوٽڙي مغل ۾ رهيو، جتي مرزا مغل بيگ جي نياڻيءَ سان سندس مجازي لنؤ لڳي. ان ڪان پوءِ مغلن شاهه صاحب کي ڏاڍو ستايو. آخر شاهه صاحب لاچار ۽ مجبور ٿي "ڪوٽڙي مغل" مان لڏي، جدا ڳوٺ ٻڌي ويٺا، جنهن جا پڻ نشان اڄ تائين باقي آهن.

هڪ دفعي ڏل قوم جا ماڻهو، مغلن کي ڦاڙي هڻڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ ۾ آيا ۽ اچي مرزا مغل بيگ جي حويليءَ کي لٽڻ لڳا. سارو سال اسباب لٽي کڻي ويا. انهيءَ ويڙهه ۾ مرزا مغل بيگ مارجي ويو. شاهه صاحب، مرزا بيگ جي باري ۾ اڳ ئي چيو هو ته:

> بيگ تنهنجي بيگي، هولدي ڪوٽڙيءَ ۾ ڪانءَ،
> اٿم آس الله ۾، ڏلَ مارينديءَ مانءُ" (۲۰)



اسماعيل شاهہ بخاريءَ جو مقبرو.



ميان ٻـُـڍي درس جو مقبرو.



شير بيگ جي مزار جو ڪتبو.



سلطان مقيم جي نياڻيءَ جي مزار جو ڪتبو.



مرزا مغل بيگ جي مزار جو ڪتبو.



امير شاھ قاسم خان زمان جي مزار جو ڪتبو.



چبوتري واريون مزارون



زناني قبرستان جو دروازو. پس منظر ۾ بخاري سيدن جو گورستان
نظر اچي رهيو آهي.



ميون ونهين جي مزار جو تعويذ



بخاري سيدن جو گورستان



ميون ونهين واري جامع مسجد



ميون ونهين درويش جو مقبرو

هيءُ واقعو سن ١١٢٤ھ/١٧١٢ع ۾ ٿيو. توري ءَ جو قديم قبرستان، مرزا مغل بيگ جو خالدائي مقام هو. ڪيس ابوالقاسم خان زمان جي مزار جي پرسان سپرد خاڪ ڪيو ويو. مزار پيلي رنگ جي پٿر جي ڏاڍي سهڻي نقش و نگار سان ٺهيل آهي. مزار جي ٺٺهي پاسن ڪان آيت تبارڪ الذي ڏاڍي نفيس خط ۾ اڪريل آهي. مزار جي الهندي پاسي ڪان وچين چوڪڙيءَ تي نقاش ۽ ڪاتب جو نالو "ڪتبه حبيب الله تتہ" تحرير ٿيل آهي. مزار تي هيٺيون تاريخي ڪتبو اڪريل آهي:

"بتاريخ روز جمعه بيست و چهارم صفر
مرزا بيگ مرحوم ابن مرزا جان بيگ ارغون
وفات يافت سن ١١٢٤ھ."

مرزا مغل بيگ جي وفات تي شاه صاحب هي لفظ چيا هئا: "يڪ مغل به بوده"، جن مان تاريخ وفات نڪري ٿي. "بود خبيث" مان به تاريخ وفات ١١٢٤ھ نڪري ٿي (٢١).

## ٧ـ اميرشاه قاسم خان زمان جي مزار

مٿين ولهين جي مقبري کان اتڪل هڪ سؤ قدمن جي مفاصلي تي امير شاه قاسم خان زمان جي مزار آهي. هيءَ مزار پيلي پٿر جي، هڪ ٺري جي ٿلهي تي ٻين مزارن سان گڏ آهي. اهو هڪ سرائون ٿلهو اٽڪل ٽي چار فوٽ اوچو آهي. هن ٿلهي تي ڇٽملي چار قبرون آهن. ٻه قبرون اتر ۾ ۽ ٻه قبرون پيرالدي کان آهن. شاه قاسم خان زمان جي مزار مٿن ڪان اوپر ۾ آهي. هيءَ مزار فن تعمير جو نهايت ئي نادر نمونو آهي. خوبصورت زرد پٿر جي تعويذ تي نهايت ئي حيرت ۾ وجهندڙ نقش نگار، آيت الڪرسي ۽ چوڏاري عبرت انگيز شعر ڏنل آهن. خان زمان جي مزار جي لوڙهه جي مٿن کان ڪلمو پاڪ لکيل آهي ۽ پيراندي ءَ کان تاريخي ڪتبو لڳل آهي. ڪتبو هن ريت آهي:

"بتاريخ چاردهم روز دوشنبه وقت عصر شهر رمضان ١٠١٩ھ
مزار نوزده امير شاه قاسم خان
ارغون بيگلار که حاتم زمان و شجاع
دوران بود، از دار فاني بدار باقي رحلت نمود،
العبد محمود اسود الاهي در جوار رحمت."

ساڳئي ٿلهي تي پيرانديءَ کان هڪ ننڍي زرد پٿر جي مزار ڪنهن ٻار جي آهي. جاء وقوع جي ڏسڻ مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته انهن قبرن جي ٿلهي جي چوگرد احاطي جي ديوار ٺهيل هئي، جا پوءِ ڊهي ويئي آهي. اڄ به ننڍيل ٻڪڙيل سرن جا ٽڪر ٽوٽا ان جي اردگرد ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

سنڌ ۾ شاهه قاسم خان زمان وڏي بلند مرتبي جي ترخاني اميرن مان ٿي گذريو آهي.
سنڌ جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته مغلن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ يعني ترخاني دور جي زوال واري زماني ۾ سنڌ تي صحيح معنيٰ ۾ ٻن خاندانن جي حڪومت جو تسلط قائم هو. لهريور واري پرڳڻي تي امير شاهه قاسم ۽ سنڌس پٽ پوتا قابض رهيا، ۽ ٻئي واري حصي تي وري امير خسرو چرڪس جو گهراڻو اقتدار ۾ رهيو. شاهه قاسم خان زمان سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ عمرڪوٽ جي والي ورسه جي پاڻتيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان ابوالقاسم سنه ٩٤٧هه-١٥٤٠ع ۾ عمرڪوٽ ۾ ڄائو (٣٢).

اميرشاهه قاسم خان زمان، پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ پنهنجي والده سان گڏ "پٽني گوٺ" ۾ رهڻ لڳو. مرزا شاهه حسن ارغون سنڌ جي حاڪم، خان زمان کي مدد معاش لاءِ "ڪاڇي جو ڳوٺ" جاگير ۾ ڏنو هو(٣٣). شاهه حسن ارغون سنه ٩٦٢هه ۾ لاولد فوت ٿي ويو ۽ مرزا عيسيٰ ترخان سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو. انهيءَ دور ۾ خان زمان عزت ڀري زندگي گذارڻ لڳو. مرزا عيسيٰ ترخان جي وفات کان پوءِ سندس ٻن پٽن مرزا محمد باقي ۽ مرزا جان بابا جي وچ ۾ تخت لاءِ ويڙهه هلي، جنهن ۾ خان زمان، مرزا جان بابا جو طرف ورتو. پاڻ نهايت ئي بهادريءَ ۽ دليريءَ سان وڙهندو رهيو. بيگلارنامي جي مطالعي مان ظاهر ٿئي ٿو ته خان زمان فن سپاهه گيريءَ مان واقف هو ۽ ان سان گڏ شاعريءَ ۾ به ملڪو رکندڙ هو

هن هڪ دفعي مرزا محمد باقيءَ تي شبخون هنيو، ليڪن مرزا باقي پنهنجي جان بچائي پڇي ويو(٣٤). آخر ۾ ليث مرزا جان بابا خود سنڌ جي تخت جي ڀچر ڦيٽي ڪئي. مرزا محمد باقي، خان زمان کي عزت ۽ احترام سان پنهنجن خاص اميرن ۾ داخل ڪيو(٣٥). مرزا محمد باقي، خان زمان کي لهريور جو علائقو جاگير ۾ ڏنو. هن آتي جو انتظام اهڙو ته بهتر رکيو، جو رياست جو شان پيدا ٿي ويو هو(٣٦)، (٣٧)، (٣٨).

مرزا محمد باقي جي خودڪشي ڪرڻ کان پوءِ سندس پٽ مرزا جاني بيگ سنڌ جي تخت جو مالڪ بڻيو. شاهه قاسم خان زمان سندس بابهن پيلي هو. مرزا جاني بيگ جي دور ۾ اڪبر بادشاهه جي سپهه سالار عبدالرحيم خان خانان سنڌ تي حملو ڪيو. خان زمان سنڌ جي سلامتيءَ لاءِ مرزا جاني بيگ سان گڏجي مغل حملي آورن جو جوانمردي ۽ بهادريءَ سان مقابلو ڪيو ۽ خان زمان هڪ مضبوط فوج وٺي لهريور جي قلعي ۾ مغل فوج سان مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويٺو. عبدالرحيم خان خانان جي ڏاڍي خواهش هئي ته خان زمان ڪنهن به طرح سان اچي ساڻس ملاقات ڪري، ليڪن خان زمان جي غيرت اهو گوارا نه ٿي ڪيو. آخر مرزا جاني بيگ جي پيش پوڻ کان پوءِ خان زمان مجبور ٿي "راهوت" وٽ اچي خان خانان سان ملاقات ڪئي(٣٩). خان زمان جي بهادري ۽ مردانگيءَ جون ڳالهيون ٻڌي، اڪبر بادشاهه پڻ سندس ڏاڍو قدردان ٿيو(٣٠). خان زمان جو اولاد سنه ١٠١٧هه تائين لهريور جي علائقي تي قابض رهيو(٣١).

خان زمان ۾ شاديون ڪيون هيون، جنهن مان گڏ هڪ شادي سنڌ جي راجپوتن مان به ڪيائين. انهيءَ سنڌي گهرواريءَ مان سندس وڏو پٽ مير ابوالقاسم سلطان ڄائو. شاهه قاسم خان زمان کي ڪل آٺ پٽ ٿيا: مير ابوالقاسم سلطان، مرزا قاسم، مير مقيم سلطان، مير فتحي بيگ، مرزا باران بيگ، مير سليم شاهه، امير مراد بيگ ۽ مير جندائي بيگ (۳۲). خان زمان ۱۴- رمضان ۱۰۱۹ هه تي سومر ڏينهن عصر جي وقت هن فاني جهان مان رحلت ڪئي. انتقال وقت سندس عمر ۷۲ سال هئي (۳۳). ادراڪي بيگلار، شاهه قاسم خان زمان جي زندگيءَ جي حالات ۽ بهادريءَ جي ڪارنامن جو ذڪر پنهنجي فارسي ڪتاب "بيگلارنامه" ۾ تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

## ۸- مير ابوالقاسم سلطان جي مزار

مير ابوالقاسم سلطان جي مزار پنهنجي والد مير شاهه قاسم خان زمان جي پهلوءَ ۾ ساڳئي پڪ سيرائين ٿلهي تي پيلي پٿر جي آهي. مزار جي تعويذ تي نهايت ئي خوشنما نقش نگار ۽ قرآني آيتون اڪريل آهن. مزار جي پيرانديءَ کان هي ڪتبو لڳل آهي:

"تاريخ وفات مير ابوالقاسم سلطان
ولد شاهه قاسم خان بيگلار ۱۰۲۹ هه."

مير ابوالقاسم سلطان، خان زمان جو وڏو پٽ هو. مير صاحب سنه ۹۹۹ هه ۾ ڄائو. ننڍي هوندي ئي کيس اعليٰ تعليم ۽ تربيت ڏني ويئي. فن سپاهه گيريءَ ۾ به يڪتاءِ روزگار هو (۳۴). بهادري ۽ جوانمرديءَ ۾ پنهنجي زماني جو مڃيل پاڻ هو. فن سپاهه گريءَ سان گڏ پاڻ اعليٰ درجي جو شاعر پڻ هو. "بيگلار" سندس تخلص هو (۳۵).

مرزا جاني بيگ جي وفات کان پوءِ (۱۰۰۸ هه) سنڌ جي حڪومت جو ورثو مرزا غازي بيگ کي حاصل ٿيو. مرزا غازي بيگ، مرزا جاني بيگ جو پٽ هو. مرزا غازي بيگ ۽ سندس جهونن اميرن جي وچ ۾ آويزش پيدا ٿي پئي. ابوالقاسم سلطان پڻ انهن پراڻن اميرن مان هڪ هو. سنه ۱۰۱۱-۱۲ هه ڌاري سندس ۽ مرزا غازي بيگ جي درميان اختلاف وڌي ويا، جن آخر ۾ جنگ جي صورت اختيار ڪئي. ڪجهه عرصي کان پوءِ ٺٽ لصرپور جي ويجهو "شاهه ڳڙهه" جي قلعي ۾ سندس والد خان زمان جي وچ ۾ پوڻ ڪري مرزا غازي بيگ ۽ مير ابوالقاسم سلطان جي وچ ۾ قرآن پاڪ تي فيصلو ٿيو. ليڪن باوجود انهيءَ صلح نامي جي، مرزا غازي بيگ جي دل مان ڪدورت نه ويئي. انهيءَ دلي ڪدورت ۽ نفرت جو آخرين نتيجو اهو نڪتو جو مرزا غازي بيگ، مير ابوالقاسم کي ڪنهن بهاني سان انڌو ڪرائي، ٺٽي ۾ نظربند رکيو. سندس پيڻ شاهه بيگم، جيڪا مرزا غازي بيگ جي مانيجي ماءُ هئي، سا روزانو رات جو پاڻ ڏانهن کيرٿي موڪليندي هئي. هڪ رات ٿالهيءَ ۾ کيرٿيءَ جي بجاءِ ڏانهنس رَسي موڪليائين، جنهن جي وسيلي بند مان نڪري باهر اُٽ تي چڙهي ونڃي پڳو، پر بدقسمتيءَ سان پڪڙجي پيو (۳۶).

ان بعد اهو معلوم ني ٿو سگهيو آهي ته سندس وفات ڪيئن ٿي؟ البت وفات کان پوء کيس لوڙڪيء جي خالدالي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

مير ابوالقاسم سلطان ٽي شاديون ڪيون. پهرين ميان يارمحمد ترخان جي ڌيءَ سان سندس عقد ٿيل هو، جنهن مان فتح خان ڄائو. ٻي راڻي مينگهراج جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين، جنهن مان عزيز بيگ ۽ شاهه بيگ نالي پٽ ڄاوا. ٽين سميجن مان شادي ڪيائين، جنهن مان سلطان بيگ، بهادر بيگ، خوشحال بيگ ۽ احمد بيگ نالي پٽ ڄاوا (۳۷). بيگلارنامي واري صاحب، مير ابوالقاسم سلطان جي وفات جو سن ۱۰۲۳ هه ڄاڻايو آهي ۽ اهو ساڳيو سن "مقالات الشعراء" ۾ پڻ درج ڪيو ويو آهي. ليڪن مير صاحب سن ۱۰۳۹ هه ۾ انتقال ڪيو ۽ وفات وقت سندس عمر ستر ورهيه هئي (۳۸).

## ۹- شير بيگ بن علي شير ارغون جي قبر

شاهه قاسم خان زمان ۽ مير ابوالقاسم سلطان وارين مزارن جي ساڳئي پڪ سيرائين ٿلهي تي ڏکڻ طرف کان پيرالديء ۾ ٻه مزارون آهن، جي پڻ ساڳئي زرد پٿر جون ٺهيل آهن. انهن مزارن جي تعويذ تي پڻ قرآني آيتون ۽ شعر ڏنل آهن. شاهه قاسم خان زمان جي پيرالديء واري مزار شير بيگ بن علي شير ارغون جي آهي. مرزا شير بيگ، شاهه قاسم خان زمان جو ايائو هو. سندس شهادت جو واقعو ۱۰۳۰ هه ۾ ٿيو. سندس مزار جي لوڙهه جي پيرالديء کان هيءُ تاريخي ڪتبو لڳل آهي:

"تاريخ رحلت نمود مير شير بيگ مرحوم بن
مير علي شير ارغون روز دو شنبه وقت
در پاس يازدهم شهر رمضان المبارڪ
سن ۱۰۳۰ هه در جنگ بمرتبه شهادت رسيد."

## ۱۰- لاهوري سيد جي مزار

امير شاهه قاسم خان زمان جي مزار جي ٿلهي جي ڏکڻ اوڀر ۾ چند قدمن تي لاهوري سيد جي مزار آهي. گهڻي ڪوشش جي باوجود سيد صاحب جو نالو پڙهڻ ۾ نٿو اچي. مزار پيلي پٿر جي آهي، جنهن جي پيرالديء کان ڪتبو لڳل آهي. ڪتبي جي چوگرد فارسي شعر اڪريل آهن. مزار جو تاريخي ڪتبو هن ريت آهي:

"تاريخ رحلت ڪرد از دارالفنا
بدارالبقا سيد نا..................
بلده لاهور روز دو شنبه وقت چاشت
۲۲ رجب المرجب سن ۱۱۰۲ هه."

# ١١- مرڪ مينار

برصغير هند و پاڪ جي مسلمان حاڪمن ۽ سلطانن، خصوصاً مغلن ۽ سندن اميرن جو رجحان ۽ ميلان فن عمارت سازيءَ ڏانهن گهڻو هو. هو عاليشان حويليون، محلاتون ۽ مقبرا ٺهرائيندا هئا. سنڌ الهيءَ دؤر ۾ برصغير هند و پاڪ جو هڪ اهڙو ملڪ هو، جتي اڪثر ڪري ايراني ماهر ۽ ڪاريگر ايندا رهندا هئا، جن هن ملڪ ۾ عمارت سازيءَ جي فن جا جوهر ڏيکاريا. سنڌ جي قديم تاريخي شهرن ۾ ايراني ۽ گجراتي ماهرن جا تعمير ڪيل مقبرا، قبا ۽ رانئڪون اڄ به يادگار آهن. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هرڪنهن امير، جاگيردار ۽ سرنديءَ واري پنهنجي وس ۽ پهچ آهر تعميرات جو ڪم ڪرايو آهي. هنن پنهنجن محبوبن، پيارن، عزيزن ۽ دوستن جي مٽان چبوترا، قبا ۽ رانئڪون ٺهرايون آهن.

انسان ته انسان، مگر جانورن، گهوڙن، ڪتن ۽ هرڻن تي به پنهنجي پيار ۽ محبت جي اظهار لاءِ مقبرا تعمير ڪرايا آهن. تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي مثال ملن ٿا. آگري ۾ هندستان جي هاڪاري مغل بادشاهه اڪبر پنهنجي وفادار ڪتي تي هڪ عاليشان مقبرو ٺهرايو هو، جو بادشاهه جي پاران دربار خان تعمير ڪرايو هو ۽ آخر ۾ خان جي وفات کان پوءِ دربار خان خود ان مقبري ۾ دفن ٿيو. ساڳيءَ طرح آگري جي قلعي جي ڏکڻ ۾ سڪندره واري رستي تي هڪ گهوڙي تي عاليشان مقبرو تعمير ڪرايل آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ به اهڙا ڪيترائي مثال ملن ٿا. تورڪيءَ جي هن تاريخي قبرستان ۾ امير شاهه قاسم خان زمان، پنهنجي والد شاهه قاسم بيگلار جي مزار جي ڏکڻ ۾ پنهنجي پياري گهوڙي تي "مرڪ مينار" نالي هڪ منارو تعمير ڪرايو هو.

تاريخ ۾ اچي ٿو ته خان زمان جي سواريءَ لاءِ هڪ خاص گهوڙو هوندو هو، جنهن کي "مرڪ" ڪري چوندا هئا. اهو گهوڙو ڪيترين ئي خوبين ۽ خاصيتن جي ڪري سنڌ ۾ مشهور هو. الهيءَ گهوڙي تي خان زمان سوار ٿي ڪيترائي جنگي معرڪا سر ڪيا هئا. بيگلارنامي وارو صاحب لکي ٿو ته جڏهن خان زمان ۽ مرزا محمد باقي جي وچ ۾ صلح ٿيو، تڏهن خان زمان اهو گهوڙو سندس حوالي ڪيو، ۽ مرزا باقي سندس ڏلل تحفو پسند ڪندي وري سندس حوالي ڪيو. انڙ قوم جي زور پرڻ تي خان زمان ساهتي پرڳڻي جي سهتا قوم جي بستين ۽ ڏيپارجا ڪوٽ تي حملو ڪيو(٣٩). ڪوٽ ۽ ان جي آسپاس وارين بستين ۾ قرلت ڪرڻ کان پوءِ جڏهن خان زمان واپس نصرپور موٽي رهيو هو، ته رستي ۾ سندس نامور گهوڙي "مرڪ" کي نانگ ڏنگيو، جنهنڪري اهو مري ويو.

"مرڪ" سان خان زمان جي ڏاڍي محبت هئي. اهو گهوڙو به ڏاڍو جرئت ڀريو ۽ جفاڪش هو. خان زمان ان گهوڙي کي ڪٺائي تورڪيءَ جي قبرستان ۾ اچي دفن ڪرايو ۽

ان جي مٿان هڪ عاليشان منارو تعمير ڪرايو، جنهن کي "مرڪ مينار ڪري چوندا آهن(٤٠).
هن وقت هيءُ منارو ڊهي زمين دوز ٿي ويو آهي. قديم آثارن واري کاتي جي ڪوتائيءَ
هيڪاري هن مناري کي نابود ڪري ڇڏيو آهي. افسوس! جو هي سنڌ جي ماضيءَ جو يادگار مينار
بي توجهيءَ ۽ لا غرضيءَ جو شڪار ٿي، هميشه لاءِ تباهه ۽ برباد ٿي سڃجي ويو.

## ١٢- شاهه قاسم بيگلار جي مزار

مرڪ مينار جي آتر ۾ انڪل ڏهاڪو قدمن تي شاهه قاسم بيگلار جي مزار آهي.
هن بزرگ جو تعلق صحيح النسب سادات جي وڏي عزت پرڻي خاندان سان هو. سندس خالدالي
نسب جو سلسلو هن طرح آهي: امير شاهه قاسم بيگلار بن ابو بيگ بن چوچڪ بيگ (فريدلار جو
پاڻيو) سمرقند شهر جو وينل هو ۽ بيگلار قبيلي سان هو. اهو بيگلار حضرت علي ڪرم الله وجه
جي اولاد مان هو. بيگلار جو ڏاڏو سيد علاؤالدين علي خواجه بن سيد نظام الدين ملڪ بن سيد
بهاؤالدين بن سيد علي بن سيد احمد بن سيد عبدالله بن سيد جعفر بن سيد عبدالله بن سيد نظام الدين
بن علي (هي ترمذ شهر سان لڏي اچي سمرقند ۾ رهيو هو) بن سيد ابوالقاسم بن سيد زين العابدين
بن سيد شمس الدين محمد بن شرف الدين حسين بن سيد عبدالله الاعرج بن سيد حسين الاصفر زمالي
جي القلابن سبب عربستان کي ڇڏي اچي ترڪستان ۾ رهيو، جتي ترڪن سان پڻ شاديون
ڪيائين. ان ڪري امير شاهه قاسم بيگلار جو مائٽانو لاڳاپو ارغونن سان ٿي پيو (٤١).
شاهه قاسم بيگلار، سنڌ جي حاڪم شاهه حسن ارغون جي زماني ۾ سنه ٩٢٨هه ڌاري سمرقند
کان سنڌ ۾ آيو. هن جو جيئن ته سنڌ جي ارغون خانوادي سان تعلق سمرقند ۾ ٿي هو،
ان ڪري سنڌ ۾ اچڻ شرط مرزا شاهه حسن ارغون کيس وڏي عزت ۽ احترام جي لڳاهه
سان ڏٺو ۽ کيس پنهنجن خاص اميرن ۾ شامل ڪيو. شاهه حسن ارغون "جهيجو" پرڳڻو کيس
مدد لاءِ جاگير طور ڏنو. شاهه قاسم بيگلار، عمرڪوٽ جي راڻي ڌهرسين جي ڀائيجيءَ سان
شادي ڪئي (٤٢).

تاريخي لحاظ کان اهو زمانو همايون بادشاهه ۽ شيرشاهه سوريءَ جي تخت ۽ تاج
خاطر ويڙهه وارو هو، جنهن ۾ همايون شڪست کائي، سنڌ ۾ پهر پنهنجي تخت کي حاصل
ڪرڻ لاءِ بخت آزمائي ڪرڻ لڳو. سنه ٩٥٠هه ۾ "جون" پرڳڻي جي آسپاس شاهه حسن ارغون
۽ همايون جي فوجن جي درميان ويڙهه لڳي، جنهن ۾ شاهه قاسم بيگلار قتل ٿي ويو(٤٣).
شاهه قاسم بيگلار جي لاش کي نصرپور جي پرسان "سانگري واهه" جي ڪناري تي تورڪيءَ
جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

تورڪيءَ جي قبرستان ۾ اڄ به شاهه قاسم بيگلار جي قبر سالم حالت ۾ موجود آهي.
مزار زرد پٿر جي ٺهيل آهي. مزار جو تعويذ مخروطي نمولي جو ٺهيل آهي. تعويذ تي نهايت ٺي

نفيس ۽ خوشنما ٽڪ جو ڪم ٿيل آهي. مزار جي پنهي پاسن کان قرآني آيتون اُڪريل آهن.
تعويذ جي پاسيءَ تي هيٺيون تاريخي ڪتبو اُڪريل آهي:

"تاريخ مغفرت پناهي جلال آل
طه و يٰس امير ڪبير سيد قاسم
بيگلار ابن امير مرحومي
ابوڪ بيگ در شهر ربيع الاول
سن نهصد و پنجاه و چهارم
از دارالفنا بدارالبقا رحلت نمود."

مٿين ڪتبي مان سندس وفات جو سال ٩٥٤هه نڪري ٿو. همايون ٢٨- رمضان المبارڪ سنه ٩٤٧هه ۾ سنڌ ۾ پهتو هو ۽ ٧- ربيع الاول سنه ٩٥٠هه "جوڻ" پرڳڻي مان نڪري قنڌار ويو. انهيءَ لحاظ کان شاهه قاسم بيگلار جي شهادت جو واقعو همايون جي سنڌ ۾ هجڻ وقت ٿيو. شاهه قاسم بيگلار جي مزار واري ٿلهي تي ست-آٺ ننڍڙيون پيلي پٿر جون قبرون آهن، جهڪي پارن جون معلوم ٿين ٿيون.

## ١٣- سلطان مقيم بيگلار جي نياڻيءَ جي مزار

سلطان مقيم بيگلار، امير شاهه قاسم خان زمان جو ٻيو نمبر پٽ هو. سلطان مقيم فصيح بيان، خوش طبع، نرم مزاج، بردبار ۽ اعليٰ شخصيت، صحبتي، مددگار ۽ عزيز رکندڙ هو. ربيع الاول ٩٨٧هه ۾ ڄائو ۽ سنه ١٠٢٣هه تائين زنده رهيو. مير صاحب، سلطان قلي بيگلار جي نياڻيءَ مان هو. علاؤالدين الڳ، راڻي مينگهراج ۽ قلعي ڪوٽڙي جي حاڪم پرڳوپراج جون نياڻيون سندس نڪاح ۾ هيون. مير صاحب کي جملي ڇهه پٽ ڄاوا. سلطان مقيم جي هڪ نياڻيءَ جي قبر تورڪيءَ جي قبرستان ۾ "مرگ مينار" جي برباد ٿيل ڪنڊرن جي اولهه ۾ واقع آهي. هيءَ مزار پڻ خاندان جي ٻين مزارن وانگر پيلي پٿر جي ٺهيل آهي. قبر جي لوڙهه جي پرالديءَ کان هيءُ ڪتبو اُڪريل آهي:

"تاريخ رحلت عفت و عصمت پناهه
بيگ بنت سلطان مقيم
ارغون بيگلار روز يڪشنبه
١٠١٧هه از شانزده سال بود ڪ
رخت حيات برڪلان قضا
و قدر سپرده در شهر ذوالحج."

## ١٤- ٻه تحقيق طلب قبرون

سلطان مقيم جي لياڻيءَ جي مزار ۽ مرگ مينار جي وچ تي ٻه مزارون آهن، جن مان هڪ مرگ مينار جي اولهه ۾ آهي، جنهن تي ابن قاسم سلطان جو نالو تحرير ڪيل آهي. مزار تي سهڻو ۽ دلڪش نقش نگار اُڪيل آهي. ابن قاسم سلطان (؟) جي حياتيءَ جو ڪوبه مفصل احوال دستياب ٿي نه سگهيو آهي ۽ ساڳئي وقت مزار تي جيڪو ڪتبو لڳل آهي، ان جي عبارت وقت گذرندي مٽجندي رهي آهي، جنهنڪري پوريءَ طرح سان پڙهڻ ۾ نٿي اچي.

انهيءَ مزار جي سامهون هڪ ٻي نيلي رنگ جي پٿر جي قبر آهي، جنهن تي پڻ تاريخي ڪتبو لڳل آهي. ڪتبي مان صرف امير قاسم سلطان جو نالو پڙهڻ ۾ اچي ٿو، باقي عبارت جو خال اهو ساڳيو ئي مٿي بيان ڪيل ابن قاسم سلطان جي مزار واري ڪتبي جهڙو آهي. بهرحال انهن ٻنهي جي باري ۾ تحقيق ۽ جستجو جاري آهي ۽ احوال ملڻ کان پوءِ ئي ڪا صحيح راهه ڏئي سگهبي.

## ١٥- اسماعيل شاهه بخاريءَ جي درگاهه

ٽوڪريءَ جي قبرستان ۾ ميون ولهين جي مقبري کان ٿورو پرڀرو اولهه ۾ هڪ سفيد قبو آهي، جنهن ۾ سيد اسماعيل شاهه بخاريءَ جي مزار آهي. مزار تي ڪوبه تاريخي ڪتبو لڳل ڪونه آهي. قبي جي دروازي تي نهايت ئي نفيس ۽ عمدي ڪٽائيءَ جو ڪم ٿيل آهي. سيد اسماعيل شاهه پنهنجي دور جو هڪ وڏو جيد عالم، متقي بزرگ ۽ روحانيت جو صاحب هو. چون ٿا ته سيد سڳورو اصل ۾ سنڌ جي جهوني شهر مٽيارين جو رهاڪو هو. ميين ولهين سان سندس محبت جو رشتو هو. فقير صاحب جي صحبت ۽ محبت کيس هتي آندو. ميين ولهين جي وفات کان پوءِ جلد ئي هن بزرگ هيءُ جهان ڇڏيو. هر سال سندس مزار تي ميلو لڳندو آهي ۽ هزارين عقيدتمند اچي ميڙو ڪن ٿا.

## ١٦- ميان پيڙي درس جي درگاهه

ميون ولهين ۽ شاهه اسماعيل بخاريءَ جي قبن جي وچ ۾ هڪ ٻه-سرائون چبوترو ٺهيل آهي، جنهن ۾ پيڙي درس جو آخرين آرامگاهه آهي. پاڻ پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ سير سلوڪ جو صاحب هو. هيءُ بزرگ سيد اسماعيل شاهه بخاري ۽ ميين ولهين جو معاصر هو. پاڻ ۾ ڏاڍيون رهاڻيون ڪندا هئا ۽ حال و قال واڻيندا هئا. وقت جي حاڪمن جي ساڻس ڏاڍي عقيدت هوندي هئي. هن درويش جي چبوتري جي اڏاوت ۾ لنڊيون سنهيون سرون ڪتب آندل آهن، جن مٿان ڪچ جي گاري جو ڪم ٿيل آهي. چون ٿا ته سهتا قوم جا ماڻهو اڄ به سندس مزار تي گهڻو ايندا آهن.

# حوالا ۽ واڌارا

(۱) سانگري واهه جي ڪناري تي شاهه قاسم خان زمان بيگلار "شاهه ڳڙهه" نالي هڪ قلعو تعمير ڪرايو هو، جو شيخ موسيٰ آهنداڻي جي مقام جي اتر ۾ سيد محمد حسن شاهه (عرف پورل شاهه) جي ڳوٺ کان پنجن - ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اوير پاسي کان "سانگري" جا نشان اڃا به قائم آهن.

(۲) ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پنهنجي دور ۾ نصرپور کان چار ميل الهندي طرف "سانگري" جي ڪناري تي "شاهپور" نالي هڪ نئون شهر ٻڌايو هو. ۲۵-محرم الحرام ۱۱۷۳هه- ۲۰-سيپٽمبر، ۱۷۵۹ع تي پاڻ انهيءَ شهر ۾ اچي رهيو. درياهه جي رخ بدلائڻ ۽ تيز هوائن سبب اهو شهر جلد ئي ڦٽي ويو. اهو شهر "الهڏني سالد" جي پرسان هو، جنهن کي "شاهپور درپور" چوندا آهن. ميان غلام شاهه ساڳئي نالي سان هڪ ٻيو شهر به ٻڌايو هو، جو پڻ ڦٽي ويو.

(۳) روزنامه "هلال پاڪستان" ڪراچي، مورخه ۱۸-۱۲-۱۹۷۹ع.

(۴) قريشي حامد علي خانائي: "ڪوٽڙي مغل - لطيف جي مجازي بستي"، قلمي مقالو.

(۵) سيد حسام الدين راشدي: "مثنوي چنيسرنامه"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، مقدمو ص ۳۰.

(۶) بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش: "تاريخ طاهري"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ص ۳۵۳.

(۷) بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش: "بيگلارنامه"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ۱۹۸۰، ص ۲۳۴-۳۴.

(۸) "قانع"، مير علي شير: "تحفة الڪرام" (فارسي)، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ص ۹۹-۱۸۶.
"قانع"، مير علي شير! "تحفة الڪرام، (سنڌي)، ص ۲۲۱، ۳۴۳، ۳۹۳.

(۹) ميمڻ، خانبهادر محمد صديق: "بيگلارنامو" (سنڌي)، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، ۱۹۴۰ع، ص ۴۶، ۴۷، ۸۶.

(۱۰) "قانع"، مير علي شير: "مقالات الشعراء"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ص ۲۴۹.

(۱۱) "مثنوي چنيسرنامه"، ص ۳۰.

(۱۲) محترم يارمحمد درس ويٺل ڳوٺ ميون والهيون جي زباني معلوم ٿيو ته اتان لڌل شين مان جنڊ ۽ ڪجهه سڪا ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب سنڌالاجيءَ لاءِ ڪڍائي ويو آهي.

(۱۳) مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد، ۱۹۵۹ع، ص ۴۷۷.

(۱۴) "تحفة الڪرام" (سنڌي)، ص ۳۹۳.

(۱۵) بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش: "سنڌي شاعريءَ ۾ نئون اضافو" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي" حيدرآباد، ماهه آگسٽ- سيپٽمبر ۱۹۸۱ع، ص ۲۷.

(١٦) ميون ونهين جي ڪن هم‌عصرن ۽ معتقد بزرگن جو احوال "تحفة الڪرام" (ص ٣٩٣-٣٩٤) ۾ ملي ٿو، جن جو احوال هتي ڏجي ٿو:

(الف) **درويش لَڏو:** هيءُ بزرگ پنهنجي زماني جي وڏن درويشن ۽ عالمن مان هڪ گذريو آهي. ميون ونهين جي مسندِ فيض تان روحاني فيض حاصل ڪيو هئائين. مٿس درويش جو ڏاڍو توجهه هو ۽ پاڻ وڏي ڪشف ۽ حضور جو صاحب هو.

(ب) **مولانا عباس:** شيخ ونهين جي خاص خادمن ۽ شاگردن مان هو. روحاني فيض پڻ شيخ ونهين کان حاصل ڪيو هئائين. پاڻ وڏي حال ۽ قال جو صاحب ٿي گذريو آهي.

(ج) **شيخ صدو نوهڙيو:** پنهنجي وقت جو وڏو عارف ۽ زماني جي وڏن بزرگن مان ٿي گذريو آهي.

(١٧) "تحفة الڪرام" جي سنڌي ترجمي (ص ٣٩٣) ۾ ميون ونهين جو سن وفات ١١٠٠ هه لکيو ويو آهي، جو بلڪل غلط آهي. هن بزرگ جي مزار جي لوڙهه تي پيرانديءَ کان لڳل ڪتبي تي لکيل سن ١٠٠١هه درست چئي سگهبو.

(١٨) امير شاهه قاسم خان زمان جي درويشن ۽ الله وارن بزرگن سان عقيدت هوندي هئي. ان زماني جي وڏي درويش ميون ونهين سان پڻ سندس ڏاڍي عقيدتمندي هئي. انهيءَ بزرگ جي ٽالي سان ئي هن وقت اهو بيگلارن جو قبرستان سڏجي ٿو.

## (١٩) ميون ونهين درويش جي باري ۾ مختلف روايتون:

(الف) هيءَ روايت اسان کي ميان عبدالرحمان منگيي صاحب کان سڪرنڊ شهر مان بروز آچر تاريخ ٢٣- مارچ ١٩٨٠ع -- جمادي الاول، ١٤٠٠هه تي ملي. هن روايت موجب سڪرنڊ تعلقي جي "چڻن شاهه ڳوٺ" جي پرسان "دوست علي مري بلوچ جو ڳوٺ" آهي. ان ڳوٺ جي اتر ۾ ميون محمد عثمان منگيي فقير عرف "ونهيو شير" جي درگاهه آهي. ميون عثمان فقير اصل ۾ آچ شريف جو وڏو درويش ۽ حال و قال جو صاحب هو. زماني جي انقلابن سبب آچ مان هجرت ڪري، پنهنجين ڇهن ڏيئرن ۽ هڪ حجام سان گڏجي اچي انهيءَ ڳوٺ ۾ رهيو. ان زماني ۾ ان ڳوٺ جو جاگيردار "بگو خان انڙ" هو. فقير صاحب ۽ سندس ڪچي عيال جي باري ۾ پڻ جاگيردار جي نيت خراب ٿي پئي ۽ دل ۾ دغا ڌاري، پنهنجي فوج جا ماڻهو وٺي اچي فقير صاحب جي مٿان ڪڙڪيو.

باگهي خان انڙ جو ڳوٺ ان زماني ۾ موجوده "راهب شاهه جي ڳوٺ" جي نزديڪ هو. حسن علي خان انڙ وارا مذڪوره باگهي خان جي پشت مان آهن. فقير صاحب حملو ڪري ايندڙن جي خلاف درگاهه الاهيءَ ۾ دعا گهري ته هو گهوڙن سميت يڪدم زمين ۾ اندر دبجڻ لڳا. آخر فقير صاحب کي گهڻيئي آزيون نيزاريون ڪيائون. ليڪن فقير صاحب کين سنگ ڏيڻ جي شرط تي کين آزاد ٿيڻ لاءِ دعا گهري ويٺي ته هنن جا بند خلاص ٿيا. ليڪن آزاد

تنهن کان پوءِ جاگيردار پنهنجي شرط تان ڦري ويو. عثمان فقير پنهنجي ڏاله تي چڙهي، الڻ جاگيردار ڏانهن روانو ٿيو ۽ کيس پنهنجي شرط جي پورائي ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. ان تي جاگيردار ناراض ٿي فقير جي ڏاله کي ڪٺي شينهن سان گڏ پڃري ۾ بند ڪرايو ۽ کيس ڪُٺيءَ ۾ زهر ملائي ڪائڻ لاءِ ڏنو ويو. جڏهن صبح ٿيو ته ڏٺائون ته فقير زنده ويٺو آهي ۽ ڏاله شينهن کي ڪائي ڇڏيو آهي. فقير جي اها ڪرامت ڏسي کيس سنگت ڏنائون، جنهن مان کيس اولاد ٿيو. "چتن شاهه" ڳوٺ وارا منگيا فقير سندس پيڙهيءَ مان آهن. فقير صاحب اڪثر شينهن تي سواري ڪندو هو، انهيءَ ڪري کيس "ونهيو شير" ڪري چوندا آهن. ڪاڇائي مري بلوچ جي ڳوٺ جي پرسان فقير صاحب جو آخرين آرامگاهه آهي. چون ٿا ته تورڪيءَ ۾ فقير جو تڪيو هو ۽ هتي سندس اصلي ابدي آستانو آهي.

هيءَ روايت تاريخي ۽ عقلي لحاظ کان بعيد آهي. اسان جو خيال آهي ته فقير عثمان منگيو هڪ الڳ شخصيت آهي ۽ ميون ولهيو چاڪيو هڪ ٻيو جدا درويش آهي.

(ب) ميرپورخاص جي طرف کن چانڊين جا قبيلا رهن ٿا، جي پڻ هر سال فقير جي زيارت لاءِ تورڪي ايندا آهن. انهن جو چوڻ آهي ته ولهين درويش جو تڪيو ڪاٺياواڙ جي طرف پڻ آهي ۽ فقير اتي جي چانڊين مان هو.

(٢٠) گربخشاڻي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند: "شاهه جو رسالو" جلد پهريون، ١٩٢٤ع، ص٢٩

(٢١) "مقالات الشعراء"، ص ٤٢٩

(٢٢) ان ڳوٺ جو نالو "بني ورسه" آهي.

(٢٣) تحفة الڪرام، ص ٨٨

(٢٤) "مقالات الشعراء"، ص ٢٨-٥٢٣

(٢٥) ايضاً

(٢٦) "بيگلارنامه" (فارسي)، ص ٢٤٣

(٢٧) اوائل ۾ نصرپور جو علائقو مرزا باقي پنهنجي پٽ مرزا شاهه رخ کي ڏنو هو. هن جي وفات کان پوءِ هن جو عَلم ۽ نقارو خان زمان جي حوالي ڪيائين ۽ ان سان گڏ سيڪات ۽ جونيجن جو پرڳڻو پڻ کيس ڏنو. (بيگلارنامه سنڌي ص ٥٣-١٥٠)

(٢٨) "مقالات الشعراء"، ص ٢٦-٥٢٥

(٢٩) "بيگلارنامه" (فارسي)، ص ٢٤٣

(٣٠) ايضاً

(٣١) "مظهر شاهجهاني"، ص ٣٠٨

(٣٢) "بيگلارنامه" (فارسي)، ص ٢٤١

(٣٣) "تحفة الڪرام" (فارسي)، ص ٢٠٣

(٣٤) مير ابوالقاسم سلطان ادراڪي بيگلار جو وڏو ممدوح ۽ محسن هو. ادراڪي، سندس ساراهه ۾ هڪ وڏو شعر چيو آهي.

(٣٥) "مقالات الشعراء"، ص ١١٨

(٣٦) ذخيرة الخوانين" ج اول، ص ١٦٤

(٣٧) "بيگلارنامه"، ص ١٤٣

(٣٨) "مقالات الشعراء"، ص ١٨-١١٦

(الف) "تحفة الڪرام"، ص ٢٠٤

(٣٩) ڏيپارجن جو پراڻو ڳوٺ سوري تعلقي ۾ نوان جتوئي جي پرسان آهي. قديم زماني ۾ وڏن عالمن، فاضلن ۽ ولين جو مرڪز هو. قاضي ميان ابوالخير هتان جو وڏو جيّد عالم ۽ فاضل ٿي گذريو آهي. ڏيپارجن جا قاضي ان جو اولاد آهن ۽ هاڻي قريشي سڏائيندا آهن.

(٤٠) "بيگلارنامه" (سنڌي)، ص ٨٦

(٤١) "مسافر" محمد صديق؛ تاريخ سنڌ، ڀاڱو پنجون — "سنڌ ۾ مغلن جا گورنر"، سنڌ سلسلہ ادبي سوسائٽي حيدرآباد، ١٩٤٢ع، ص ٢٧-٢٦

(٤٢) ايضاً

(٤٣) "مقالات الشعراء"، ص ٢٤٩- "مثنوي چنيسرنامه"، ص ٢٩-٢٨



راقم الحروف احسانمند آهي محترم سيٺ ڪرم خان ڀاٽو جي ويٺل ڳوٺ ڪوڏ ڀاٽو جو لڙد شهيد راهو تعلقو هالا ضلعو حيدرآباد جو، جنهن وڏي خلوص ۽ محبت سان هن تاريخي قبرستان گهمائڻ جو بندوبست ڪيو. نصرت فوٽو اسٽوڊيو ٽنڊي آدم جي ڪارڪن محترم محمد فاروق فوٽوگرافر جا به ٿورا، جنهن وڏي محنت سان تصويرون ڇڪيون. ساڳئي وقت آءٌ پنهنجي پياري دوست محترم بشير احمد هيسباڻي مئنيجر حبيب بئنڪ لميٽيڊ قاضي احمد جو دل جي گهراين سان ٿورائتو آهيان، جنهن پنهنجي اليڪ مصروفيتن هوندي به هن سفر ۾ ساٿ ڏنو ۽ ڪتبن پڙهڻ، فوٽن ڪيرائڻ، نقشي ۽ صاف ڪاپي لکڻ جي تڪليف گوارا ڪئي.

پروفيسر مريم سلطانه ذوحاڻي

# سنڌي ديني عالم

اسان جي سنڌ سولهاري سدائين علم و فيض، برڪتن ۽ ڪرامتن جو مرڪز رهي آهي. هن سولهن پري سولي ڌرتي ۾ آهي ته اُاسِهه مالڪ ۽ مٺيادار موتي مدفون آهن، جن السالڌات ڪي اهڙا ته سهڻا ۽ دلپذير ڳفتا ۽ نڪتا نمايان طور تي ٻڌايا ۽ سمجهايا، جي عين قرآن ڪريم جي آيتن جا سچا ۽ صحيح ترجما ۽ تفسير آهن.

اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته محمد بن قاسم جڏهن سنڌ فتح ڪئي ته ڪيس باب الاسلام جو شرف بخشيو ويو. دين محمدي داخل ٿي هندستان ۽ پاڪستان ۾ اسان جي سونهاري سنڌ کان ٿيو. اها ڪا لڪل ڳالهه ڪانهي ته سنڌ تي ديني علم جي پالوٽ صدين کان جاري ۽ ساري آهي. هتي ٺٽي ضلعي ۾، جنهن کي ڪنهن زماني ۾ سنڌ جو ديني مرڪز چولدا هئا، تنهن ۾ اڄ بہ آهي ته جيد عالم، مفڪر، محقق، فقيه ۽ قرآن ڪريم جا قاري ۽ مفسر مدفون آهن، جن جي مقبرن ۽ مينارن کي ڏسڻ لاءِ ماڻهو دور دراز جا سفر ڪري، پنهنجي دل جي تسڪين ۽ سڪون لاءِ ڪٿي اچي هنن بزرگن جي چائنٺ چمندا آهن. بقول شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه رحمت:

ســاري رات سبحان، جاڳي جن يـاد ڪيو،
آن جـي عبداللطيف چـئـي منيءَ لـڌو مـان،
ڪـوڙين ڪـن سـلام اچيو اسـڻ آن جي.

اسان جي سنڌ هميشه کان ديني علم جو مرڪز رهي آهي. جن بزرگن دين جي تبليغ ۽ خدمت ڪئي آهي، تن جا نالا جيڪڏهن ويهي ڳڻيا ۽ لکبا تہ لـہ ڳڻي سگهبا ۽ لـہ لکي سگهبا:

## ١. قرآن ڪريم جا ترجما:

منهنجي پنهنجي چاڻ ۽ علم مطابق قرآن ڪريم جي ترجمي تي جن مصنفن پنهنجي آڻ ٽڪ محنت، بي لوث خدمت ۽ باريڪ بيني سان ڪم ڪيو آهي، تن مان مولانا تاج محمود امروٽي، مولوي عبدالرزاق، مير گل حسن ٽالپر، مولانا الحاج احمد ملاح (قرآن ڪريم جو منظوم ترجمو) مولوي محمد عثمان لورنگ زادو، مولانا محمد عثمان ڏيپلائي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جا

ٿالا سر فهرست آهن. الهامي ڪتاب جو سليس ۽ سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ۽ معنيٰ جي سمجهائي، ساد ن آيو جهڙ ۽ اُنهاڻ پاڻرن ڪبي پلي پت پڌ ڻڻ ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي:

”ماڻهو منهنجي ماڪ جا آيو جهڙ ۽ آڻ چاڻ،
ڏکن ڏڏيون جهو ڙبون ٻکن پريا پاڻ،
الله تن ۾ آڻ ساڇهڙ پنهنجي ساهه جي.“

منهنجي خيال ۾ قرآن ڪريم جو ترجمو هڪ وڏو قلمي جهاد آهي، جنهن جو آجر عظيم آهي ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ ڪين دنيا و ما فيها ۾ پنهنجي خاص نظر سان نوازيندو.

## ٢. متعلقات قرآن شريف

ازالسواء جن بزرگن ۽ برگزيده هستين متعلقات قرآن جو ذڪر پنهنجو اور نچوئي، موتي پوئي پنهنجي ٻرڳهي سنڌ ڪبي سرهاڻ ۽ سڳنڌ سان معطر ۽ مشڪبار ڪيو آهي، تن جا ٿالا وسارڻ ۽ سندن ذڪر خير هن مضمون ۾ نه ڪرڻ هڪ وڏي غلطي ۽ گناهه جي مترادف ٿيندو. چند نالا جيڪي ياد اٿم تن مان شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو لکيل ڪتاب قرآن بابت اخلاق القرآن و الحديث، مرحوم محمد عثمان ڏيپلائي جو لکيل ڪتاب ارشاد القرآن ۽ قرآني دعائون، مولانا عبدالواحد سنڌي جو ڪتاب اسان جو پيارو قرآن، عبدالعزيز سليمان جو الهام الرحمان، عبيدالله سنڌي جو الهام القرآن، حاجي فيض محمد جو تاريخ قرآن، قاضي عبدالرزاق جو جمال القرآن، مولانا شيرمحمد جو عروس القرآن، محمد ذڪريا جو فضائل القرآن، خليق موراڻي صاحب جو قرآن ۽ لئين روشني، قاضي عبدالحئي هالائي جو ڪيميا جو اسخو، قاضي عبدالرزاق جو فتح الرحمان ۽ حافظ مولانا مولوي عبدالحميد جو تجديدالقران جهڙا انمول سنڌي ديني ادب جا ذخيرا آهن، جن مان اسان جا سنڌواسي پنهنجي ديني تعليم ۾ ڪافي معلومات ۽ مواد حاصل ڪن ٿا ۽ پنهنجي زندگي کي سنوارين ۽ سڌارين ٿا. درس و تدريس جي تعليم ۽ تلقين خود قرآن ڪريم ڪئي آهي. اقرأ جو حڪم ڀرين آيو ۽ ن والقلم جو پوءِ. پڙهڻ ۽ لکڻ جو حڪم اسان جي پياري پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي حضرت جبريل جي ذريعي وحي جي صورت ۾ نازل ٿيو. دين مذهب اسلام جي خاص خصوصيت پڙهڻ ۽ لکڻ آهي. جيڪي انسان پنهنجي زندگي پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ وقف ڪن ٿا ۽ آئينده جي نسل کي انسانيت جا سبق سيکارين ٿا، سي سڀ وڏي مان ۽ مرتبي جا مستحق آهن.

## ٣. تفسير

قرآن ڪريم جي تفسير تي تمام گهڻو ڪم جن سنڌي مفسرن ڪيو آهي، تن مان مولوي محمد عثمان نورنگ زادو ۽ مولانا قاضي عبدالرزاق جا نالا سرفهرست آهن. سندن اڻ ٿڪ محنت

۽ بي لوث خدمت واقعي هڪ وڏو قلمي جهاد آهي. سندن قرآن شريف جو لکيل تفسير سنڌي ادب جو لافاني ۽ لاثاني سرمايو آهي. اسان جي سنڌي قوم کي قرآن جي صحيح ۽ سليس سمجهاڻي سندن ئي لکيل تفسيرن مان ملي ٿي.

مولانا قاضي عبدالرزاق سنڌ جو هڪ مشهور ڪهنه مشق اهل قلم ٿي گذريو آهي. قرآن ڪريم جو ترجمو ۽ تفسير لکڻ ڪو معمولي ڪم نه آهي، جو نه وڏن وڏن عالمن به قرآن شريف جو ترجمو ۽ تفسير لکندي پنهنجي عجز ۽ انڪساري ظاهر ڪئي آهي ۽ خداوند تعاليٰ کان امداد طلب ڪئي آهي ته خدايا! پنهنجي حبيب صلي الله عليه وسلم جي صدقي هن مشڪل ڪم ۾ اسان جي غيبي مدد فرمائي، اسان کي چڱي طرح ترجمي ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. هن بزرگ ترجمو ۽ تفسير لکڻ وقت جناب حضرت شاه ولي الله صاحب محدث دهلوي ۽ جناب حضرت شاه عبدالقادر صاحب جا ترجما سامهون رکي عرق ريزي ڪئي آهي. هي ڪو معمولي ڪتاب نه آهي. مالڪ عرش و ڪرسي خداوند لوح و قلم جو ڪلام الاهي آهي.

ڪتاب اُحْكِمَتْ اٰيٰتُهٗ ثُمَّ فُصِّلَتْ مِنْ لَّدُنْ حَكِيْمٍ خَبِيْرٍ.

قرآن شريف سيني علمن ۽ فيضن جو سرچشمو آهي ۽ منجهس خدائي فيض جا بي پايان خزانا رکيل آهن، جن مان انسانذات کي دنيا ۽ آخرت ۾ هر قسم جو فائدو ۽ برڪت حاصل ٿي سگهي ٿي. حضرت عثمان رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي ته خَيْرُكُمْ مَنْ تَعَلَّمَ القرآن و عَلَّمَهٗ (البخاري، مسلم و ابوداؤد و الترمذي) يعني توهان مان چڱو ماڻهو آهو آهي جو قرآن مجيد سکي ۽ ٻين کي سيکاري. مولانا حاجي قاري عبدالڪريم صاحب مدرس مدرسه مظهرالعلوم کڏه ڪراچي ۽ مولانا قاري حافظ عزيزالله صاحب مدرسه مظهر العلوم کڏه ڪراچي، انهن ٻنهي صاحبن سنڌس لکيل قران جي ترجمي ۽ تفسير جي تصحيح ڪئي ۽ عباسي ڪتبخانه جهونا مارڪيٽ ڪراچي شايع ڪرايو. هن کان اڳ اهڙي قسم جو قران مجيد ترجمي ۽ تفسير سان سنڌي ۾ شايع نه ٿيو آهي. منهنجي علم ۽ ڄاڻ مطابق جن ٻين بزرگن قرآن ڪريم جو تفسير لکيو آهي تن مان حضرت مولانا مولوي محمد مدني، مولانا ابوالحسن، شاه ولي الله محدث دهلوي، شاه رفيع الدين، پير مولانا عبدالقادر ۽ مرحوم محمد عثمان ڏيپلائي خاص طور تي مشهور ۽ معروف آهن. پيا به ڪيترائي جليل القدر صاحب آهن، جن قرآن ڪريم جي مختلف سيپارن جا تفسير ۽ ترجما لکيا آهن، جن مان حضرت مولانا رشيدالله صاحب جهنڊي وارو، مولوي عبدالخالق، مولوي حاجي عبدالرحيم، مولوي قاضي عبدالڪريم، مخدوم الله بخش عباسي صاحب جن جا نالا نموني طور پيش ڪريان ٿي.

## ٤. حديث شريف

اسان جي سنڌي ادب ۾ حديث شريف جي ڪتابن تي به ڪافي ڪم ٿيو آهي. مرحوم مولوي دين محمد وفائي واقعي ڪيرون لهڻيون. منهنجي ڄاڻ مطابق ست جلد صحيح بخاري

جا ترجما الهام الباري جي نالي سان لکيا ۽ شايع ڪرايا. انهيءَ کان علاوه انتخاب صحيح بخاري ڪتاب به پنهنجو مٽ پاڻ آهي. پين بزرگن جن حديث شريف جي ڪتابن جو ترجمو ڪري سنڌي ادب کي مالا مال ڪيو، تن جا نالا حسب ذيل آهن.

مولوي محمد عثمان جا لکيل ڪتاب تحفة المسلمين ۽ تحفة الاسلام جا ٻئي جلد به سنڌي ادب جو بهترين سرمايو آهن. علاوه ازين ڪريم ڏنه راڄپر جو ڪتاب اقوال رسول، مولوي محمد انيس مهيري جو اصول نجات، شاهه ولي الله محدث دهلوي جو تاويل الاحاديث، مولوي عبدالرحمان پٺي جو چاليهه احاديث، مولانا قاضي محمد عثمان جو شمائل ترمذي شريف، مولوي شاهه محمد جتوئي جو صد حديث، مولوي محمد عمر جوڻيجي جو لکيل مشڪواة شريف جا جلد پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

## ٥. سيرت پاڪ

سڀني نبين جي سهڻي سردار خاتم النبيين حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي سهڻي سيرت ۽ صاف پاڪ صورت تي بہ سنڌي ادب ۾ ڪافي ڪتاب قلمبند ڪيا ويا آهن ۽ جن سانگهڙن ۽ سياڄهڙن سهڻا ۽ صاف سيرت جا ڪتاب لکيا آهن، تن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو لکيل ڪتاب حيات النبي مون ناچيز ۽ ناتوان جي نظر ۾ هڪ لاثاني ۽ لافاني سنڌي ادب جو سرمايو آهي. سيرت النبي تي ٻيا خاص ڪتاب جن لکيا تن مان مولوي دين محمد اديب فيروزشاهي جو ڪتاب اخلاق النبي، علامه فضل احمد غزنوي به سيرت تي ٻه جلد لکيا آهن. مخدوم محمد صالح پٺي جو ڪتاب اسان جو پيارو آقا، مرحوم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو ڪتاب اصول شرح محمدي، عبدالڪريم چشتي صاحب جو ترجمو ڪيل ڪتاب جواهرات، قاضي عبدالرزاق جو ڪتاب اسان جو پيارو نبي، جناب علي خان ابڙي جو ڪتاب حالات نبوي، مولانا دين محمد وفائي جو ڪتاب حضرت محمد مصطفيٰ، جناب عبدالحڪيم جو ڪتاب دربار نبويءَ جا فرمان ۽ فيصلا، مرحوم غلام محمد شهوانيءَ جو ڪتاب رسول پاڪ، حبيب الله پٺي جو ڪتاب رسول مقبول، حاجي حقير ابن مگڻ جو ڪتاب شاهه عرب ۽ مولوي نثار احمد جو لکيل ڪتاب سيرت رسول صلعم به ڏاڍا سٺا ۽ سهڻا ڪتاب آهن. الله تبارڪ و تعاليٰ ڪين سنڌن محنت جو اجورو ۽ قل پنهي جهانن ۾ ڏيندو. آمين. –

مٿين ذڪر ڪيل ڪتابن مان اسان جي سهڻي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي حالات، زندگي ۽ سيرت مبارڪ تي تمام سٺو ۽ سهڻو مواد ملي ٿو، جو اسان جي ديس واسين لاءِ مشعل راهه آهي. ضرورت صرف انهيءَ ڳالهه جي آهي تہ هر گهر ۽ هر فرد تي لازم قرار ڏنو وڃي تہ پنهنجي آقا جي سهڻي سيرت جو مطالعو ڪن ۽ ٻئي جهان سوڇارا ڪن.

اسان جي حڪومت هن ڏس ۾ ڪافي ڪم ڪيو آهي. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اسلاميات جو مضمون لازمي قرار ڏنو ويو آهي ته جيئن آئينده جا اَبا اسلامي تعليمات کان روشناس ٿي قوم ۽ ملت ۽ ملڪ جي بي لوث خدمت ڪن. اسان جي دين مذهب اسلام ۾ هر مسلمان تي لازم آهي ته حقوق الله، حقوق العباد ۽ حقوق النفس جو ڀرپور مطالعو ڪن ۽ پنهنجي زندگي اسلامي ۽ صرف اسلامي طور طريقن تي گذارين. اسلام زندگي جي هر پهلو تي روشني وڌي آهي ۽ عمل ڪرڻ سان انسان هڪ سٺو شهر واسي، سٺو پاڙيسري، سٺو پاڪستاني ۽ سچو مسلمان بڻجي سگهي ٿو. اسان جو مذهب انسان کي هر بڇري ۽ شيطاني شرارتن کان روڪي ٿو. قراني تعليمات مسلمانن جي دلين کي نور سان نوازي ٿي ۽ سندن قلب کي آجاري ۽ اڇو ڪري ٿي.

آمين - - ثم آمين.



مراد علي مرزا

# ريڊيو ڊراما

ريڊيو جي ايجاد پهرين وڏي لڙائيءَ کان پوءِ ترت ئي ٿي. مقصد هيءُ هو ته ماڻهن کي ملڪي توڙي غيرملڪي حالتن کان ترت آگاهه ڪجي، پر ساڳئي وقت ماڻهن جي وندر ۽ تعليم جو به خيال رکيو ويو: تنهنڪري ريڊيو جي ذريعي ڪيترائي پروگرام نشر ٿيڻ لڳا، جن ۾ موسيقي، ڊرامن ۽ خبرن جي پروگرامن کي خاص اهميت حاصل ٿي، جو اهي وندر ۽ معلومات جا اهم وسيلا هئا. پهريون ريڊيو ڊرامو (اصلوڪو) هڪ انگريز ڊراما نويس Richard Hughes (رچرڊ هيوز) لکيو، جنهن جو عنوان هو Danger (خطرو). اهو ڊرامو برٽش براڊڪاسٽنگ ڪارپوريشن (B.B.C) لنڊن تان ۱۵- جنوري سال ۱۹۲۴ع تي نشر ٿيو. اهو فقط ۱۵ منٽن جو ڊرامو هو، جنهن ۾ ٻڌايو ويو هو ته ڪوئلن جي هڪ کاڻ ۾ ڇت ڪرڻ سبب ڪي پورهيت اندر ڦاسي پون ٿا، پر پنهنجي همت ۽ ڪوشش ڪري سلامتيءَ سان ٻاهر نڪري اچن ٿا. ان کان اڳ تجربي خاطر شيڪسپيئر جو ڊرامو (Twelfth Night) ۲۸- مئي ۱۹۲۳ع تي بي- بي- سي تان نشر ڪيو ويو هو. اهڙيءَ طرح ريڊيو ڊرامن جي شروعات ٿي.

برصغير ۾ ريڊيو سال ۱۹۳۵ع ۾ قائم ٿيو ۽ دهليءَ مان نشريات جو سلسلو شروع ٿيو. پوءِ سنه ۱۹۳۹ع ۾ ٻين وڏن شهرن جهڙوڪ لاهور، پشاور، لکنؤ، بمبئي، مدراس، ڪلڪته ۽ ڍاڪا ۾ به ريڊيو اسٽيشنون قائم ٿيون. ان زماني ۾ انهن اسٽيشنن تان انگريزي ۽ اردوءَ ۾ ڊراما نشر ٿيندا هئا. عشرت رحماني پنهنجي ڪتاب "اردو ڊراما ڪا ارتقا" ۾ ان دور جي ريڊيو ڊرامن بابت لکي ٿو ته "ريڊيو ڊرامي جي تڪميل جا ڪيترائي دور آيا. پهريون دور ۱۹۳۵ع کان ۱۹۳۹ع تائين هو، ۽ ٻيو دور ۱۹۳۹ع کان ۱۹۴۲ع تائين هو. انهن ستن ورهين ۾ ريڊيو ڊرامي جي اصولن ۽ ٽيڪنيڪي ضرورتن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ان کان پوءِ ڊراما نويسن کي نشرياتي ٽيڪنيڪ ۽ مائڪرو فون جي ضرورتن جي پوري ڄاڻ ٿي، ۽ ان مطابق هو ريڊيو جي لاءِ ڊراما لکڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهيا. فني خيالن کان ريڊيو ڊرامي جي تڪميل ۾ ايڏي عرصي لڳڻ جو سبب صرف هيءُ هو ته ان وقت ريڊيو ڊراما انهن ڊراما نويسن لکيا، جن جو اسٽيج ڊرامن سان واسطو رهيو هو. ريڊيو ڊرامي لکڻ وقت به هنن جي ذهن ۾ اسٽيج ڊرامي جو تصور هوندو هو. هنن جي سمجهه ۾ ئي نه ٿي آيو ته اسٽيج ڊرامي ۽

ريڊيو ڊرامي ۾ ٻہ ڪو فرق آهي. ليڪ ريڊيو جي ڊراما پروڊيوسرن جي محنتن ۽ ڪوششن سان اها ڳالهہ ڏاڍي سولائيءَ سان سمجهہ ۾ آئي تہ ريڊيو ڊرامو آواز، لفظن ۽ لهجي جي وسيلي پيش ڪري سگهجي ٿو. ريڊيو ڊراما اداڪاري لاءِ پڻ صداڪاري آهي. ريڊيو ڊرامي جي ٽيڪنيڪ يا جوڙجڪ يا سٽاء اسٽيج ڊرامي ۽ فلم کان بلڪل جدا ۽ نرالي آهي. اسٽيج ۽ اسڪرين جون ڪيتريون ئي اهڙيون خوبيون آهن، جيڪي ريڊيو ڊرامي ۾ آڻي نٿيون سگهجن. اسٽيج ۽ اسڪرين جو اثر سڌيون سڌو اسان جي ٻڌڻ کان وڌيڪ ڏسڻ جي حواسن تي ٿئي ٿو ۽ اسانجن اکين اڳيان عمل ٿيندو رهي ٿو: ڪردارن جي سماجي حيثيت، هنن جو ماحول، هنن جو زمانو يا دؤر، هنن جو لباس، هنن جون عادتون ۽ خصلتون، هنن جي گفتگوءَ جو ڍنگ، هنن جي جسماني بناوت، هنن جا جسماني عيب يا خوبيون، هنن جون شڪليون، منهن مهانڊا، هنن جي چهرن جي رؤنق ۽ بي رونقي، هنن جي اکين جي ذهانت، معصوميت يا شرارت، خوشي، ڏک، مايوسي، اميد ۽ نااميديءَ جي موقعن تي ڪردارن جو جسماني رد عمل، رات ۽ ڏينهن جا جدا جدا وقت، مختلف موسمون ۽ منظر؛ مطلب تہ عام زندگيءَ جي جيڪڏهن پوري نہ تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ قدر تصوير اسان کي اسٽيج يا اسڪرين تي نظر اچي سگهي ٿي. اهو ان ڪري تہ اسٽيج ڊرامي، ٽي. وي ڊرامي ۽ فلم ۾ Perspective هوندو آهي؛ يعني اتي ڪردار پنهنجي سموري ماحول جي پس منظر ۾ ڏسي سگهبا آهن، پر ريڊيو ڊرامي ۾ اها خوبي نٿي ڳالهہ.

ريڊيو ڊرامو تہ لفظن ۽ لهجي، صوتي اثرات ۽ پس منظر موسيقيءَ جو محتاج آهي. ان جي لاءِ اک جي لاءِ پڻ ڪَنَ جي ضرورت هوندي آهي. ٻڌندڙ لفظن، لهجي، صوتي اثرات ۽ پس منظر موسيقيءَ کي ٻڌي ڊرامي جي ڪردارن ۽ انهن جي ماحول بابت پنهنجي ذهن ۾ هڪ تصوير ٺاهيندو آهي. يا وري لفظ، لهجو، صوتي اثرات ۽ پس منظر موسيقي ڊرامي جي ماحول، سٽاء، ڪردارنگاريءَ ۽ ڪهاڻيءَ جو تاڃي پيٽو آڻي ان جي مڪمل تصوير ٻڌندڙ جي ذهن ۾ ٺاهيندا آهن (۱).

ادب جي هر صنف وانگر ريڊيو ڊرامي ۾ بہ لفظن کي بنيادي اهميت حاصل آهي. لفظ خيال جي ترجماني ڪن ٿا ۽ اهي واقعن، ڪردارن ۽ ماحول کي سمجهڻ ۽ محسوس ڪرڻ جو هڪ تمام اثرائتو وسيلو ۽ ذريعو آهن. ٻڌندڙ جي اکين اڳيان ڪابہ تصوير ڪانهي، ڪابہ اسٽيج يا اسڪرين ڪونهي. هن جي اڳيان رڳو ريڊيو آهي، جنهن جي اسپيڪر مان نڪرندڙ آواز جون لهريون آهن، جيڪي هن جي ٻڌڻ وارن حواسن سان ٽڪرائجي، اثر ڪندڙ لفظن مطابق هن جي ذهن ۾ هڪڙي تصوير پيون ٺاهين.

---

(۱) جرمن ريڊيو ڊرامن جي هڪ مجموعي جو نالو ئي آهي "ڳالهاءِ، جيئن آءٌ توکي ڏسي سگهان" "Sprıch damit ice dich sehe".

ساڳيءَ ريت لهجي جو مسئلو آهي. لهجو انسان جي جدا جدا نفسياتي حالتن ۽ ڪيفيتن جي ترجماني ڪري ٿو. خوشي ۽ ڏک، ڪاوڙ ۽ ڪروڌ، ڳڻتي ۽ فڪر، محبت ۽ پيار، نفرت ۽ ڌڪار جا لهجا جدا جدا ٿيندا آهن. جيتوڻيڪ ڪردار هڪڙوئي هجي، پر سندس نفسياتي حالتن ۽ ڪيفيتن جي اثر هيٺ هن جي لفظن جي ادائگي ۽ لهجو بلڪل جدا هوندو(۱).
ريڊيو ڊرامي ۾ انهن نفسياتي حالتن ۽ ڪيفيتن کي سچائيءَ سان پيش ڪرڻ کي صداڪاري سڏيو وڃي ٿو ۽ ريڊيو ڊرامي جي صداڪار يا فنڪار جي عظمت ۽ وڏائي حقيقت ۾ لهجي جي سچائي آهي. اها سچائي ٻڌندڙ جي ڌيان کي سوگهو ڪري، هن کي پنهنجيءَ دليا مان ڪڍي ڊرامي جي ماحول ۾ وٺيو اچي، جتي هو ـــ ذهني طرح ڊرامي جو هڪ ڪردار ٿيو پوي ۽ هن تي به اهي ساڳيون ڪيفيتون طاري ٿيو وڃن، جن جو اظهار ڊرامي جا ڪردار پنهنجي لهجي جي وسيلي ڪندا آهن. ٻڌندڙ ـــ ڊرامي جي ڪردارن واڱر کلندو آهي، ٿڌا ساهه کڻندو آهي ۽ روئندو آهي.

اهو آهي لفظن ۽ لهجي جو جادو. پر ريڊيو ڊرامي ۾ صوتي اثرات ۽ پس منظر موسيقيءَ کان سواءِ اهو جادو بي اثر ٿيو پوي. جهڙيءَ طرح لفظ خيال جي ترجماني ڪن ٿا، جهڙيءَ طرح لهجو نفسياتي ڪيفيتن ۽ حالتن کي پڌرو ڪري ٿو، تهڙيءَ طرح صوتي اثرات وري ماحول جي تصوير چٽين ٿا ۽ پس منظر موسيقي احساسن ۽ امنگن جي سمجهڻ ۽ انهن جي شدت ۾ تيزي آڻڻ ۽ واڌاري ڪرڻ جو هڪ تمام اثرائتو وسيلو ٿئي ٿي. ريڊيو ڊرامي جا ڪي اهڙا به حصا هوندا آهن، جن جي پس منظر ۾ جيڪڏهن صورتحال مطابق موسيقي نه ڏجي ته هوند اهي حصا اڻپورا رهجي وڃن، انهن جو اثر ٻڌندڙ محسوس ڪري نه سگهن. رومانوي مڪالمن، الميه مڪالمن ۽ شديد جذباتي ڇڪتاڻ وارن حصن جا تاثير، لفظن، لهجي ۽ موزون پس منظر موسيقيءَ کان سواءِ ممڪن ئي ڪونهي. پس منظر موسيقي ڊرامي جي اهڙن حصن جي خالن کي پري ٿي ۽ انهن جي تاثير ۾ شدت آڻي صورتحال مطابق فضا ناهي ٿي.

حقيقت ۾ ريڊيو، ڊرامو One-Act Play يا Short Play يعني ننڍڙي ناٽڪ جي صوتي تصوير آهي. ان جي تاريخ به ايتري ئي قديم آهي جيتري ڊرامي جي. مشهور يوناني ڊرامانويس سوفوڪليز (تقريباً ۴۹۶-۴۰۶ ق. م) جي هڪ ننڍڙي ناٽڪ جو هڪ حصو سلامت مليو آهي. ٻئي مشهور يوناني ڊرامانويس يوريپائيڊز (۴۸۰-۴۰۶ ق. م) جو لکيل هڪ ننڍڙو ناٽڪ "The Cyclops" اڄ تائين موجود آهي. يوناني تهذيب جي زوال کان پوءِ ننڍڻ ناٽڪن جا آهڃاڻ وري يورپ جي سڄاڳيءَ واري دؤر ۾ ملن ٿا، جڏهن انهن جي وسيلي

---

(۱) شايد ۱۹۵۵ع ڌاري ريڊيو پاڪستان جي اڳوڻي ڊئريڪٽر جنرل ذوالفقار علي بخاري "لائيٽ هائوس کي محافظ" نالي ڊرامو نشر ڪيو هو، جنهن ۾ هن پاڻ اڪيلي سر پوڙهي پيءُ ۽ نوجوان پٽ جو ڪردار نهايت ڪاميابيءَ سان ڪيو. اهو ڊرامو حقيقت جو بهترين مثال آهي.

عيسائيت جو پرچار ڪيو ويندو هو. ان کان پوءِ انگريز بادشاهه هينري اٺين جي دور حڪومت ۾ بادشاهه ۽ سندس درٻارين جي وندر لاءِ شاهي درٻار جي دعوتن ۾ اهي ننڍڙا ناٽڪ پيش ڪيا ويندا هئا. ان بادشاهه جي زماني ۾ ئي اهو ناٽڪ درٻار مان نڪري تعليمي ادارن ۾ آيو ۽ شاگردن جي مذهبي ۽ تعليمي اصلاح جو وسيلو بڻيو. فرانس ۾ وري One Act Play جي اوسر مشهور ڊرامانويس موليئر (٧٣-١٦٢٢ع) سان ٿي، جنهن اهڙا ننڍڙا مزاحيه ۽ طنزيه ناٽڪ لکي ادب جي ان صنف کي نه رڳو نئين سر جياريو، پر ان کي اوج تي به پهچايو ۽ ويهين صديءَ جي معروف ڊرامانويس چيخوف ۽ جارج برنارڊشا لاءِ ننڍن طنزيه ناٽڪن لکڻ لاءِ ميدان تيار ڪيو. اڻويهين صديءَ ۾، ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ هڪ روايت هئي ته هلي ته اسٽيج تي مڪمل ڊرامي ڏيکارڻ کان اڳ One Act Play ڏيکاريو ويندو هو ته جيئن ٿيٽر ۾ دير سان ايندڙ ماڻهو اصل ڊرامي ڏسڻ کان محروم نه رهن. اهڙن ناٽڪن کي Curtain Raiser به سڏيو ويندو هو. "سنڌي نثر جي تاريخ" ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي لکيو آهي ته سنڌ ۾ وري اهي ننڍڙا ناٽڪ اصل ڊرامي (Full Length Play) کان اڳ ڏيکارڻ جي بدران ڊرامي جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ڏيکاريا هئا ۽ ڊرامي جا ڏسندڙ خوش ٿيندا ۽ کلندا پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن ويندا هئا(١). مطلب ته يورپ توڙي سنڌ ۾ اهي ننڍڙا ناٽڪ وندر خاطر ڏيکاريا ويندا هئا. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي پنهنجن ننڍن ناٽڪن جي مجموعي "جيون ڇهڇٽا" جي مهاڳ ۾ لکيو آهي ته، ١٨٩٤ع ۾ 'ڊ. ج. سنڌ ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي' برپا ٿيڻ سان جيئن سنڌ ۾ وڏن ناٽڪن جو آغاز ٿيو تيئن ننڍن جو پڻ ٿيو ۽ پهري جو باني‌ڪار مرزا قليچ بيگ هو. ...... مرزا صاحب جا ننڍا ناٽڪ اڪثر کلائيندڙ نقل هوندا هئا، جي دلسوز وڏن ناٽڪن کان پوءِ ناظرين ۾ چڱي خوش‌مزاجي ۽ وندر پيدا ڪندا هئا. انهن مان پهريون 'لوپي ۽ ٺوڳي' هو جو ١٨٩٤ع ۾ ديوان ليلارامسنگهه جي 'هرشچندر' کان پوءِ ڪري ڏيکاريو ويو. ٻيو 'انڪوائري آفيسر' ١٨٩٦ع ۾ خود مرزا صاحب جي 'شڪونتلا' کان پوءِ ڪيو ويو ۽ ٽيو 'نيم طبيب خطرهٔ جان، نيم ملان خطرهٔ ايمان' ١٨٩٧ع ۾ سندس 'حسنا دلدار' جي آخر ۾ ڪيو ويو. انهن کان سواءِ هن صاحب ٻيا به پنج ڇهه ننڍا ناٽڪ لکيا، پر مٿني ۾ ظاهري کل مسخريءَ جي هيٺان سماجي يا سرڪاري سرشتي جي ڪنهن نه ڪنهن پهلوءَ تي طنز رکيل هوندي هئي(٢). ننڍي ناٽڪ يا one Act Play جو اهو انداز گهڻو وقت قائم رهي نه سگهيو. سن ١٩٠٣ع ۾ آمريڪي اديب ڊبليو. ڊبليو جيڪب جي مشهور افساني "The Monkey's Paw" جي ڊرامائي روپ ڏيکارڻ سان ان روايت جو خاتمو ٿيو ۽ One-Act Play جي صنف هڪ ڀرپور ۽ اثرائتي انداز ۾ اڀرڻ لڳي. ڪيترن ئي وڏن اديبن

---

(١) "سنڌي نثر جي تاريخ"، منگهارام ملڪاڻي ص ص ١٩٣-١٩٤.

(٢) جيون ڇهڇٽا (ص ١-٢) ڪهاڻي پبليڪيشن، بمبئي ١٩٥٧ع.

جهڙوڪ چارلس ڊڪنز، جيمس جوائس، وليم فاڪنر، ارنيسٽ هيمنگوي ۽ ٻين ناول نويسن ۽ افسانہ نگارن جي ڪهاڻين ۽ افسانن کي ڊرامائي روپ ۾ پيش ڪيو ويو، جن کي ڏاڍي مقبوليت حاصل ٿي. اڄوڪي دؤر ۾ بہ يورپ ۽ آمريڪا جي جڳ مشهور اديبن جهڙوڪ سيموئل بيڪيٽ، يوجين آئيونيسڪو، برٽالٽ بريخت، هيرالڊ پنٽر، ايڊورڊ آلبي ۽ ٻين ڪيترن ئي فني توڙي ادبي خيالن کان نهايت اثرائتا ۽ بي مثال ننڍا ناٽڪ لکيا آهن، جيڪي نہ رڳو اسٽيج تي پر ريڊيو ۽ ٽي - وي تي بہ ڪاميابيءَ سان ڏيکاريا ويا آهن.

اسان وٽ سنڌ ۾ بہ لڳي ٿو تہ هن صديءَ جي شروعات ۾ ننڍي ناٽڪ جي اڌويهين صديءَ واري روايت ختم ٿي چڪي هئي، ڇاڪاڻ تہ مرزا قليچ بيگ جي ننڍن ناٽڪن کان پوءِ جيڪي بہ ننڍا ناٽڪ لکيا ويا هئا، اهي وڏن ناٽڪن جي آخر ۾ لہ بلڪ علحده ڏيکاريا ويندا هئا. اهڙن ننڍن ناٽڪن لکڻ وارن ۾ لعلچند امرڏنومل، ڀيرومل مهرچند، نانڪرام ڌرمداس، ڪشنچند بيوس ۽ ڇيتانند ناگرائي اهم ۽ مک ناٽڪ نويس ليکجن ٿا، جن سال ١٩٠٦ع کان سال ١٩٤٠ع تائين ڪيترائي ناٽڪ يا One Act Plays لکيا. انهن سان چونڊ ناٽڪن جو مجموعو ”انڊلٺ“ جي عنوان هيٺ ”سندر ساهت منڊل“ سن ١٩٣٩ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. پر سنڌ ۾ ننڍي ناٽڪ جو بهترين ليکڪ پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ کي چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. ملڪاڻي صاحب ١٩٤٥ع تائين ويهہ - پنجويهہ ننڍا ناٽڪ گنڀير گهرو، ٻہڪتي ۽ قومي مسئلن تي حقيقت نگاريءَ جي اصولن موجب لکيا(١). سندس لکيل انهن ناٽڪن جا ٽي مجموعا ڇپجي چڪا آهن. پهريون مجموعو ”پنج ننڍڙا ناٽڪ“ جي عنوان سان سن ١٩٣٧ع ۾ ڇپيو، ٻيو مجموعو ”ٻہڪتي پردا“ سن ١٩٣٨ع ۾ ”رتن ساهت منڊل“ وارن ڇپايو هو ۽ ٽيون مجموعو ”جيون ڇهڇٽا“ سن ١٩٥٧ع ۾ بمبئي مان ڇپجي ظاهر ٿيو هو(٢). انهن ناٽڪن بابت ملڪاڻي صاحب پاڻ لکي ٿو تہ انهن ۾ ”انساني جيوت کي پيش ڪرڻ ۽ ان کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. منهنجو مت آهي تہ ساهت کي وندر سان ساٿ سکيا بہ ڏيڻي آهي ۽ منهنجو عقيدو آهي تہ زندگيءَ جون خاميون ٽڙي ڪيڻ ۽ انسانذات کي خوشحال

---

(١) جيون ڇهڇٽا (ص ٥) ڪهاڻي پبليڪيشن، بمبئي ١٩٥٧ع.

(٢) تازو هندستان ۾ سنڌو ڪلا سنگم جي طرفان ٢٤ کان ٢٦ سيپٽمبر ١٩٨٠ع تائين سنڌي ڊرامي جي سؤ ساله جشن جي موقعي تي جيڪو Souvenir ڇپايو ويو آهي، ان ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ پنهنجي مضمون ”Sindhi Drama An Overview“ ۾ لکي ٿو تہ سندس لکيل ريڊيو ڊرامن جو هڪ مجموعو ”پيار جي شادي“ بہ ڇپجي ظاهر ٿيو آهي، جنهن ۾ گهرو زندگيءَ جي انيڪ موضوعن جهڙوڪ ڏاج، پيار جي شادي، پيري، اڪيلائي وغيره تي ڊراما آهن، جيڪي آل انڊيا ريڊيو بمبئي تان نشر ٿي چڪا آهن.

["Hundred years of Sindhi Drama" 1880-1980, Delhi, 1980, P-4.]

ڪرڻ لاءِ ناٽڪ ڪري ڏيکارڻ جهڙو ڀيو ڪارائتو واهڻ ڪونهي؛ ڇو جو زندگيءَ جا منظر اسٽيج تي اکئين ڏسڻ سان جو تاثر پيدا ٿو ٿئي، سو ڪتبخاني ۾ ڪتاب پڙهڻ سان ٿي ڪو نہ سگهندو"(۱).

پروفيسر نارائڻداس ڀمڀاڻي پنهنجي ڪتاب "ادبي گلشن" ڀاڱو ۳ ۾ لکي ٿو تہ "ننڍو ناٽڪ ويهين صديءَ جي دنيا جي ادب جي پيدائش آهي"، تنهنڪري منهنجي خيال ۾ One act play ۽ ساڳئي وقت مختصر افسانو، جيڪو پڻ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ گهڻي ترقي ڪري چڪو هو، انهن ٻنهي صنفن جو ريڊيو ڊرامي جي سٽاءَ تي گوڙهو اثر مليو ٿو. ننڍي ناٽڪ ۽ مختصر افساني وانگر ريڊيو ڊرامي ۾ بہ واقعا پنهنجي عروج (Climex) تي پهچندا آهن. وڏي ڊرامي (full legnth drama) ۾ ناول وانگر وسعت ۽ پکيڙ هوندي آهي. پر One act play ۽ ريڊيو ڊرامو ڄڻ تہ ڪوزي ۾ درياءَ مثل آهن. ٻنهي ۾ ڪا هڪ صورتحال يا ڪو هڪ واقعو هوندو آهي. ٻنهي ۾ وڏي ڊرامي يا ناول وانگر نہ پلاٽ اندر پلاٽ ۽ نہ وري ڪو متوازي پلاٽ ٿئي. جيئن مختصر افساني ۾ ڪردارن جي خوبين يا خامين جو نهايت تيزيءَ سان پر ٿورن لفظن ۾ نقش چٽيو آهي، ساڳيءَ طرح ننڍي ناٽڪ ۽ ريڊيو ڊرامي ۾ بہ ڪردارن جي اوسر تمام تڪڙي پر اختصار سان ٿيندي آهي. ڊرامي جي موضوع مطابق هر ڪردار ۽ هر واقعو مختصر وقت ۾ تيزيءَ سان اڳتي وڌي پنهنجي عروج تي پهچندو آهي. ريڊيو ڊرامي سوڙي ننڍي ڊرامي ۾ غيرضروري سينءَ ۽ ڪردار ٿين ئي ڪو نہ. ان ڪري ڊرامي ۾ شروع کان وٺي آخر تائين عمل جي ايڪائي (Unity of action) هوندي آهي. گهڻا ڪردار ۽ گهڻا سينَ ٻڌندڙن لاءِ دقت پيدا ڪندا، ڇا لاءِ تہ ٻڌندڙ تہ آواز ۽ لهجي جي وسيلي ڪردارن کي ڃاڻي سڃاڻي ٿو. پر ڀور ڪردارنگاريءَ لاءِ ٿورن ڪردارن جو هجڻ بيحد ضروري آهي. ان جو هڪ سبب هيءُ بہ آهي تہ ننڍي ناٽڪ ۽ مختصر افساني وانگر ريڊيو ڊرامي جي لاءِ وقت بہ مختصر هوندو آهي، تنهنڪري ريڊيو ڊرامي جي تعارفي شروعات يعني (Exposition) بہ مختصر ٿئي. ان ۾ صرف انهن واقعن ۽ خوبين جا اهڃاڻ ملندا آهن، جن جو سنئون سڌو ڊرامي جي پلاٽ سان واسطو هوندو آهي. اسٽيج ڊرامي ۾ ڪيترائي ايڪٽ (acts) ٿين، جيڪي وري ڪيترين ئي سينن (Seenes) ۾ ورهايل هوندا آهن. پر One-act play ۽ ريڊيو ڊرامو هڪڙي ايڪٽ جو ناٽڪ آهي، جنهن ۾ ڪيتريون ئي سينون هونديون آهن؛ يا وري اهي Seenes کان سواءِ لاڳيتا بہ ٿيندا آهن. ۽ جيئن مختصر افساني ۾ 'Climex' (عروج) بلڪل آخر ۾ ايندو آهي، ساڳيءَ ريت One act play ۽ ريڊيو ڊرامي جو عروج بہ بلڪل آخري مڪالمن ۾ ظاهر ٿي هڪ بيحد اثرائتي اختتام تي پهچندو آهي. تنهنڪري ڏٺو ويو آهي تہ جيڪي One act play ۽ ريڊيو ڊراما پنهنجي عروج تي پهچي

---

(۱) جيون ڇهڇٽا، ص ۵.

ختم ٿين ٿا، اهي وڏيڪ ڪامياب سمجهيا ويا آهن، ڇاڪاڻ جو اهڙن ڊرامن جو اثر گهڻي وقت تائين ٻڌندڙن جي ذهن تي قائم رهي ٿو.

سنڌيءَ ۾ ريڊيو ڊرامن جي شروعات تقريباً سن ١٩٥٠ع ۾ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تان ٿئي ٿي. ٻر پهريون سنڌي ناٽڪ جيڪو ريڊيو تان نشر ٿيو هو، ان جو عنوان هو "ٽي پارٽي". اهو انگريزي ناٽڪ سن ١٩٤٢ع ۾ اردوءَ جي مشهور شاعر ۽ اديب پروفيسر ايم ڊي. تاثير سنڌيءَ مان ترجمو ڪري آل انڊيا ريڊيو دهليءَ تان نشر ڪيو. ساڳئي وقت اهو ناٽڪ ان وقت جي ٻين اسٽيشنن تان به نشر ٿيو هو. "ٽي پارٽي" جو مصنف پروفيسر منگهارام ملڪاڻي هو(١). "ٽي پارٽي" پروفيسر ملڪاڻيءَ سن ١٩٣٥ع ۾ لکيو هو ۽ شاهاڻي هاءِ اسڪول جي ساليانې جلسي جي موقعي تي فريئر هال ڪراچيءَ ۾ ڊيڪاريو ويو هو. ان ۾ ٿورا ڪردار، تيز مڪالما ۽ Quick Actoin آهن، جيڪي خوبيون ريڊيو ڊرامي لاءِ تمام ضروري سمجهيون وڃن ٿيون. پروفيسر ملڪاڻيءَ پنهنجن ڊرامن بابت "پنگتي پردا" جي مهاڳ ۾ لکيو آهي ته، "جهوني زماني جا افسانا جن ۾ جنگ ۽ عشق جي بازار گرم هوندي هئي ۽ ملڪ ۾ ڪير ۽ ماڪيءَ جون نديون پيون وهنديون هيون، سي اڄ ناٽڪ ۾ آڻجن ته ناممڪن پيا لڳن. اسان جي گهرو، پنگتي ۽ قومي جيوت آوڻاين سان ڀرپور آهي. اجوڪن ناٽڪن ۾ انهن آوڻاين آڏو ڪان سواءِ رهي نٿو سگهجي."(٢) 'ٽي پارٽي' ۾ به اهڙيءَ هڪ گهرو جيوت تي سيٽ (Satire) ڪيل آهي.

ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تان جن اديبن جا لکيل ڊراما نشر ٿيا هئا، آهي هئا: امام بخش نياز، حبيب الله فڪري، عبدالڪريم شاد، خديجه چاگلا ۽ عبداللطيف عباسي. حبيب الله فڪري ۽ خديجه چاگلا معروف عوامي داستانن جهڙوڪ عمر ماروي، مومل راڻو، نوري ڄام تماچي وغيره کي ريڊيو ڊرامن جو روپ ڏنو. عبدالڪريم شاد وري پنهنجن ڊرامن لاءِ واقعا اسلامي تاريخ مان ورتا. البت امام بخش نياز ۽ عبداللطيف عباسي پنهنجي وقت جي سماجي ۽ معاشرتي مسئلن تي ڊراما لکيا. افسوس جي اهي ڊراما نه ڪٿي ڇپيا ۽ نه وري انهن جا مسودا موجود آهن، تنهنڪري انهن جي فني ۽ ادبي خوبين جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ممڪن ڪونهي.

هڪ وضاحت ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو: اها هيءَ ته ريڊيو لاءِ سنڌي ڊراما پهرين جن اديبن لکيا هئا، تن جو سنڌي ادب ۾ حصو آٽي ۾ لوڻ برابر به ڪونهي. نتيجي ۾ سنڌي ريڊيو ڊرامي جي شروعات ڪمزور بنيادن تي ٿي، جنهن جا اُگرا نتيجا ڪيترن ورهين تائين نڪرندا رهيا. سنڌي ريڊيو ڊرامي جي پٺ ۾ آل انڊيا ريڊيو جي شروعاتي ڏينهن ۾ اردو

---

(١) سنڌي نثر جي تاريخ - مصنف پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، ص ٢٠٧

(٢) جيون ڇهڇٽا - مصنف پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ص ٩٧.

ريڊيو ڊراما اھڙن اديبن لکيا ھئا، جن کي نہ رڳو اسٽيج ڊرامن جو ذاتي تجربو ھو، پر آھي اردو ڊرامي جي روايت مان بہ پوريءَ ريت واقف ھئا. انھن ڊراما نويسن ۾ رفيع پيرزاده، سيد امتياز علي تاج، سعادت حسن منٽو، ڪرشن چندر، اوپيندر ناٿ اشڪ، سيد عابد علي عابد، شوڪت ٿانوي، راجندر سنگھہ بيدي، عصمت چغتائي، احمد نديم قاسمي، انتظار حسين وغيره جا نالا ذڪر جوڳا آهن. جيڪڏھن اردو ڊراما نويسن وانگر سنڌي ڊراما نويس بہ پنھنجي ادبي ورثي ۽ روايت مان واقف ھجن ھا ۽ ادبي دنيا ۾ چاتل سڃاتل ھجن ھا تہ ھوند سنڌيءَ ۾ بہ ريڊيو ڊرامي جون پيڙھون پختيون ھجن ھا. تنھنڪري سن ١٩٥٥ع ۾ جڏھن ريڊيو پاڪستان جي حيدرآباد ۾ اسٽيشن قائم ٿي ۽ پروگرامن جي وقت ۾ واڌارو ڪيو ويو، تڏھن سنڌ ۾ ڪوبہ اھڙو اديب يا شاعر موجود ڪونہ ھو، جيڪو ريڊيو لاءِ ھڪ ڪلاڪ جو اصلوڪو ڊرامو لکي ڏئي. لازمي طرح، ان ڪان سواءِ ٻي ڪابہ واٽ نہ ھئي تہ اردو ريڊيو ڊرامن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري پورائو ڪيو وڃي. سيد منظور نقوي جي چوڻ مطابق، جيڪو شروع کان ئي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو مسوده نويس (Script Writer) آھي، حيدرآباد تان پھريون سنڌي ڊرامو ”روٺي“ جي عنوان سان نشر ٿيو ھو. اھو ھن پاڻ ھڪ اردو ڊرامي تان ترجمو ڪيو ھو. مطلب تہ شروع کان ئي ان روايت جا بنياد رکيا ويا تہ جيڪڏھن سنڌيءَ ۾ ڪوبہ ڊرامو موجود ڪونھي تہ اردوءَ تان ترجمو ڪري نشر ڪيو وڃي. اھا روايت اڄ بہ قائم آھي. ترجمو ڪرڻ ڪو عيب يا ڏوھہ ڪونھي. ترجمي ۽ خاص ڪري اعليٰ ادب جي ترجمي سبب ٻوليءَ ۾ خيال ۽ اظھار جا نوان نوان وسيلا ۽ ذريعا پيدا ٿين ٿا ۽ ٻولي وڌي ويجھي ٿي. پر ساڳئي وقت ھڪ نقصان ھيءُ بہ ٿئي ٿو تہ اظھار جو اصلوڪو ذريعو بند ٿي وڃي ٿو ۽ اصلوڪين لکڻين جي ڪري ٻوليءَ نوڙي فڪر ۾ جيڪا روالي پيدا ٿئي ٿي، اُن ڪان ادب خالي رھجيو وڃي. ان ھوندي بہ ڏٺو وڃي تہ انھن ترجمن سان گڏوگڏ ريڊيو لاءِ اصلوڪا ڊراما بہ لکيا ويا، جن جي مقبوليت کان انڪار ڪري نٿو سگھجي.

ھن وقت تائين ريڊيو لاءِ جن اديبن ڊراما لکيا آھن انھن ۾ سيد منظور نقوي، محمد بخش انصاري، ممتاز مرزا، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، محمد اسماعيل ابن واصف، ابن الياس سومرو، آغا سليم، حميد سنڌي، غلام حيدر صديقي، زيب عاقلي، امر جليل، علي بابا، قاضي خادم، ڊاڪٽر محمد يوسف پنھور، عبدالقادر جوڻيجو، شوڪت شورو ۽ ٻيا شامل آھن.

ھنن ڊراما نويسن کي ٽن گروھن ۾ ورھائي سگھجي ٿو: ھڪ گروپ مسوده نويسن جو آھي، جن جي ذمي ٻين مسودن لکڻ سان گڏ ڊرامن لکڻ جو ڪم بہ ھوندو آھي. ان گروپ ۾ سيد منظور نقوي، ممتاز مرزا ۽ زيب عاقلي اچن ٿا. ٻيو گروپ انھن ڊراما نويسن جو آھي، جيڪي ريڊيو جي اداري ۾ عملدار ٿي رھيا آھن: جھڙوڪ محمد بخش انصاري، آغا سليم ۽ امر جليل. انھن لاءِ ڊراما لکڻ ضروري ڪونہ ھو. ٽيون گروپ اھڙن ڊراما نويسن جو آھي، جن جو ريڊيو جي اداري سان سواءِ ان جي ڪوبہ تعلق ڪونھي تہ اھي اداري جي

گذارش تي ريڊيو لاءِ ڊراما لکندا آهن. آءٌ پنهنجي ذاتي تجربي سان چئي سگهان ٿو ته آنهن ڊرامه لوڀسن جا لکيل ريڊيو ڊراما فني تـوڙي ادبي نقطهء نظر کان وڏيڪ اثرائتا ۽ ڪامياب ٿيا آهن، جن فرمائش تي يا فرض ادائي سمجهي نه پر پنهنجي دلي خواهش جي تڪميل خاطر لکيا.
چاڪاڻ ته ريڊيو ڊرامي جـو تعلق به ادب سان آهي ۽ ادب جو واسطو وري دل سان آهي، احساس سان آهي ۽ آمنگن سان آهي. جيڪڏهن ڪنهن به ادبي فنپاري ۾ آمنگن ۽ احساسن جي عڪاسي ٿيل ٿي، ڪنهن به ادبي تخليق ۾ اديب يا شاعر جي دل ڌڪندي محسوس ٿيل ٿي، جيڪڏهن اهـو فنپارو يا ادبي تخليق پڙهندڙ ڏسندڙ يا ٻڌندڙ جي دل کي ڏوندارڙي لئي سگهي؛ هـن جي سُتل احساسن ۽ اُمنگن کي جاڳائي نئي سگهي، تـه پوءِ اهـو فنپارو يا ادبي تخليق ڪهڙي ڪم جي!
ڊرامو يا ناٽڪ افسانوي ادب (Fiction) جـي هڪ اهم صنف آهي. ٻين صنفن وانـگر ان جا به ڪي قاعدا ۽ قانون هوندا آهن، جيڪي ڪنهن ادبي شهپاري جي چنڊ چاڻ ڪرڻ وقت اکيان رکڻا پوندا. انهن مطابق ريڊيو ڊرامي جي متاع ۾ چار عنصر تمام ضروري سمجهيا وڃن ٿا. اهي آهن ڪردار، ماحول، عمل ۽ مرڪزي خيال يـا موضوع. ٻين ادبي صنفن وانـگر ريڊيو ڊرامي ۾ به ائين ٿئي ٿو تـه ڪي ڪردار ڪنهن ماحول جـي پس منظر ۾ ڪو عمل ڪن ٿا، جنهن جي ذريعي پڙهندڙ يا ٻڌندڙ تائين ان ڊرامي جو ڪو مرڪزي خيال پهچي ٿو.
ادب ۾ ڪردارنگاريءَ جي اهميت ۽ ضرورت جو هڪ سبب هيءُ به ٻڌايو ويو آهي تـه ان ۾ مرڪزي ڪردار هڪ اهڙي مثالي شخصيت هوندو آهي، جنهن کي پڙهي يا ڏسي دل ۾ يا تـه بزرگي، برتري ۽ عظمت جـو احساس پيدا ٿئي يـا وري نفرت ۽ ڌڪار پيدا ٿئي. قديم يوناني ۽ هندستاني ڊرامن جا مرڪزي ڪردار ان ڪري اهميت وارا هوندا هئا، جو اهي مخالف ماحول ۾ پنهنجي عمل سان ناممڪن ڳالهين کي ممڪن ڪري ڏيکاريندا هئا ۽ ڏسندڙن جي دلين تي پنهنجيءَ حشمت ۽ عظمت جو ڌاڪو ويهاريندا هئا، پر انهن يوناني ۽ هندستاني يا وري پوءِ جي يوروپي ڊرامن جو Canvas تمام وسيع ۽ ڦهڪيل هوندو هو، جنهنڪري انهن ڊرامن ۾ ڀرپور ڪردارنگاري ممڪن ٿي سگهندي هئي. انهن ڊرامن جي ڀيٽ ۾ ريڊيو ڊرامي جو ڪنواس تمام ننڍو ۽ مختصر هوندو آهي، تنهنڪري ان ۾ ڪردار جي انهن خاص ۽ اهم خوبين کي ظاهر ڪيو ويندو آهي، جيڪي ڊرامي جـي ڪهاڻيءَ جي عمل تي پنهنجو اثـر ڇڏينديون آهن.
ڊرامي جو ٻيو عنصر عمل يا Action آهي. عمل نه رڳو جسماني پـر ذهني سرگرميءَ جو نالو آهي. هر ڊرامي ۾ ڪهاڻي هڪڙي نقطي کان ٻئي نقطي تائين، هڪڙي واقعي کان جيڪو ان کي اڳتي ـــ وڌائي ٿو، ٻئي واقعي تائين، جنهن تـي اها ختم ٿـي ٿئي، سفر ڪندي آهي، تنهنڪري ڊرامي ۾ عمل جي بيحد ضرورت هوندي آهي. ان کانسواءِ ڊرامي جي ڪهاڻي اڳتي هلڻ جي بدران هڪ هنڌ بيهي رهندي.

ريڊيو ڊرامي جو ٽيون عنصر ماحول يا Setting آهي، جنهن جي پيش منظر ۾ ڊرامي جي ڪهاڻي عمل ۾ اچي ٿي. صوتي اثرات ۽ پس منظر موسيقيءَ جي ذريعي ڊرامي جي ماحول کي بيحد اثرائتي نموني ۾ ظاهر ڪري سگهجي ٿو.

چوٿون عنصر مرڪزي خيال يا Theme آهي، جيڪو Abstract هولدو آهي، يعني جيڪو لفظن ۽ ڪهاڻيءَ جي پنيان تهه در تهه لڪل هولدو آهي. مرڪزي خيال هڪ پيڙهه آهي جنهن تي ڊرامي جي عمارت آڏي ويندي آهي. اهو درست آهي ته هر ڪهاڻيءَ جو ڊرامي جي آخر ۾ ڪونه ڪو نتيجو ظاهر ڪيو ويندو آهي، پر غور سان ڏسبو ته ان نتيجي جا اسباب انهن اصل واقعن کان وڌيڪ اهميت وارا هوندا آهن. واقعن جي پس منظر ۾ ڪا نه ڪا معني، ڪو نه ڪو مطلب هوندو آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته ان معنيٰ يا مطلب کي پڙهندڙ قبول ڪري ٿو يا رد ٿو ڪري. تنهنڪري ڊرامه نويس لاءِ ضروري ٿيو پوي ته هو پنهنجن پڙهندڙن کي اها معنيٰ يا مطلب قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪري. حقيقت هيءَ آهي ته مرڪزي خيال انساني ورتاءَ يا زندگيءَ بابت سچائيءَ کي بيان ڪري ٿو. مشهور روسي افسانه نگار ۽ ڊرامه نويس چيخوف پنهنجي هڪ نوجوان دوست کي چيو هو ته ”ڪنهن مسئلي کي حل ڪرڻ ۽ ڪنهن مسئلي کي سچائيءَ سان بيان ڪرڻ ۾ فرق آهي. هڪ فنڪار لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي ته هو پنهنجي مسئلي کي سچائيءَ سان بيان ڪري.“ ريڊيو ڊرامي ۾ ضروري آهي ته ڊرامه نويس سچائيءَ سان ٻڌائي ته سندس ڊرامي جي ڪهاڻي ڇو انئين نهي تيار ٿي ۽ ڇو ان جا ڪردار اهڙيءَ ريت عمل ڪن ٿا؟

پر ڊرامي جو هڪ ٻيو اهم ۽ لازمي عنصر آهي تصادم Conflict. آمريڪي نقاد جان هاورڊ لاسن جي خيال مطابق، ”ڊرامي لکڻ جي فن جا ٽي اهم ۽ وڏا اصول هي آهن: پهريو عمل، ٻيون ايڪو ۽ ٽيون تصادم.“ هو وڌيڪ لکي ٿو ته ”ڊرامي جي بنيادي خوبي تصادم آهي. يعني هڪ فرد ۽ ٻين جي وچ ۾ تصادم، يا هڪ فرد ۽ گروهن جي وچ ۾ تصادم، يا هڪ گروهه ۽ ٻين گروهن جي وچ ۾ تصادم، يا ڪنهن فرد يا ڪنهن گروهه ۽ سماجي يا قدرتي قوتن جي وچ ۾ تصادم. تنهنڪري ڊرامي جي سٽاءَ جو مطلب آهي تصادم کي پيش ڪرڻ، ان کي اڳتي وڌائڻ ۽ آخر ۾ ان کي حل ڪرڻ.“ جان هاورڊ لاسن ڊرامي ۾ تصادم کي استعمال ڪرڻ لاءِ هي چار اصول بيان ڪيا آهن:

۱- تصادم کي عمل جي ذريعي پيش ڪرڻ گهرجي، ۲- تصادم ۾ ايڪو هجڻ گهرجي، ۳- تصادم ۾ منطق هجڻ گهرجي، ۽ ۴- تصادم جو بنياد انفرادي ۽ اجتماعي نفسيات تي منحصر سماجي قوتن جي پوريءَ ڄاڻ ۽ علم تي هجڻ گهرجي*.

---

* "The Law of Conflict" John Howard Lawson, New Theatre, june 1935, pp. 10,27.

مطلب تہ تصادم يا Conflict هڪ اهڙو عنصر آهي، جنهن سان ڊرامو نسري ۽ اُسري ٿو. اهو تصادم هيرو ۽ خارجي قوتن جي وچ ۾ بہ ٿي سگهي ٿو، جيئن قديم يوناني ڊرامن ۾ ڏيکاريل آهي: يا وري هيرو ۽ سندس ڪوتاهين يا داخلي قوتن جهڙوڪ حسد، لالچ، هوس، شڪ وغيره جي وچ ۾ بہ ٿئي ٿو، جيئن شيڪسپيئر جي ڊرامن ۾ ڄاڻايل آهي. جديد دؤر جي ڊراما نويسن وري فرد ۽ سماج جي ويڙهہ کي ڪنيو آهي ۽ معاشرتي بي‌انصافيءَ ۽ غير برابريءَ جي ڪري سماج ۾ جيڪا پيچ ڊاهہ ٿئي ٿي، ان تصادم يا Conflict کي پنهنجن ڊرامن ۾ آندو آهي. بهرحال فرد ۽ هن جي چوڌارف يا خود هن جي اندر ۾ جيڪي متضاد قوتون موجود آهن، انهن جي وچ ۾ ٿيندڙ ويڙهہ، تصادم يا Conflict ٿي آهي، جيڪو موضوع، ماحول، ڪردارن، واقعن ۽ بنيادي ڳالهہ تہ ڊرامي کي جنم ڏئي ٿو.

ريڊيو ڊرامي جا اهي فني اصول جيڪڏهن ڊرامي لکڻ وقت ڊراما نويس جي ذهن ۾ هوندا تہ سندس تخليق فني لحاظ کان نہ رڳو مضبوط ۽ پائدار هوندي، پر ان جي نفاست ۽ نزاڪت بہ نکري نروار ٿيندي.

هن تفصيل ڏيڻ جو مطلب هيءُ آهي تہ ريڊيو جي لاءِ هن وقت تائين جيڪي ڊراما سنڌيءَ ۾ لکيا ويا آهن، اهي سڀئي نہ فن جي لحاظ کان شاهڪار چئي سگهجن ٿا ۽ نہ وري انهن ۾ فني اصولن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. هر ڊراما نويس پنهنجي آتساهہ، علم ۽ تجربي مطابق ۽ ريڊيو جي مقرر ڪيل پاليسيءَ هيٺ ڊرامن لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهڙيءَ ريت هر ڊراما نويس هڪ يا ٻہ اهڙا ڊراما لکيا آهن، جن کي جيڪڏهن انهن جا يادگار ڊراما چئجن تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. مثال طور سيد منظور نقويءَ جو لکيل ڊرامو ”جيئرو بت“، ممتاز مرزا جو ڊرامو ”آخري رات“، آغا سليم جو ڊرامو ”روپ بهروپ“، زيب عاقليءَ جو منظوم ڊرامو ”ستارا“، علي بابا جو ڊرامو ”رڃ جا راهي“ ۽ ”تموچن“ وغيره ريڊيو جا مثالي ڊراما آهن، جن ۾ نہ رڳو ريڊيو ڊرامي جون فني نزاڪتون ڏسجن ٿيون، پر ساڳئي وقت اهي زندگيءَ بابت ڊراما نويسن جي نقطہ نظر کي بہ نهايت ڪاميابيءَ سان پڌلدڙن تائين پهچائين ٿا.

ريڊيو ڊرامي جي فن ۽ ڊراما نويسن بابت ايتري ساري گفتگو ڪرڻ وقت بي‌انصافي ٿيندي، جيڪڏهن انهن صداڪارن ۽ پين ڪارڪنن جو ذڪر نہ ڪجي، جيڪي ڪاغذن تي پکڙيل بي جان لفظن ۾ روح ڦوڪي انهن کي زندہ ڪندا آهن. محمد بخش انصاري، نسيم مغل، سيد صالح محمد شاهہ، مشتاق مغل، عبدالڪريم بلوچ، عبدالحق ابڙو، سرور بلوچ، نصرت چنہ، مهتاب چنہ، سيما چنہ، سيما، زرينہ بلوچ، روبينہ ۽ ٻيا ڪيترا صداڪار سچ پچ تہ لفظن جا مسيحا هئا، جيڪي پنهنجي ذات وسيلي بي جان لفظن کي جيئرو ڪري پڌندڙن کان داد حاصل ڪندا هئا. انهن جي بي‌مثال صداڪاريءَ پڌندڙن کي نہ رڳو رونائريو ۽ کلايو، پر انهن کي سوچڻ ويچارڻ تي بہ آماده ڪيو. ساڳيءَ ريت ڊرامي جي ماحول کي پڌلدڙن جي ذهن ۾ چڱيءَ طرح ويهارڻ لاءِ صوتي اثرات ڏيندڙ اقبال جعفريءَ، صوتي اثرات ۽ پس منظر موسيقيءَ

جي چولہ تي جيڪا محنت ڪئي آهي، سا وري ورلي ڪو ڪندو. ريڊيو ڊرامي جي پيشڪش گڏيل ڪوشش يعني Team work جو نتيجو آهي. ڊراما لوڪس، پروڊيوسر، صداڪار، صوتي اثرات ڏيندڙ، رڪارڊنگ انجنيئر جي گڏيل ۽ لاڳيتي ڪوشش سان ئي هڪ بهترين ڊرامو پيش ڪري سگهجي ٿو.

ٿورو زمانو اڳ ريڊيو ڊرامي جو اوج هوندو هو. ماڻهو وڏي شوق سان ڊراما ٻڌندا هئا ۽ پروڊيوسر، ڊراما لوڪس وغيره به وڏي آتساهه سان ڏينهن جا ڏينهن محنت ڪري ڊراما تيار ڪندا هئا. پر هاڻي ٽي.وي جو زمانو آهي. جيئن فلم جي اچڻ ڪان پوءِ اسٽيج ڊرامي جو اوج ٽٽي ويو هو، تيئن ٽي.وي جي ڪري ريڊيو ڊراما پٺتي پوندا وڃن. هاڻي آهستي آهستي ريڊيو ڊرامو ماڻهن ڪان وسرندو وڃي، تنهنڪري پٺي پاسي به چاهه ۽ آتساهه گهٽبو وڃي. شايد اهو وقت تمام ويجهو پيو اچي، جڏهن ريڊيو ڊرامن ۽ الهن جون ڳالهيون رڳو ڪتابن ۾ لکيل هونديون.



ڊاڪٽر نوازعلي "شوق"

# ادبي اهڃاڻ

## علم بديع

علم بديع اهو علم آهي، جنهن ۾ ڪلام جون خوبيون بيان ڪيون وينديون آهن. ڪلام جون خوبيون ٻن قسمن ۾ ورهايون وڃن ٿيون:

(١) صنائع لفظي يا لفظي خوبيون.
(٢) صنائع معنوي يا معنوي خوبيون.

صنائع لفظي ۾ اهي خوبيون هونديون آهن، جي لفظن جي ذريعي پيدا ڪيون وڃن ۽ صنائع معنوي اهي خوبيون آهن جي معنيٰ جي ذريعي پيدا ڪيون وڃن. صنائع معنوي ۽ لفظي جا گهڻائي قسم آهن، انهن مان ڪجهه هيٺ بيان ڪيا وڃن ٿا:

## صنائع لفظي

١- صنعتِ تجنيس: ڪلام ۾ ٻه اهڙا لفظ آندا وڃن جي آچار (۽ لکڻي) ۾ ملندڙ هجن، پر معنيٰ ۾ مختلف هجن. هن صنعت جا ڪيترائي قسم آهن انهن مان ڪجهه هي آهن:

(الف) تجنيس تام: ڪلام ۾ ٻه اهڙا لفظ آندا وڃن، جي لکڻ توڙي پڙهڻ ۾ هڪ جهڙا هجن. پر انهن جي معنيٰ مختلف هجي. پر جيڪڏهن اعرابن ۾ تفاوت هوندو ته ان کي تجنيس ناقص چئبو!

مثال تجنيس تام-

جـا هَڙَ اندر جيءَ، سا هَڙَ ڏني ساهه کي
سانُ هڙ ڇُڙي نه ساهه جي، ساهڙ، ساهڙ ريءَ
ساهَڙُ مونِ سميع ته سانُ هَڙ ڇڙي ساهه جي. (شاهه)

هن بيت ۾ ساهڙ لفظ جون ٻه معنائون آهن: هڪ جي معنيٰ آهي ساهڙُ، يعني ميهار ۽ ٻيو لفظ آهي سانُ هَڙَ يعني آها ڳنڍ.

مثال: تجنيس ناقص:

وَرَ ۾ ڪواهي وَرُ، ڏيرن وَرُ وڏو ڪيو. (شاهه)

هن مصرع ۾ پهرين وَرَ لفظ جي "ر" تي زبر آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سڙس، خاوند. ٻي "ور" لفظ جي "ر" تي پيش آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڏِنگ. مٿينءَ مصرع ۾ لفظ ته هڪ جهڙا آهن، پر انهن جي اعرابن ۾ تفاوت آهي، تنهنڪري ان کي تجنيس ناقص چئبو.

(ب) تجنيس مرڪب: ڪلام ۾ اهڙا ٻه لفظ آڻڻ، جيڪي صورت ۾ ملندڙ هجن، ليڪن انهن مان هڪ لفظ مُفرد هجي ۽ ٻيو لفظ مُرڪب هجي. جيڪڏهن لکڻ ۾ ٻئي لفظ هڪ جهڙا هجن ته ان کي "تجنيس مرڪب متشابه" چئبو. ۽ جيڪڏهن لکڻ ۾ ٻئي لفظ مختلف هوندا ته ان کي "تجنيس مرڪب مفروق" چئبو:

مثال: تجنيس مرڪب متشابه:

جي ڀائين ته حاصل ٿئي دارين ۾ دَرجو،
ته دل سان گدا حضرت حسنين جي دَرَ جو. "گدا"

پهرئين مصرع ۾ لفظ درجو مفرد آهي، ۽ ٻي مصرع ۾ "در جو" لفظ مرڪب آهي.

(ج) تجنيس مضارع:

جڏهن تجنيس جي ٻنهي لفظن ۾ صرف هڪ حرف جو فرق هجي ۽ اهي حروف قريب المخرج هجن ته ان کي تجنيس مضارع سڏيو ويندو.

مثال:

سون کي ساري وري جياري ٿو،
هي جلال آهه هو جمال آهي! "گدا"

مٿين مصرع ۾ صرف "ل" ۽ "م" جو فرق آهي، جي ٻئي قريب المخرج آهن:

(د) تجنيس خط: ڪلام ۾ اهڙا لفظ آڻڻ، جي صورت ۾ هڪ جهڙا هجن، مگر انهن جي نقطن ۾ فرق هجي. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته ساڳي آواز سان شروع ٿيندڙ لفظ هڪ ٻئي جي پرسان رکڻ. شاهه جو سڄو رسالو انهيءَ صنعت سان سينگاريل آهي.

مثال:

دهشت، ڊم، درياهه ۾، جت، لڙ، لهريون، لس ليٽ. (شاهه)

هن مصرع جي پهرئين اڌ وارا الفاظ "د" سان شروع ٿين ٿا، اهڙيءَ طرح ٻئي اڌ ۾ "ل" سان شروع ٿيندڙ الفاظ هڪ ٻئي جي پرسان رکيا ويا آهن.

(هه) تجنيس قلب: ڪلام ۾ ٻه اهڙا الفاظ آڻڻ، جن جا حرف ته هڪ هجن، مگر انهن جي ترتيب ۾ فرق هجي: هن جا چار قسم آهن.

۱. مقلوب ڪل ۲. مقلوب بعض ۳. مقلوب مستوي ۴. مقلوب مجنح": هن هيٺ مقلوب بعض جو مثال پيش ڪجي ٿو:

مقلوب بعض: ڪلام ۾ اهڙا ٻه لفظ آڻڻ، جن جا حروف يڪسان هجن. صرف انهن جي ترتيب ۾ فرق هجي.

مثال: عزيزن کان وٺي موڪلائي قرابت،

رهي هن جهان ۾ رڳي آ رقابت. "حسرت"

قرابت ۽ رقابت جا حروف يڪسان آهن، پر صرف انهن جي ترتيب ۾ فرق آهي.

(٢) صفتِ شبهِ اشتقاق: ڪلام ۾ اهڙا لفظ آڻڻ، جي ظاهر ۾ هڪ ئي مادي يا مصدر مان نڪتل معلوم ٿين، ليڪن حقيقت ۾ ائين نہ هجي.

مثال: رُسُ مَ ڇڏ ايءُ رسم، ڪچ پچ ڪينڪي،

ٻرچ ٻيارل پنهنجي هن پينار سان. "گدا"

هن مصرع ۾ "رُسُ مَ" ۽ رسم ظاهريءَ طرح هڪ مادي يا مصدر مان نڪتل معلوم ٿين ٿا، پر دراصل ائين نہ آهي. اهي ٻئي جدا لفظ آهن ۽ جدا معنيٰ رکن ٿا.

(٣) صنعت تڪرار: لفظن جي تڪرار سان ڪلام ۾ زور، تاثير يا حسن پيدا ڪرڻ. هن جا ڪيترائي قسم آهن، انهن مان ڪي هيٺ پيش ڪجن ٿا:

(الف) تڪرير مطلق: شعر ۾ هڪ لفظ مڪرر (بار بار) استعمال ٿئي، توڙي جو اهو شعر جي ڪهڙي بہ حصي ۾ هجي.

مثال: ڪنهن جو نہ ڪنهن سان مطلب، مطلب سان آهہ مطلب،

مطلب جي آهي دنيا، مطلب جا يار آهن. "ڪاظم"

هن شعر ۾ 'مطلب' لفظ جو تڪرار آڻي، شعر کي پُرتاثير بڻايو ويو آهي.

(ب) تڪرير مثنيٰ: هر مصرع ۾ الڳ الڳ ٻہ ٻہ لفظ اچن تہ ان کي 'تڪرير مثنيٰ' چيو ويندو آهي.

مثال: ڳوڙهو، ڳوڙهو، موتي، موتي موتي يار،

ڏاڍو ڏاڍو روئي، جوڙيم هار. "حسرت"

مٿين شعر ۾ ڳوڙهو، ڳوڙهو، موتي موتي ۽ ڏاڍو ڏاڍو الڳ الڳ ٻہ الفاظ آڻي شعر کي خوبصورت بڻايو ويو آهي.

(ج) تڪرير مشبهہ: پهرين مصرع ۾ هڪ لفظ مڪرر استعمال ڪيو وڃي ۽ پوءِ ان جي مناسبت سان، ٻئي مصرع ۾ هڪ لفظ مڪرر آندو وڃي.

مثال: ڪلندي ڪلندي، دلڙي کسي ويو،

رئندي رئندي، مون کي ڇڏي ويو. "حسرت"

(٤) صنعت ترصيع: جڏهن هڪ مصرع موزون ڪئي وڃي تہ ان جي مقابل ٻي مصرع اهڙيءَ طرح آندي وڃي، جيئن ان پهرين مصرع جا الفاظ ۽ ٻي مصرع جا الفاظ پاڻ ۾ هم قافيہ معلوم ٿين.

مثال: ساقي شراب پيار جو آهيو نظر بهار،
کو باده لاب ڏيار سوايو کو يـرَ پيار. "تارڪ"

مٿين شعر ۾ ليڪ ڏنل الفاظ هڪ ٻئي سان هم قافيہ آهن.

(٥) صنعت رَدُالعَجُز عَلَي الصدر: جو لفظ شعر جي شروع ۾ اچي، اهو ئي آخر ۾ هو بهو يا صنعت تجنيس، يا صنعت اشتقاق يا شبہ اشتقاق طور اچي:

مثال: ٻار تنهنجي ٻرهہ کان دل ٻار ٻار،
زار ڏي ٿي، ڏي رهي زارو زار. "تارڪ"
تار "تارڪ" کي لڳي تن تو سندي،
تنهن جو ذڪر ان جي ڪري هر تار تار. "تارڪ"

مٿين مثال ۾ ڏسبو تہ پهرين شعر جي پهرين مصرع لفظ "ٻار" سان شروع ٿئي ٿي تہ آخر ۾ بہ "ٻار" لفظ اچي ٿو. اهڙيءَ طرح ٻي مصرع جو پهريون لفظ "زار" آهي تہ آخر ۾ بہ "زار" آيو آهي.

ٻي شعر جي شروعات "تار" لفظ سان ٿئي ٿي تہ پڇاڙيءَ ۾ بہ "تار" لفظ آيل آهي

## صنائع معنوي

١- صنعت تضاد: ڪلام ۾ بہ اهڙا لفظ آڻڻ، جن ۾ هڪ لفظ جي معنيٰ ٻئي لفظ جي معنيٰ جو ضد هجي، جيئن دوست، دشمن. ڏک، سک. زمين، آسمان وغيره.

مثال: مون گهريو ٿي نُور ۽، ظلمات مون کي ٿي نصيب،
پنهنجي بدبختي تسي ماتم ٿو ڪريان ليل و نهار.

مٿين شعر ۾ "نور و ظلمات" ۽ "ليل و نهار" لفظن ۾ تضاد آهي.

٢- صنعت ايهام: هن کي "توريہ" بہ سڏيندا آهن. "ايهام" جي معنيٰ آهي وهم ۾ وجهڻ. ۽ "توريہ" جي معنيٰ آهي لڪائڻ. ڪلام ۾ ڪو اهڙو لفظ آڻڻ، جو ٻن معنائن وارو هجي. هڪ معنيٰ قريب ۽ ٻي معنيٰ بعيد. پڙهڻ واري جو ذهن معنيٰ قريب جي طرف ڇڪجي وڃي، ليڪن ڪنهن قريني جي سبب معنيٰ بعيد مقصود هجي.

مثال (١): وار چوڙي جي مون تي وار ڪرين،
خوش ٿيان جي هزار وار ڪرين. "حڪيم"

هن شعر جو لفظ "وار" ٽن معنائن ۾ منجهائيندڙ آهي، يعني وار- زلف، حملو، دفعا.

مثال (٢): ڪرڙ آهي ستارو ۽ مضبوط،
ڏس تہ کهڙا نہ ٿس ڏلها ڏولا. "قليچ"

"ڪرڙ" ماڻهوءَ جو نالو بہ ۽ وڻ بہ. "ڏولا" ٻالهون بہ ۽ ڏيلها بہ.

مثال: (٣)　　　اسان عبادت، نظر نماز پرينءَ جو.　　"شاهه"

"نظر نماز پرينءَ جو" منجهان ٻه معنائون نڪرن ٿيون: هڪڙي معنيٰ اها آهي ته نظر ۽ نماز ڪرڻ پرينءَ جي اختيار ۾ آهي. ۽ ٻي معنيٰ آهي ته پرينءَ جو نظر ۽ نماز اسان لاءِ عبادت آهي. (نظر لفظ ان زماني ۾ مولفن جي بجاءِ مذڪر ۾ ڪم ايندو هو).

٣- صنعت مُراعات النظير: هن کي توفيق، تلفيق ۽ ائتلاف به چوندا آهن. ڪلام ۾ چند اهڙين شين جو ذڪر ڪيو وڃي، جن جي هڪ ٻئي سان ڪا نه ڪا مناسبت هجي، پر اهيءَ مناسبت ۾ تضاد نه هجي. آهي مناسبت رکندڙ شيون ڪڏهن ٻه هونديون آهن، ڪڏهن ٽن ڪان وڌيڪ.

مثال: (١)　　ڪاتي جا قريب جي، سا هڏ چيري چم،
عاشق ٻنهنجو اڳ ـ، الله ڪارڻ وڍيو.　　(شاه)

(ڪاتي، هڏ، چم ۽ اڳـ، وڍڻ جي مناسبت.)

مثال: (٢)　　ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين ڪنس ڳڙکيون.　(شاه)

(قصر، در، ڳڙکيون ۽ ايڪ، لک ۽ ڪوڙين جي مناسبت.)

مثال: (٣)　　گل عارض و لب غنچا، پڻ زلف سنڌس سنبل،
نقشو رخِ دلبر جو، گلزار نظر آيو.　(واصف)

عارض، لب ۽ زلف انهن جو رخ جي نقشي سان لاڳاپو آهي. وري گل، غنچا ۽ سنبل جو گلزار سان لاڳاپو آهي.

٤- صنعت عڪس: ڪلام ۾ ٻه دفعا ٻن جزن جو اهڙيءَ طرح ذڪر ڪرڻ، جو جنهن جز کي اول ۾ آندو ويو آهي؛ ان کي آخر ۾ آندو وڃي. ۽ جنهن کي آخر ۾ آندو ويو آهي، ان کي شروع ۾ آندو وڃي.

مثال:　　آهي دورنگي سراءِ، ڪنهن جي رهڻ جي نه جاءِ،
ڪنهن جي رهڻ جي نه جاءِ، آهي دورنگي سراءِ.　　(تارڪ)

٥- صنعت لف و نشر: لغت ۾ "لف" جي معنيٰ آهي وڙهڻ ۽ ٻي معنيٰ آهي ڇڙوڇڙ ڪرڻ. علم بديع جي اصطلاح ۾، انهيءَ صفت کي لف و نشر چئبو آهي، جنهن ۾ ٻهريائين ٻه ٽي شيون بيان ڪري وڃجن ۽ بعد ۾ هرهڪ سان مناسبت ۽ تعلق رکندڙ شين جو اظهار ڪيو وڃي. اهي ڳولي بيان ڪرڻ جو ضرور نه آهي، ٻر شعر ۾ خود اهڙي ترتيب رکيل هوندي، جنهن منجهان پڙهندڙ ازخود سمجهي ويندو ته هن شيءِ سان لاڳاپو آهي. جيڪڏهن اهي شيون ترتيبوار بيان ڪيون وڃن ته ان کي "لف و نشر مرتب" چئبو. پر جيڪڏهن انهن ۾ ترتيب نه هوندي ته ان کي "لف و نشر غير مرتب" چئبو.

(الف) لف و نشر مرتب:

مثال: تنهنجي رخسار و قد و چشم جا هن عاشق زار،
گل جدا، سرو جدا، نرگس بيمار جدا.

هن شعر جي پهرين مصرع ۾ رخسار، قد ۽ چشم جو ذڪر آهي ۽ ٻئي مصرع ۾ ان جي مناسبت سان ترتيبوار گل، سرو ۽ نرگس جو ذڪر ڪيو ويو آهي. مٿين شعر ۾ لف و نشر مرتب ڪم آيل آهن.

مثال (۲) يار جي رخسار تي ۽ پيچ زلف،
گل ۽ سنبل باغ ۾ آهن ٻهر. —شاهه

هن شعر ۾ رخسار ۽ زلف جو بيان آئي، پوءِ رخسار جي نسبت سان گل ۽ زلف جي لاڳاپي سان سنبل آيو آهي.

(ب) لف و نشر غير مرتب:

مثال: اسان جي انتظاري، اشڪ باري، جان نثاريءَ جو،
پڇ احوال ڪڪرن کان، ستارن کان، پتنگن کان. —شوق

هن شعر جي پهرين مصرع ۾ انتظاري، اشڪ باري ۽ جان نثاري لفظ آئي، ان جي مناسبت سان ٻي مصرع ۾ انتظاري لاءِ ستارا، اشڪباريءَ لاءِ ڪڪر ۽ جان نثاريءَ لاءِ پتنگن جو ذڪ ڪيو ويو آهي. هتي صنعت لف و نشر غير مرتب ڪم آندي وئي آهي.

(ج) لف و نشر معڪوس: هن ۾ هرڪ چيز جي مناسبت جي ترتيب الٽي هوندي آهي.

مثال: گيسو ڏي مائل آهي دل داغدار تي،
طائوس جو مقابلو اڄ آهه مار سان. —واصف

هن شعر ۾ گيسو ۽ دلِ داغدار آئي، وري طائوس ۽ مار آندا ويا آهن. گيسو جي نسبت مار سان ۽ دلِ داغدار جي طائوس سان، يعني معڪوس ٿي پيو.

٦- صنعت مبالغہ: ڪنهن شخص يا ڪنهن چيز جي مدح يا هجوَ ۾ حد کان وڌيڪ وڌاءُ ڪرڻ. ان جا ٽي قسم آهن:

(الف) تبليغ: اهو مبالغو آهي جو عقل ۽ عادت ٻنهي اعتبار کان ممڪن هجي.

مثال: اثر ظاهر ٿيو آهه فغان ۾.
لڙڪون پنهنجي ويون منهنجي زبان ۾. —گدا

(ب) إغراق: اهو مبالغو آهي جو عقل جي اعتبار کان ممڪن هجي. ليڪن عادت جي اعتبار کان محال هجي.

مثال: مقتل ۾ بهار آهه ذرا هَلُ تہ ٿئي سير،
گل تنهنجي شهيدن جي ڪيا خون ٻُٽن ۾. —بسمل

مقتل ۾ بهار اچڻ ۽ شهيدن جي خون واري جڳهہ تي گل پيدا ٿيڻ ممڪن آهي، پر اُٻن نہ آهي. عادت جي لحاظ کان اُٻن ممڪن نہ آهي.

(ج) غلو: اهو مبالغو آهي جو عقل ۽ عادت ٻنهي اعتبار کان ممکن نہ هجي.

مثال: ڏجان ٿو لوح جي ڪشتي ۾ غرق ٿي نہ وڃي،

وهي ٿو بحر اکين مان ٿي ٿار اڃان. —نور

عاشق جي اکين مان ايترو آب وهي جو لوح جي ڪشتي ۾ غرق ٿي وڃي، عقل ۽ عادت ٻنهي اعتبار کان ناممکن آهي.

٧- صنعت تلميح: ڪلام ۾ ڪنهن معلوم ۽ مشهور قصي، واقعي، شخص، چيز، شعر، قول، مضمون يا آيات قرآني جي طرف اشارو ڪيو وڃي ۽ مقصد ان ڪلام جي وضاحت هجي.

مثال (١): "بليٰ" چئي بلا سر ڪنئيسي خوشيءَ سان،

اها آهہ "قالوا بليٰ" جي ڪهاڻي. "شوق"

هن شعر ۾ قرآن شريف جي آيت "قالوا بليٰ" ڏي اشارو ڪيل آهي.

مثال (٢): دل کي زلفن جي تصور ۾ جو ٿئي رات اچي،

جئن سڪندر کي ٿئي، پردهٔ ظلمات ۾ رات. "واصف"

هن شعر ۾ سڪندر جي ان قصي ڏي اشارو آهي جڏهن هُو "آبِ حيات" جي تلاش ۾ آيو هو.

٨- صعنت تلميع: جنهن ۾ هڪڙي مصرع يا شعر هڪڙو هڪ ٻوليءَ ۾ هجي ۽ ٻي مصرع يا شعر ٻي ٻوليءَ ۾ هجي تہ ان کي "تلميع" چوندا آهن.

مثال: سوئي راهہ رد ڪري، سوئي رهنماءِ،

"و تعز من تشاء و تذل من تشاء". (شاهہ)

هن بيت جي هڪ مصرع سنڌي ۾ آهي تہ ٻي مصرع عربي آهي، جا قرآن مجيد جي آيت آهي. جنهن جو مفهوم آهي تہ "عزت ۽ ذلت خدا جي وس ۾ آهي. هُو جنهن کي چاهي عزت بخشي ۽ جنهن کي چاهي ذليل ڪري."

٩- صنعت حسنِ تعليل: حسنِ تعليل جي معنيٰ آهي سهڻو سبب ڏيڻ، يا علت بيان ڪرڻ جي خوبي. هڪ اهڙي شيءِ کي ڪنهن ٻي شيءِ جي لاءِ سبب يا علت بنائڻ، جا دراصل ان جي علت (سبب) نہ هجي. مگر اها چيز اهڙيءَ طرح بيان ٿئي جو بظاهر ان جي باور ڪرڻ ۾ لطف اچي. مطلب تہ ڪنهن ڳالهہ ۾ اهڙيءَ ظاهري ۽ خوبصورت وجہ بيان ڪرڻ جا حقيقي نہ هجي. ٻين لفظن ۾ ڪا ڳالهہ عام طور ٿيندڙ هجي پر شاعر ان جو ڪو سهڻو سبب بيان ڪري.

هن صنعت ۾ ڪنهن بہ ڳالهہ جو ڪوئہ ڪو سبب تصور ڪيو ويندو آهي، پوءِ توڙي حقيقت ۾ اهو ان جو سبب نہ بہ هجي.

مثال: (١) شمعِ محفل تان ٿين ٿا جيڪي پروانہ نثار،

تن جي ماتم ۾ رهي ٿي رات ساري اشڪبار. "حامي"

شمع جو ڪم آهي اشڪباري. پر شاعر ان جو سبب پروانن جي موت سبب ماتم ٻڌائي، شعر ۾ نازڪ خياليءَ جو هڪ اعليٰ مثال پيش ڪيو آهي.

مثال: (٢) موڪلايو جو سون کان غيرتِ حور وقتِ سحر،

تيسو الذارو وري اڀامي پئي پرڀات ۾ رات. "واصف"

الذاري ٿيڻ جو قدرتي سبب آهي رات پوڻ ۽ نه ڪنهن معشوق جو موڪلائي وڃڻ. پر هتي ڪنهن جي موڪلائي وڃڻ جي غم کي شاعر الذاري ٿيڻ جو سبب ڏيکاريو آهي.

(١٠) صنعت تجاهل عارفانه: ان جي معنيٰ آهي ڄاڻي ٻجهي اڻڄاڻ بڻجڻ. جڏهن شاعر ڪا حقيقت ڄاڻندو هجي، پر پاڻ کي غير واقف ظاهر ڪري يا ڪنهن جي تعريف ۾ وڌاءُ ڪري ان کي تجاهل عارفانه چئبو آهي.

مثال: (١) اهو آواز آهي مکڙي ڦٽڻ جو،

اڙي بلبل تون هي بانگِ درا سمجهه. "واصف"

شاعر مکڙيءَ جي ڦٽڻ جي آواز کان لاواقفيت ظاهر ڪري، ان کي بانگِ درا سڏي مکڙيءَ جي خوبيءَ ۾ مبالغو ڪيو آهي.

مثال: (٢) رخ سندءِ مهر يا مه يا گل حمرا آهي،

قد سندءِ سرؤ يا شمشاد يا طوبيٰ آهي؟ "تارڪ"

محبوب جي رخ کي سج، چنڊ يا گل سان تشبيه ڏني ويندي آهي ۽ سندس قد کي سرؤ، شمشاد ۽ طوبيٰ سان تشبيه ڏني ويندي آهي، پر شاعر ڄاڻي ٻجهي اڻڄاڻائي ظاهر ڪري ٿو.

مثال: (٣) اي شوقِ دل پيو خط لکي قاصد کان رک اڳي،

ڪهڙو جواب ايندو، اهو رهه انتظار ۾! "عزيز"

عاشق کي اڳيئي معلوم آهي، ته معشوق خط جو جواب ڪونه ڏيندو، تنهنڪري پنهنجي شوقِ دل کي چوي ٿو ته اڳيئي پيو خط لکي رک.

(١١) صنعت مزاوجه: ٻه ڳالهيون شرط ۽ جزا سان گڏ اهڙيءَ طرح واقع هجن جو، امر اهرين ڳالهه تي مرتب هجي، اهو ٻيءَ تي به مرتب هجي.

مثال: آهه ڪريان ته اُن جو ڏپ آ،

جي نه ڪريان ته جان جو ڏپ آ. "حسرت"

١٢- صنعت رجوع: جڏهن هڪ شيءِ جي ڪا صفت بيان ڪجي، پوءِ ڪنهن فائدي يا نُڪتي جي خاطر ان صفت کي ڇڏي، ٻي صفت بيان ڪجي، جا پهرين صفت کان بهتر هجي.

مثال: منهن مثل مشعل منور، جيئن اين ۾ آفتاب،

بل غلط کي سون پلا ڇا آفتاب و مهتاب. "فاضل"

(۱۳) صنعت جمع: ڪجھ شين کي ھڪ حڪم ۾ جمع ڪرڻ کي صنعت جمع چئبو آھي.

مثال: ڪهڙي ڳهرجي، اڄ ان کا ٻي نعمت،

باغ، محفل، صنم، سحاب، شراب. "واصف"

هتي نعمت جي حڪم ۾ باغ، محفل، صنم، سحاب ۽ شراب کي گڏ ڪيو ويو آھي.

(۱۴) صنعت تفريق: ھڪ قسم جي ٻن شين ۾ فرق بيان ڪرڻ کي تفريق چيو ويندو آھي.

مثال: عشق ۾ نسبت ٿي آ بلبل جي پرواني سان ڪا،

وصل ۾ هُو جان ڏي، هي ھجر ۾ جلندي رهي. "شوق"

(۱۵) صنعت واسع الشفتين: يعني کليل چپ. هن ۾ سڀ اکر اهڙا ڏين ٿا، جنهن جي پڙهڻ سان چپ، چپ سان نه لڳي.

مثال: جن کي ساٿي رهي ٿو تنهنجو تو ھ

ان کي ڪهڙو گناھ يا ڪو ڏوھ. "تارڪ"

(۱۶) صنعت واصل الشفتين: يعني چپ، چپ سان ملڻ. شعر ۾ اهڙا اکر ڪم آڻڻ، جن جي پڙهڻ سان چپ، چپ سان ملي.

مثال: محبت محمد جي من ۾ مدام،

مديني ۾ منهنجو ٿئي من مقام. "احسن"

(۱۷) صنعت سوال و جواب: اهو شعر، جنهن ۾ سوال ۽ جواب هجي، يعني ھڪ مصرع سوال جي ته ٻي جواب جي هجي يا اڌ مصرع سوال واري ته اڌ جواب واري هجي.

مثال: چيم "دلدار، ڇو مون کي سهائين ايو ستائين ٿو؟"

چيائين "سهه سڀون سر تي، اگر عاشق سڏائين ٿو." "انجم"

(۱۸) صنعت توشيح: هن صنعت ۾ اهڙا لفظ آڻبا آهن، جن جي ڳنڍڻ سان يا جن جي منڍ جي حرفن ملائڻ سان ڪو نالو يا لقب اُهي ٻوي.

مثال: م- محبوب خدا جو مصطفيٰ بيشڪ آھ،

ح- حيران بشر الهيءَ کان جن ۽ فلڪ آھ،

م- مخلوق جو ادم ۽ ھي آدم جو شرف،

د- درگاه الهي جي منجهه زمين ۽ فلڪ آھ. "قليچ"

چئن مصرعن جي منڍ وارا اکر ڪيڏي سلسليوار ملائبو ته "محمد" ٿهي پولدو.

(۱۹) صنعت ارسال المثل يا اهراد المثل: شعر ۾ ڪو مشهور مثال يا پهاڪو آڻجي.

مثال: پچان ٿو تيغ ابرو کان، ڪمان سان جيئن پچي ٿو ڪڙ،

ڊچان ٿو سست چشمن کان، ڊجي جيئن شهنهن کان ٻکري. "حڪيم"

(۲۰) صفت ابداع: اهو شعر، جنهن جو مضمون ۽ معني عجيب هجي ۽ لفظ عمدا ۽ چوالديل ڪم آيل هجن.

مثال: اڻالو شان پيدا ڪر جنون ۾،
گريبان ڪان اڳي سينو نڪر ڪر. "عبد" هاقلي

(۲۱) صنعت تضمين: ڪنهن ٻئي شاعر جي مصرع پنهنجي شعر ۾ مناسب طرح ملائڻ کي تضمين چئبو آهي.

مثال: ادا "مسڪين" کي وهه وا وٺي "سالڪي" سندي مصرع. "مسڪين"
"نماڻي نار آهيان ٻر، وڏن جا وڻ وڃائيندين." "سالڪي"

## علم بيان

علم بيان اهڙن قاعدن جو نالو آهي، جن جي ڄاڻ سان انسان هڪ ڳالهه کي ڪيترن طريقن سان ادا ڪري سگهي ٿو.

علم بيان جو بنياد هيٺين چئن چيزن تي رکيل آهي:

۱- تشبيه ۲- استعاره ۳- مجاز مرسل ۴- ڪنايه.

## ۱- تشبيهه

تشبيه: هڪ شيءِ کي ڪنهن صنعت جي اعتبار کان ٻي شيءِ والگر ظاهر ڪرڻ کي تشبيه چئبو آهي. مثلاً "ٻچل شينهن جهڙو بهادر آهي" هن جملي ۾ ٻچل کي بهادريءَ جي لحاظ کان شينهن سان تشبيه ڏني وئي آهي.

مثال: (۲) "جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٺن ويس." "شاهه"

هن مصرع ۾ مومل جي پوشاڪ کي گلن سان تشبيه ڏني وئي آهي.

تشبيه جي بيان ۾ پنجن شين جو ذڪر هوندو آهي، جن کي ارڪان تشبيه چيو ويندو آهي.

۱- مشبه: اها چيز، جنهن کي تشبيه ڏني وڃي، جيئن مٿين مثال ۾ ٻچل آهي.

۲- مشبه به: اها چيز، جنهن سان تشبيه ڏني وڃي، جيئن مٿين مثال ۾ "شينهن".

۳- حروف تشبيه: اهي لفظ يا اهو لفظ، جو تشبيه ڏيڻ لاءِ آندو وڃي. مثلا جهڙو، جيئن، وانگر، والگيان وغيره. جيئن مٿين مثال ۾ "جهڙو" لفظ آهي

۴- وجه تشبيه: جنهن صفت ۾ مشبه ۽ مشبه به شريڪ هجن، ان کي وجه تشبيه چيو ويندو آهي، جيئن مٿين مثال ۾ لفظ "بهادري" آهي.

۵- غرض تشبيه: اهو مقصد جنهن جي لاءِ ڪنهن شيءِ کي تشبيه ڏني ويندي آهي. جيئن مٿين مثال ۾ تشبيه جي غرض ٻچل جي بهادري ظاهر ڪرڻ آهي.

تشبيه جا ڪيترائي قسم آهن، انهن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

۱- تشبيه مطلق ۲- تشبيه مرڪب ۳- تشبيه مرسل ۴- تشبيه موڪد وغيره.

## ۲- استعارة

استعاره: هن جي لغوي معني آهي اڌارو وٺڻ. استعاره جي تعريف کي سمجهڻ لاءِ، اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته جو لفظ، جنهن معني جي لاءِ بنايو ويو آهي، جيڪڏهن ان جي

اهائي معنيٰ ورتي وڃي، ته ان کي حقيقت يا حقيقي معنيٰ چئبو آهي. پر جيڪڏهن ان جي اها معنيٰ نه ورتي وڃي، بلڪ اهڙي معنيٰ ورتي وڃي، جنهن جي لاءِ اهو لفظ نه بنايو ويو آهي ته ان کي مجاز يا مجازي معنيٰ چوندا آهن.

جڏهن ڪنهن لفظ جي حقيقي ۽ مجازي معنائن ۾ تشبيه جو ڳانڍاپو پيدا ڪيو ويندو آهي، ته اهڙي مجاز کي استعاره چيو ويندو آهي. استعاره ۾ صرف تشبيه نه ايندو آهي، مشبه کي عين مشبه به سمجهيو ويندو آهي.

مثال: ”بچل شير آهي“، هتي اهو چوڻ جي بجاءِ ته بچل شير جهڙو بهادر آهي، اهو چيو ويو آهي ته ”بچل شير آهي.“ يعني بچل، جو مشبه آهي ان کي عين مشبه به يعني ”شير“ سمجهيو ويو آهي.

مثال: ”واڪو ڪنديس وو، مون سين جبل تو جاڙون ڪري.“ (شاهه)

هن مصرع ۾ بي جان ڏونگر کي جاندار واري وصف ڏيئي، استعاري جي حالت ۾، سندس ظلم جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

استعاره جا ڪيترائي قسم آهن. ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

١- استعاره بالڪنايه ٢- استعاره بالتصريح ٣- استعاره و قافيه ٤- استعاره عناديه ٥- استعاره مطلق ٦- استعاره مجرده ٧- استعاره مرشحه وغيره.

## ٣- (مجاز مرسل)

مجاز مرسل: جڏهن ڪنهن لفظ کي مجازي معنيٰ ۾ استعمال ڪجي، حقيقي ۽ مجازي معنائن ۾ تشبيه کان سواءِ ڪو ٻيو ڳانڍاپو هجي ته ان کي مجاز مرسل چيو ويندو آهي. يعني جيڪڏهن ڪو شاعر ڪنهن شيءِ جي عام نالي وٺڻ بدران، ان شيءِ جو نالو کڻي، جنهن مان اها شيءِ ٺهيل آهي، يعني جز چڙي ڪل استعمال ڪري يا ڪُل ڇڏي جُز استعمال ڪري.

مثال: ڪاتيءَ ڪولهي ڏوهه، ڳن ويلڙ هٿ ۾،
پسڻو پر عجيبن جي، لڇڻو وڃي لوهه! (شاهه)

هتي ڪاتيءَ جي بدران لوهه استعمال ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته ڪاتي خود لوهه مان ٺهيل آهي. يعني ”ڪُل“ ڳالهائي ”جُز“ مراد ورتي ويئي آهي.

مثال (٢): اپيون اوري پار ڏي، ڪُوڙيون ڪک پچن. (شاهه)

هتي ڪُل جي بدران جز استعمال ڪيو ويو آهي، يعني ”ٽِرهي“ جي بدران ”ڪک“ استعمال ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته ترهو ڪکن منجهان ٺهندو آهي.

مجاز مرسل جا گهڻائي طريقا آهن، جن کي مجاز مرسل جا قسم سڏيندا آهن:

## ۴- (ڪنايه)

ڪنايه: لغت ۾ ڪنايي جي معنيٰ آهي ڳجهي ڳالهه ڪرڻ. علم بيان جي اصطلاح موجب، جيڪڏهن ڪو لفظ استعمال ڪري ان جي لازم (مجازي) معنيٰ مراد ورتي وڃي، ليڪن جيڪڏهن اتي ان جي حقيقي معنيٰ ورتي وڃي، تڏهن به جائز هجي، ته ان کي ڪنايه چوندا آهن. ٿورن لفظن ۾ ڪنايه ان لفظ يا الفاظ ۾ هوندو آهي، جنهن جي لازم معنيٰ مراد هجي ۽ حقيقي معنيٰ به مراد وٺي سگهجي.

مثال: ڪاتي جا قريب جي، سا هڏ چيري چم،

هيءُ تنين جو ڏيهه، ڪاتي جنين هٿ ۾. (شاهه)

--

ڪاتي جن ڪري، مان لڱ لڳي تن سين. (شاهه)

شاهه صاحب محبوب جي جور و جفا لاءِ ڪاتيءَ جو ڪنايو استعمال ڪيو آهي. يعني ڪاتيءَ جي لازمي معنيٰ آهي محبوب جو جور و جفا. ۽ جيڪڏهن ڪاتيءَ جي حقيقي مراد ورتي وڃي، تڏهن به جائز آهي.

ڪنايه جي استعمال جون ٽي صورتون آهن:

۱- ان لفظ يا الفاظ مان صرف موصوف جي ذات مراد هجي.

۲- ان افظ يا الفاظ مان صرف موصوف جي ڪا صفت مراد هجي.

۳- ان لفظ يا الفاظ مان ڪنهن صفت جي نفي يا اثبات مقصود هجي.

ڪنايه جا هيٺيان قسم آهن:

۱- ڪنايه قريب: اهو جو آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي وڃي.

۲- ڪنايه بعيد: جيڪڏهن ڪيترئون صفتون آنديون وڃن، جن جي جمع ڪرڻ سان موصوف ذهن ۾ اچي ته ان کي ڪنايه بعيد چئبو.

۳- تعريض: جنهن ۾ موصوف مذڪور نه هجي.

مثلاً: ڪو شخص پڙهي ۽ ان تي عمل نه ڪري ۽ ان وقت چئجي ته "عالم اهو آهي، جو علم تي عمل ڪري" ته ان جملي مان مراد اها آهي ته شخص معلوم عالم نه آهي.

۴- تلويح: اهو ڪنايو جنهن ۾ لازم کان ملزوم تائين گهڻا واسطا هجن:

۵- رمز: جيڪڏهن ڪنايه ۾ واسطا گهڻا نه هجن، ليڪن ٿوري پوشيدگي هجي. ته ان کي رمز چوندا آهن. مثلاً "ننڍو مٿو، ۽ گهڻي ڏاڙهي" مان مراد آهي احمق.

۶- ايما و اشاره: جيڪڏهن ڪنايه ۾ نه واسطن جي گهڻائي هجي ۽ نه ڪجهه پوشيدگي ته اهڙي ڪنايه کي ايما و اشاره چوندا آهن:

مثلاً: حاجي صاحب سفيد ريش آهي، يعني پوڙهو آهي.

## وليرام ولڀ

# فلسطيني شاعر محمود درويش

[نوٽ: محمود درويش جو جنم ايڪر جي اڀرندي طرف ال-باورا ڳوٺ ۾ ۱۹۴۲ع ۾ ٿيو. بي گهر فلسطينين جي اڳواڻيءَ لاءِ مصر ڏانهن اسهڻ کان اڳ، هو حائيفه ۾ رهندو هو، جتي ال-اتحاد اخبار ڪيلدو هو. هو اڄڪلهه بيروت ۾ رهي ٿو. هيءُ مضمون اصل ۾ محمود درويش جو انٽرويو آهي، جو هڪ اسرائيل جي هڪ رسالي ڪي عبراني زبان ۾ ڏنو هو، جيڪو خود ڪلاميءَ (Monologue) جي صورت ۾ شايع ڪيو ويو هو. حيفا جي رسالي 'الجديد' اهو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جتان محمد ڪاظم اردوءَ ۾ آندو. هي مضمون ان جو ترجمو آهي.]

( ۱ )

مون کي پنهنجو اهو زمانو ياد آهي، جڏهن مان ڇهن ورهين جو هوس ۽ هڪ سرسبز ٽڪريءَ تي خوبصورت ۽ ساليتڪي ڳوٺ البروه ۾ رهندو هوس. انهيءَ ڳوٺ جي اڳيان عڪا جو ميداني علائقو ڦهليو هليو ويو هو. منهنجو تعلق هڪ وچولي طبقي واري گهر سان هو، جنهن جو گذر سفر پنهنجي پوک تي هو.

مان ستن ئي ورهين جو هوس ته منهنجي ٻالپڻ جون اڏايون هڪ ڪن ۾ ختم ٿي ويون. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته اهو ڪيئن ٿيو. اونهاري جي هڪ رات جو ڳوٺاڻا هميشه وانگي گهرن جي ڇتين تي سمهيا پيا هئا ته اڌي رات جو امان مون کي اوچتو لنب سان ڏولڏاڙي جاڳايو ۽ پوءِ ڪن ۾ مون پنهنجو پاڻ کي ڳوٺ جي سوين ماڻهن سان جهنگ ۾ ڊڪندي ۽ ڀڄندي ڏٺو. گوليون اسان جي مٿان تان لنگهي پئي ويون. مون کي ڪا خبر نه پئي ته اهو سڀڪجهه ڇا پئي ٿيو. هڪ رات جي لاڳيتي سفر جي نتيجي ۾ منهنجا گهڻا ئي مٽ مائٽ هيڏانهن هوڏانهن وکري ويا ۽ مان منجهانئن هڪ مائٽ سان گڏ هڪ اجنبي ڳوٺ ۾ آيس، جتي جا ٻار بلڪل ٻي طرح جا ٿي لڳا. مون ساڌ کيءَ سان ڪنهن کان پڇيو "مان ڪٿي آهيان؟" ۽ منهنجي ڪن تي پهريون ڀيرو "لبنان" جو نالو پيو.

مان هاڻي ياد ڪريان ٿو ته اها رات ٿي ته، هئي جنهن ڏاڍي بي رحميءَ سان منهنجي ٻالڀڻ جي اکيان ليڪ ڏيئي ڇڏي هئي. منهنجو بي فڪر ۽ ڏک کان بي خبر لنڌيڻ ختم ٿيو ۽ مون محسوس ڪيو ته ڄڻ مان الهن وڏن مان هڪ هجان. منهنجون ٻاراڻيون امنگون ۽ فرمائشون سڀ ختم ٿي ويون ۽ الهن جي جاءِ مصيبتن ورتي. مون کي الهيءَ زماني ۾، جو مون لبنان ۾ گذاريو، حقيقت ۾ سمجهه ايئي ته 'وطن' ڪهڙي شيءِ ٿيندي آهي. مان اهو تجربو ڪڏهن نه وساريندس، جڏهن سان زندگيءَ ۾ ٻهريون ڀيرو هڪ ڊگهي قطار ۾ بيٺو هوس، اهو ڪاڏو حاصل ڪرڻ لاءِ، جو سرڪاري امدادي ڪاتي وارن ورهايو پئي. الهيءَ ڪاڏي جو سڀ کان اهم جزو ٻيلو ٻنور هولدو هو. انهن ڏينهن ۾ منهنجي ڪنن تي ڪي لفظ اهڙا پيا جن منهنجي اکيان هڪ نئين دنيا جو در کولي ڇڏيو- وطن، جنگ، خبرناما، بي گهر، فوج، سرحدون- ۽ الهن لفظن وسيلي مون هن نئين دنيا کي ڏٺو، سمجهيو ۽ ساڻس واقفيت ٿي- انهن حالتن ۽ واقعن مون کان منهنجو لنڌيڻ کسي ورتو.

( ۲ )

هڪ ورهيه کان وڌيڪ عرصي کان پوءِ، جنهن ۾ مون هڪ بي گهر ٻنجي زله کي گذاري هئي، مون کي ٻڌايو ويو ته اسان پنهنجي ڏينهن گهر واپس موٽي رهيا آهيون. مان اها سموري رات سمهي نه سگهيس. ايڏي گهڻي خوشي ٿي هئي جو اک لڳڻ جو ته سوال ئي اٿي آٿيو ۽ گهر ڏانهن واپسي جي معنيٰ مون لاءِ اها هئي ته آنهيءَ پيلي ٻنير کان هميشه جند ڇٽي پولدي ۽ لبالي ٻارن جون ڇٽرون ۽ الهن جو اسان کي 'بي گهر' جي بيقدري واري سان سڏڻ به هميشه لاءِ ختم ٿي ويندو.

اسان واپسيءَ جي سفر تي لڪتاسين. رات ڏاڍي اولداهي هئي. هر شيءِ اولداه ۾ ڍڪيل هئي. اسان ٿي ڇٽا هئاسين- مان، ڇاڇو ۽ هڪ رستو ڏيکاريندڙ، جو ٽڪرين ۽ ماٿرين جي پراسرار رستن جو واقف هو. مون کي ياد آهي ته اسان کي ڪن موقعن تي ڪهڙي طرح پيٽ پر رڙهڻو پولدو هو ته جيئن ڪو اسان کي ڏسي نه وٺي. اهڙي طرح الهيءَ ٿڪائيندڙ سفر کان پوءِ مون پنهنجو پاڻ کي هڪ وسنديءَ ۾ پاتو ۽ مون کي اهو ڄاڻي مايوسي ٿي ته اسان ديرالاسد ۾ اچي پهتا هئاسين، جو منهنجو ڳوٺ نه هو. نه منهنجو گهر آتي هو، نه منهنجون گهٽيون ۽ پاڙو. مون پڇيو "اسان پنهنجي گهر ڪڏهن هلنداسين؟ پنهنجي گهر ۾ ڪڏهن وڃي رهنداسين؟" پر منهنجن الهن سوالن جا جيڪي جواب ڏنا ويا ٿي، الهن مون کي مطمئن اٿي ڪيو ۽ گهڻو ڪري ته اهي منهنجي سمجهه کان مٿي هولدا هئا. منهنجي سمجهه ۾ لتي آيو ته ڳوٺ تباه ڪيئن ٿي ٿي سگهيو ۽ منهنجي دنيا هميشه لاءِ صفحه هستيءَ کان ميسار جي ڪيئن ٿي سگهي. مون کي ڪجهه ته سڌ پوي ها ته ليث منهنجي هن دنيا کي برباد ۽ ويران ڇو ڪيو ويو ۽ انهن ڪندڙ آهي هئا ڪير؟

(٣)

هو ريان هوريان مان وڏن جي زندگي ۽ انهن جي مسئلن مان مانوس ٿيندو ويس ۽ ايئن مون کي سڌ پيئي تہ مان پنهنجي سپنن جي شهر ۽ ان جي گهٽين ۾ واپس نہ آيو هوس، پر هڪ ٻي گهر رکيو پنهنجو پتو ۽ ٺڪاڻو تبديل ڪيو هو. مان لبنان ۾ بہ هڪ ٻي گهر هوس ۽ پنهنجي وطن ۾ واپس اچي بہ هڪ ٻي گهر جي زندگي بسر ڪري رهيو هوس، ۽ هاڻي جڏهن مان اهي ڳالهيون ڪري رهيو آهيان، ۽ منهنجي عمر اٺاويهہ ورهيہ ٿي چڪي آهي، مان انهيءَ زماني جي باري ۾ چڱيءَ طرح اندازو لڳائي سگهان ٿو. اسان جڏهن انهن ٻنهي صورتن جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪريون ٿا تہ انسان غير جي ڌرتيءَ تي ٻي گهر هجي ۽ وري پنهنجي وطن ۾ بہ ٻي گهر ٿي رهي تہ انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو تہ پنهنجي وطن ۾ ٻي گهرائي ڏاڍي وحشت ناڪ هوندي آهي. جلاوطنيءَ جي اذيت، خواهشون، تمنائون ۽ واپسيءَ جي ڏينهن جو انتظار، اهي اهڙيون ڳالهيون آهن جن جو ڪو سبب ۽ ڪارڻ هوندو آهي، پر توهان پنهنجي ئي وطن ۾ ٻي گهر بنجي رهو، انهيءَ جو ڪو ڪارڻ ۽ منطق سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي!--پوءِ جڏهن انسان جي ڄمار وڌندي وڃي ٿي تہ انهيءَ گهٽ جي ڪيفيت کان ٻاهر اچي ٿو. ان وقت محسوس ٿئي ٿو تہ پنهنجي وطن ۾ اسان جي وجود جو-- ڀل اهو ڪنهن بہ حالت ۾ هجي--ڪارڻ آهي. ان وقت انسان جي زندگيءَ ۾ چئلينج جو عنصر داخل ٿيندو آهي، شعور ڪَر موڙي اٿندو آهي ۽ مسئلن جي حل تلاش ڪرڻ جي لڳن پيدا ٿيندي آهي. مون پنهنجي ڄمار جي هن ٽين مرحلي ۾ اهو حل ڳولهي ورتو، منهنجو ننڍپڻ هاڻي گذري چڪو هو ۽ مون کي احساس ٿيو تہ هاڻي مون کي Committed ٿيڻ جي ضرورت آهي ۽ اها وابستگي عام انداز جي ۽ سلبي نہ هئڻ گهرجي، بلڪ هڪ فعال ۽ ڪارگر قسم جي وابستگي، هڪ سوچيل سمجهيل، محسوس ڪيل سياسي وابستگي. ۽ اها هڪ قدرتي ڳالهہ آهي تہ سياسي شعور حد کان وڌيل حساسيت ۽ گذريل ڏينهن جي جذبن ڀريل يادن ۾ اعتدال پيدا ڪري ٿو، تنهنڪري مان چئي سگهان ٿو تہ منهنجون موجوده حالتون منهنجي لاءِ اڳي جي ڀيٽ ۾ نسبتاً سوليون آهن. پر جڏهن مان شعر چوڻ وهان ٿو تہ منهنجي اندر هڪ نفسياتي ۽ داخلي محاذآرائي ٿيندي ڏسان ٿو ان وقت هڪ فنڪار جي احساس، سياسي ڏاهپ ۽ هوشمندي جي وچ ۾ گفتگو ٿيندي آهي. مان نٿو چاهيان تہ هڪ فنڪار گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي سامهون ڪهڙي طرح جو روپ ڀري. ڪا ڳالهہ ناهي جيڪڏهن فنڪار پنهنجي سامهون اگهاڙو ٿي پوي.

(٤)

جڏهن مان ديرالاسد ۾ آيس تہ ٻي جماعت ۾ هئس. اسڪول جو هيڊ ماستر هڪ نيڪ خصلت انسان هو. مون کي ياد آهي تہ جڏهن ڪو انسپيڪٽر تعليم اسان جي اسڪول جو معائنو ڪرڻ ايندو هو تہ هيڊماستر مون کي پاڻ وٽ سڏيندو هو ۽ ڪنهن ننڍي ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيندو هو، انهيءَ ڪري حڪومت جا ماڻهو مون کي لڪي داخل ٿيل ۾ شمار ڪندا هئا ۽

منهنجا سڀيئي استاد مون کي انهن جي سامهون اچڻ کان بچائڻ چاهيندا هئا. اهڙين حالتن منهنجي خاص لفظن جي ذخيري -- بلڪ لغات زندگيءَ -- ۾ هڪ اڻون لفظ 'متسلل' (لڪي داخل ٿيندڙ) جو واڌارو ڪيو. جڏهن به پوليس انهيءَ ڳوٺ جو چڪر هڻندي هئي ته مون کي ڪنهن الماريءَ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪايو ويندو هو، الهيءَ ڪري منهنجو آتي -- پنهنجي وطن ۾ -- ڇڙواڳ ٿي رهڻ بند هو. مون کي منهنجي وڏن سمجهائي ڇڏيو هو ته مان اڻين ڪڏهن به نه سچان ته 'مان لبنان ۾ هوس'، بلڪ انهيءَ جي بدران ائين چوان ته مان آتر پاسي ڪنهن بدوي قبيلي ۾ هليو ويو هوس. مون ائين ئي ڪيو، جيئن مان پنهنجا اسرائيلي سڃاڻپ-ڪارڊ حاصل ڪري سگهان -- باقي رهي قوميت، ته آها پنهنجي وطن ۾ اڃا تائين حاصل نه ڪري سگهيس.

( ٥ )

منهنجو شمار ذهين شاگردن ۾ ٿيندو هو. مان عربي ادب جو ڪيڙو هئس ۽ پنهنجي شاعري ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ۾ مون ايام جاهليت واري شاعريءَ جو نقل ڪيو،

۽ اڄ مون کي اهو ڪجهه اڻ وڻندڙ لڳي ٿو ته مان پنهنجي ڇهري تان ڀرپور پيرو مڪوتو لاهيان. مون کي ان وقت مصوريءَ ۾ چڱي مهارت حاصل ٿي ويئي هئي ۽ جيڪڏهن مان ڪجهه پئي قسم جي حالتن ۾ هجان ها ته شاعر ٿيڻ جي بدران مصور ٿيان ها. سون مصوريءَ کان پاسو ڇو ڪيو؟ الهيءَ جو ڪارڻ جيڪڏهن اوهان کي پڌائيندس ته اوهان شايد کِلڻ لڳو. انهيءَ جو ڪارڻ تمام سادو آهي. منهنجي پيءُ وٽ ايترو پيسو نه هو، جو هو مون کي مصوريءَ لاءِ رنگ برش وغيره خريد ڪري ڏيئي سگهي. هو لڪڻ پڙهڻ جو سامان به مشڪل سان وٺي ڏيئي سگهيو ٿي. مون کي پنهنجي الهيءَ بيوسيءَ تي ڏاڍو ڏک هو. مون ڪئين پيرا الهيءَ ڳالهه تي لڙڪ لاڙيا ۽ ليٿ مصوريءَ جو خيال لاهي ڇڏيم. الهيءَ زماني ۾ مون مصوريءَ جي شوق جي تلافيءَ ۾ شاعري ڪرڻ شروع ڪئي. شاعريءَ تي ڪو گهڻو خرچ به لڳي آيو.

منهنجي شروعاتي شاعرانه ڪوششن جا موضوع لنڊيڻ جا سادا جذبا هوندا هئا. مان ڪڏهن نثر به لکندو هوس، تمام ئي ڏوس ۽ پنهنجي ڄمار جي لحاظ کان ڪجهه وڏيڪ ئي گنڀير قسم جي موضوعن تي. منهنجا آستاد مون کي لکڻ تي همٿائيندا هئا ۽ مان اڄ تائين انهن مان ڪن جو -- جن مان اسان جو هڪ ترقي پسند آستاد لمر مرقس به هو -- نهايت ٿورائتو آهيان. انهن استادن منهنجي آڱر جهلي مون کي پنهنجي منزل ڏيکاري ۽ شاعريءَ جي راهه تي هلڻ سيکاريو.

( ٦ )

منهنجي شاعري اک کوليندي ئي منهنجي راهه ۾ ڪنڊا وڇائي ڇڏيا ۽ مون کي فوجي آمرن اڳيان آڻي بيهاريو. انهيءَ وچ ۾ رڳو هڪ واقعو پڌ جوڳ: مان اٺين ڪلاس ۾ پڙهندو هوس ۽ انهن ڏينهن ملڪ ۾ اسرائيلي رياست جو اڻون جنم-ڏينهن ملهايو پئي ويو. عرب

وسندين ۾ جلسا ترتيب ڏنا ويا، جن ۾ اسڪول جا ٻار به شامل هئا. منهنجي همدرد ماستر مون کي انهيءَ جلسي ۾ حصي وٺڻ لاءِ چيو، جو اسان جي ڳوٺ ديرالاسد ۾ منعقد ٿي رهيو هو. انهيءَ موقعي تي مان ــ زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ــ مائيڪروفون جي اڳيان بيٺس. مون کي مٽرين تائين پتلون پاتل هئي. انهيءَ جلسي ۾ مون جيڪو نظم پڙهيو، اهو هڪ احتجاجي آواز هو، هڪ عرب ڇوڪري طرفان هڪ اسرائيلي ڇوڪري جي نالي؛ اهو نظم ته مون کي هاڻي ياد ناهي، انهيءَ جو خيال البت ياد آهي. اهو اهو ته 'اي دوست! تون جڏهن ۽ جيئن چاهين ڇمڪندڙ سج جي هيٺان کيڏي سگهين ٿو. تون چاهين ته پنهنجي لاءِ رانديڪا به حاصل ڪري سگهين ٿو، پر مان انهن مان ڪجهه به ڪري نٿو سگهان. مون وٽ اهو ڪجهه ناهي جو تو وٽ آهي. تو وٽ پنهنجو گهر آهي، منهنجو ڪو گهر ناهي. مان هڪ بي گهر آهيان. عيدون ۽ خوشيون سڀ تنهنجي لاءِ آهن، مون لاءِ انهن مان ڪجهه به ناهي ــ ۽ انهيءَ جو ڪارڻ ليٺ ڪهڙو آهي، جو اسان گڏجي کيڏي نٿا سگهون؟'

ٻئي ڏينهن مون کي مجدالڪروم جي فوجي اڏي تي سڏايو ويو. مان ويس ۽ ڪاٺين گهٽيءَ گاريون ۽ ڌمڪيون ٻڌم. مون کي سمجهه ۾ نه آيو ته مان کين ڪهڙو جواب ڏيان. آفيس مان ٻاهر اچي مان اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳس، انهيءَ ڪري جو انهن جي ڌمڪين جو آخري جملو اهو هو ته "جيڪڏهن تو آئينده ڪڏهن اهڙو شعر لکيو ته تنهنجي پيءُ کي پٿرن جي کاڻ جي ڪم تان ڪڍيو ويندو." مون کي اهو ياد ڪري افسوس ٿئي ٿو ته انهيءَ فوجي آفيسر جي ڌمڪين مون تي اوچتو اثر ڪيو ۽ مون ٻاراڻي منطق کان پنهنجو پاڻ کي چيو: "مان انهيءَ جو بدلو ضرور وٺندس ۽ في الحال ڪجهه نه لکندس." منهنجو ٻاراڻو عقل اهو سمجهڻ کان قاصر هو ته آخر منهنجي انهيءَ نظم هڪ فوجي آفيسر کي ايڏو ڪاوڙائي ڇو وڌو هو. اڄ مان انهيءَ امر کي لکيت ۾ آڻڻ چاهيان ٿو ته اهو فوجي آفيسر يهودي هو جنهن جي سامهون مون ساڻس ڳالهايو هو. انهيءَ جي رويي منهنجون سڀ راهون بند ڪري ڇڏيون. جيڪڏهن حالتون اهي آهن، مون سوچيو، ته پوءِ مان هڪ يهودي ٻار کي خطاب ئي ڇو ڪريان؟ اهڙيءَ طرح اهو فوجي آفيسر ٻڇڙائيءَ جو هڪ اهڙو اهڃاڻ بنجي ويو جو ٻن قومن جي باهمي تعلق ۾ زهر ملائي ٿو ڇڏي ــ ايتري عرصي کان پوءِ هاڻي ڪٿي وڃي مان انهيءَ لائق ٿيو آهيان، جو انهن سوالن جا جواب ڏيئي سگهان، جن اُن وقت مون کي لاجواب ڪري ڇڏيو هو.

( ٧ )

خوشقسمتيءَ سان منهنجي زندگيءَ ۾ هڪ ٻي شخصيت اهڙي آئي جا انهيءَ فوجي آفيسر جي بلڪل ابتڙ هئي. انهيءَ واقعي کي چند ئي مهينا ٿيا هئا ته مان ڪفرياسيف جي هاءِ اسڪول ۾ هليو آيس. آتي منهنجو واسطو هڪ ٻي يهودي شخصيت سان پيو جا هُن پهرين شخصيت کان بلڪل مختلف هئي. اها هئي اسان جي ماسترياڻي شوشنا، جنهن جون ڳالهيون ڪنهن

مان اچ تائين ڪڏهن نہ ٿڪس. آها ماستريائي نہ هئي، ماءُ هئي. هن مون کي نفرت جي جهنم مان ٻاهر ڪڍيو. هوءَ جيتري قدر منهنجو تعلق آهي، هڪ اهڙو پُرخلوص خدمت جو امڪان هئي، جو هڪ ليکڪ سيرت يهودي پنهنجي قوم لاءِ پيش ڪري سگهي ٿو. مون کي شوشنہ انهيءَ تي همٿايو تہ مان توراة جو بطور هڪ ادبي شاهڪار اڀياس ڪريان ۽ شاعر بيالڪ جي شاعري پڙهان — بنا هن جي سياسي وابستگين ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي، رڳو هن جي شاعرائي درد جي خاطر. هن اسان تي نصابي ڪتابن جو اهڙو بار مڙهڻ جي ڪڏهن ڪوشش نہ ڪئي، جنهن جو مقصد پنهنجي موروثي ثقافت کان ڌ ڪار هجي.

( ٨ )

ڪجهہ هفتا ٿيا، اسان عربي ترقي پسند رسالن جي ايڊيٽرن حيفا ۾ هڪ صحافتي ڪانفرنس ڪوٺائي، جنهن ۾ ڪن صحافين — جيڪڏهن مان نرم لفظن ۾ چوان — تمام اڻ وڻندڙ ڳالهيون ڪيون ۽ اسان جي احساسن ۽ اسان جي مسئلن جو ذرو بہ خيال نہ ڪيو. ڳالهين جي دوران مون هڪ صحافيءَ کي چيو تہ 'عل همشمار' جي رسالي ۾ انهيءَ صبح اها خبر شايع ٿي تہ بسعور جي ڪيبوتس جي تعمير تي ويهہ ورهيہ گذرڻ جو جشن ملهايو ويو. انهيءَ خبر جي خيال کان اهو جشن بي‌نظير هو. مون صحافيءَ کي چيو: "افسوس آهي جو مان توسان اڄ ڪجهہ صاف صاف ڳالهيون ڪرڻ لڳو آهيان: ۽ آهي اِهي آهن تہ هن موقعي تي مان توهان جون اهي خوشيون ۽ جشن قدرتي سمجهان ٿو، پر مان انهيءَ ۾ حصو وٺڻ کان لاچار آهيان."

"ڇو؟" هن حيران ٿي پڇيو.

"انهيءَ ڪري جو اهي خوشيون منهنجي کنڊهرن ۾ ملهائجي رهيون آهن. بسعور جو ڪيبوتس ۽ 'احيهود' جي نئين آبادي — ٻئي منهنجي ڳوٺ جي کنڊهرن تي آباد ٿيون آهن، منهنجي ٻاڙي ۽ منهنجي پنهنجي گهر جي کنڊهرن تي."

"اهي ڳالهيون هاڻي ماضيءَ جو حصو بنجي چڪيون آهن. اهي وسارڻ ئي بهتر آهن." هن مون کي آٿت ڏيندي چيو.

"اهي وساري ڇڏيان؟ اهو ڪيئن ممڪن آهي، جڏهن انهن در و ديوار جي ياد منهنجي دل جي گهراين ۾ آهي."

مان جڏهن لبنان کان واپس آيو هوس تہ منهنجي گهر وارن مون کي خبردار ڪيو هو تہ منهنجو انهن هنڌن تي وڃڻ، جتي مان ڄائو هوس ۽ جتي منهنجو ننڍپڻ گذريو هو، خطري کان خالي نہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن مان آتي ڪنهن طرح پڪڙجي پيس تہ پوءِ لبنان موڪليو ويندس. اهڙيءَ طرح مان ڪافي عرصو ان طرف وڃڻ کان ڪيپائيندو رهيس. ١٩٦٣ع ۾ مان لڪندو، هڪ پهري آتي وڃي نڪتس (انهيءَ علائقي ۾ اسان جي داخلا هولڻ بہ بند هئي) — مون کي پنهنجي سموري ڳوٺ جي پراڻين شين ۾ سواءِ هڪ دبول جي ٻيو ڪجهہ ڏسڻ ۾ نہ آيو ۽ اهو بہ هاڻي اصطبل جو ڪم ڏيئي رهيو هو. مون انهيءَ اجڙيل، منسان جاءِ جو جيڪو منظر

پنهنجي اکين سان ڏٺو، ان کان پوءِ اهو ٻڌائڻ جي ضرورت اٿي رهي ته منهنجو اهو پهريون ۽ پڇاڙي جو گهرو هو. مون اتي پنهنجي ننڍپڻ جو گهر ۽ گهٽيون ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي پر سواءِ ڪنڊن ۽ جهنگ جي اتي ٻيو ڪجهه نه هو. لڪو اتي گهر باقي هو ۽ نه ٻي ڪا شيءِ. هرطرف جهنگ ڦهليل هو-- مان انهيءَ هنڌ تي وري ڪڏهن نه ايندس، مون دل ۾ پڪو پهه ڪيو. اها منهنجي آخري ياترا هئي جا مون پنهنجي ڳوٺ جي ڪجهه دوستن سان گڏ ڪئي. انهيءَ سموري عرصي ۾، ۽ ڪجهه دير انهيءَ کان پوءِ تائين اسان بلڪل ماٺ ۽ چپ بند ڪري ويٺا رهياسين-- اتي گهمندي گهمندي اسان کي يمن جو هڪ ڏنار مليو، جو 'احيهود' جي نوآبادي ۾ رهندو هو. مون کيس چيو: "تون ۽ مان هڪئي ڳوٺ جا رهاڪو آهيون." پر هو ساده سوده ماڻهو منهنجي ڳالهه سمجهي نه سگهيو. مون به نه چاهيو ته کيس پنهنجي ڳالهه جو مطلب سمجهايان.

(٩)

انهيءَ ڏنار جي اوچتائي مون کي سمجهه ۾ اچي ٿي جو هو هڪ ڳوٺاڻو اوجهه نوجوان هو پر مون کي اسرائيل ۾ رهندڙ گهڻن يهودي دانشورن جو رويو سمجهه ۾ نٿو اچي. منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي ته جيڪڏهن سندن ڪنهن فرد کي دنيا ۾ ڪنهن هنڌ ڪا تڪليف پهچي ٿي ته واويلا ٿا مچائي ڏين، پر اسرائيل ۾ رهندڙ پنهنجي عرب هم وطنن سان اهي چاڻ سڃاڻ جو ڪو تعلق قائم ڪرڻ نٿا چاهين. مون کي ياد آهي جڏهن مان يورپ ۾ هئس ته ڪئين اتان جا ليکڪ مون کان اهو سوال پڇندا هئا، ۽ مون کان ان جو ڪو جواب ڪونه سجهندو هو ته عربي شاعري ۽ عبراني شاعري هڪٻئي تي ڇو ٿي اثرانداز ٿئي؟ انهن ليکڪن کي جڏهن انهن جڳهين جي سڌ پوندي هئي، جن مان هڪ عرب شاعر کي گذرڻو پوندو آهي ته اهي اهو ڄاڻڻ چاهيندا هئا ته انهيءَ صورت ۾ عرب شاعرن ۽ انهن جي ساٿي عبراني ليکڪن جي آزادي پسند اڪثريت ڪي ملي جيڪو محاذ قائم ڪرڻ گهرجي، ان جا امڪان ڪهڙا آهن؟

"ڪجهه به نه" مان ڪين مايوسي ڀريو جواب ڏيندو هوس، انهيءَ ڪري جو مون کي خبر هئي ۽ مون کي انهيءَ جو افسوس آهي ته اسرائيل ۾ مردماڻي ايڏي شاؤ و نادر جهڙا منصف مزاج ۽ حريت پسند ليکڪ نه هئڻ جي برابر آهن. ٻاهرين ماڻهن جي انهن سوالن کان متاثر ٿي مون رسالي 'الجديد' جي هڪ ايڊيٽوريل ۾ انهيءَ مسئلي کي کنيو ۽ پنهنجي اسرائيلي هم وطنن کان انهيءَ سوال جو جواب طلبيم. مان اڃا ڪجهه وقت انهيءَ اميد ۾ رهڻ چاهيان ٿو ته مون کي سوال جو جواب هڪ ڏينهن ضرور ملندو-- مان ائين نٿو چوان ته يهودي ليکڪ ۽ شاعر اسان جي مؤقف سان پوري طرح سهمت ٿين ۽ اهو مڃين. مان ته ساڻن رڳو واقفيت جي درخواست ڪريان ٿو. مان چاهيان ٿو ته هو اسان ڏانهن ڪن ڏين ۽ اسان جي ڳالهه ٻڌن. ڇا اها شرم جي ڳالهه ناهي ته اسان ليکڪ ٿي ڪري به هڪٻئي جي باري ۾ ڪجهه به نه ڄاڻون. فرانس ۾ حال ئي ۾ ليکڪن جي جيڪا ڪانفرنس ٿي هئي، انهيءَ ۾ اسرائيل جي سرڪاري وفد

۽ هڪ لبناني اديب جي وچ ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو هو، اهو انهيءَ ڳالهه جي دعوت ڏئي ٿو ته هتي جي اسرائيل ۾ رهندڙ عبراني ۽ عرب ليکڪن جي باهمي تعلقاتن جي باري ۾ گنڀيرتا سان سوچيو وڃي! —انهيءَ مسئلي جو هڪ سستو ۽ سولو حل اسرائيل جا صحافتي حلقا هيئن پيش ڪن ٿا ته اهي چند غير معروف ۽ بي وقعت ناﻻ وٺي چون ٿا ته اسرائيل ۾ عربي ادب جي تحريڪ جا نمائندگي ڪندڙ بس اهي ئي ماڻهو آهن، ۽ ٻئي طرف اهي عربي شاعريءَ جي صحيح نمائندن کي اهڙي رنگ ۾ اڳيان آڻين ٿا ته اهي ماڻهو يهودين جي ٻويان خواهه مخواهه پيا آهن ۽ پنهنجي ڪلهن تي پنهنجا الڳ ڪتبا کنيا اٿن! —مان انهن ٻنهي صورتن تي احتجاج ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڇا ٿو ڪري سگهان.

اسرائيل ۾ عربي ادب کان ناواقفيت خالص سياسي سوچن جي پيداوار آهي. هتي نشر و اشاعت تي جيڪي ماڻهو ڇانيل آهن، اهي هڪ عبراني پڙهندڙ جي اڳيان عربي ادب جي 'حقيقت' ابتا آڻڻ چاهين. اهي انهيءَ ادب جي پڙهندڙ کان ڊڄل آهن. ڪين ڊپ آهي ته اهو ادب جيڪڏهن يهودي عام ماڻهو تائين پهتو ته گهڻيون ديوارون جيڪي وچ ۾ اڀيون ٿيل آهن، ڪيري پونديون. انهيءَ ڪري جو فلسطين جي عربي ادب جو موضوع احتجاج آهي. هڪ اهڙي صورت حال تي احتجاج جا سراسر غير منصفاڻه آهي، ۽ اهو دنيا جي هر ٻي احتجاجي ادب جهڙو آهي. جهڙوڪي عالمي ادب مان انهيءَ ادب جو هڪ مثال جيمس بالڊون جو ڏيئي سگهان ٿو، جنهن جي ڪتاب 'منهنجو نالو ڪوبه نٿو ڄاڻي' (NOBODY KNOWS MY NAME) اسرائيلي ڪنن لاءِ هڪ دل ڏاريندڙ دانهن آهي، انهيءَ ڪري جو انهيءَ ۾ انهن حالتن جون ٻه صورتون هڪٻئي سان بلڪل ٺهڪيل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون— تمام ٿورا ماڻهو اسرائيلي معاشري ۾ اهڙا آهن جن کي اسان جي نالن جي سڌ آهي ۽ اسان جي مسئلن کان واقف آهن مثال طور يهود عميهائي ۽ داليه ريبڪونٽش، وٽن هڪ نفسياتي حيرت زدگي ڏسي ڪجهه اميد ٿئي ٿي ۽ اهو خيال ٿئي ٿو ته هن سرزمين ۾ ڪي فرد اهڙا ضرور آهن جن جي اندر ٻين کي سمجهڻ جي حس موجود آهي.

اسان کي سڃاڻو، اسان کان واقف ٿيو! اهو ئي مان هر هر پنهنجي هم وطن يهودي ليکڪن کي چوندو آهيان. ۽ مان عبراني پڙهندڙن جو ڌيان انهيءَ حقيقت ڏانهن ڇڪائڻ چاهيان ٿو ته اسرائيل ۾ گهڻا ئي ماڻهو نابلس جي رهاڪو شاعره فدوي طوقان کي سڃاڻين ٿا، جنهن اسرائيلي قبضو ٿيڻ رکيو ٻه ورهيه لڳا آهن، پر اهي انهن شاعرن کان بي خبر آهن جي ايڪيهن ورهين کان اسرائيلي قبضي ۾ رهندا پيا اچن. منهنجو اهو اعتراض، مون کي خبر آهي، ڏکوئيندڙ ۽ اڻ وڻندڙ آهي. پر مون کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. ۽ منهنجي اها ناراضگي انهن يهودي ليکڪن سان ناهي جن جون دليون تعصب سان ڀريل آهن. منهنجي اها شڪايت انهن ليکڪن سان آهي جي ترقي پسند سڏرائڻ پسند ڪن ٿا. مان ڪهڙن چوان ٿو ته اچو اول هڪٻئي کي سمجهون ۽ پوءِ هڪٻئي سان بحث ڪريون.

انقلابي ادب سان منهنجي واقفيت پنهنجي هاءِ اسڪول جي تعليم جي زماني ۾ ٿي. مان ’الاتحاد‘ ۽ ’الجديد‘ رسالا پڙهندو هوس ۽ انهيءَ سان گڏ مون مشهور ليکڪن جو به اڀياس ڪيو. انهيءَ جو اثر اهو ٿيو جو مون کي پنهنجو رستو محسوس ٿيڻ لڳو ۽ منهنجي زندگيءَ ۾ روشنيءَ جو هڪ ڪرڻو ظاهر ٿيو. مان تعليم جي پڇاڙيءَ واري زماني ۾ ڪجهه عرصو ادبي تحرّير جو شڪار رهيس. مان پاڻ پنهنجو اظهار ڪهڙي طرح ڪريان؟ مان هڪ خاص قوميت رکندڙ نوجوان آهيان، جنهن جا پنهنجا ڪجهه مسئلا آهن ۽ انهيءَ سان گڏ مان اسرائيل جي رياست ۾ رهان ٿو. مون پنهنجي انهيءَ سوال جو جواب ڄاڻڻ چاهيو ٿي ته ’ڇا اهو منهنجي پاڳ ۾ لکيل چڪو آهي ته منهنجون ٻه وابستگيون پاڻ ۾ متضاد هجن؟‘ اهو سوال جو هڪ مٿاڇري نظر ۾ تمام سادو لڳي ٿو، مان ڇا ٻڌايان ته هڪ آيرلنڊ نئين نسل لاءِ اهو ڪيڏو ڏکيو ۽ پيچيدو ٿي سگهي ٿو. مون کي انهيءَ جو جواب سولائي سان نه مليو. مون اهو هن ريت حل ڪيو آهي ته:

”قومن جي وچ ۾ ڪڏهن ڪو بنيادي تضاد نه هوندو آهي، بشرطيڪ انهن جا پاڻ ۾ لاڳاپا مساوات ۽ انصاف جي بنيادن تي قائم هجن.“

مان انهن ڏکن ۽ تڪليفن جي باوجود، جي ظالم سان جنم وٺن ٿيون، هميشه اها ڪوشش ڪندو آهيان ته انسانيت جا اهم عنصر پنهنجي اندر ۾ بچائي رکان. مان انسان ذات ۽ پنهنجو پاڻ کي قومي تعصب کان مٿاهون رکان. مان اها ڳالهه منافقت سان اٿو چوان، ۽ انهيءَ ڪري ته مان اوهان کان ۽ اوهان جي واسطي سان عبراني پڙهندڙن سان مخاطب آهيان. مون کي سادگي ۽ سچائيءَ سان چئي ڏيڻ گهرجي ته منهنجو يهودين سان ڪو وير ناهي ۽ مان پوري ادراڪ سان اوهان کي اهو ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته انسان—چاهي اهو ڪهڙي رنگ جو هجي ۽ ڪنهن به نسل سان هن جو تعلق هجي—منهنجي لاءِ هڪ خزانو آهي.

مون کي پنهنجي انهيءَ انسانيت تي فخر آهي، ۽ مان ٻهريون عرب شاعر آهيان جو هڪ اسرائيلي سپاهيءَ کي جون جي جنگ کان پوءِ به پنهنجي انساني رشتي جي واسطي مليو هئس. اهو هن ريت ٿيو جو جون جي جنگ کان پوءِ به جنهن مون کي هڪ پيرو وري ختم ڪري ڇڏيو، مون پنهنجي انساني وابستگي جو پلؤ هٿان نه ڇڏيو. مون هڪ نظم لکي، جنهن جو عنوان هو ’هڪ سپاهي، جو اڇن گلن جا سپنا ڏسي ٿو.‘ اهو نظم، هڪ اهڙي اسرائيلي سپاهي سان منهنجي گفتگو هئي جو جنگ تان انهيءَ ڪري نامراد ۽ ڏکوئجي موٽيو هو جو ڪائنس سندس انساني رشتو سندس هٿان ڇڏائجي ويو هو. مون هن سان گڏ ويهي چار جام پيتا ۽ انهيءَ دوران اسان گفتگو ڪئي ۽ هن جي ٻهرين پريت ۽ سندس روزمره جي مسئلن جون ڳالهيون ڪيون—سواءِ انهيءَ جي جو اسان تي قومي تعصب جو ڪو پاڇو به پيو هجي، انهيءَ

سپاهي پنهنجو الدر ڪولي منهنجي اڳيان رکي ڇڏيو ۽ مون سندس ايئن آدرڀاءُ ڪيو ڄڻ جنگ کان اڳ جو منهنجو ڪو ميت هجي-- منهنجي انهيءَ نظر تي هڪ شامي ليکڪ مون کي مٽي ڪٽي ڏلو. هن مون تي الزام هنيو ته مان عربي ۽ عالمي راءِ عامہ کي گمراهه ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهيان سندس خيال هو ته اهو اسرائيلي سپاهي هڪ خيالي ڪردار آهي ۽ انهيءَ سموري سلاقات جو حقيقت سان ڪو لاڳاپو ناهي. مون کي خوشي ٿي، جڏهن مون کي هڪ نوجوان نقاد رجاءالنقاش جو ڪتاب پڙهڻ لاءِ مليو، جنهن ۾ هن شامي ليکڪ جي ڳالهہ رد ڪندي لکيو هو ته 'هن خطي ۾ اسان جي يهودين سان سندن انسان هئڻ جي ناتي سان ڪا لڙائي ناهي. لڙائي رڳو عرب قوميت ۽ صيهونيت جي وچ ۾ آهي.'

هيل تائين عرب ملڪن ۾ فلسطين جي مسئلي تي جيڪا شاعري ڪئي ويئي آهي، انهيءَ باري ۾ هاڻي اسان جا سمجهدار نقاد اهو سمجهڻ لڳا آهن ته انهيءَ ۾ جذباتي ۽ جانبدارانه نعري بازي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ناهي. اهڙي شاعري هڪ يورپي دل ۾ جاءِ حاصل نٿي ڪري سگهي ۽ نہ اها انساني عدل ۽ انصاف جي جذبي کي موهي سگهي ٿي. اهڙن نقادن کي انهيءَ مسئلي جو ڪو حل جيڪڏهن مليو آهي ته فلسطين ۾ ڪئي ويندڙ عربي شاعري ۾، جنهن ۾ ڪين هڪ اهڙي انساني شاعري جا نمونا مليا آهن، جي بغض ۽ ساڙ ۽ مزاج جي گرمي ۽ ناراضگي ۽ سوچ ۽ فڪر جي قبائليت سان ارفع ٿئي ٿي ۽ جا پنهنجي ڳالهہ چوڻ لاءِ هڪ اعليٰ فني معيار اختيار ڪري ٿي ۽ مان بحيثيت هڪ اهڙي شاعر جي، جو پنهنجو عرب قومي ۽ انساني مزاج برقرار رکيو ويٺو آهي، اهڙي قسم جي شاعريءَ ۾ عقل سليم ۽ خالص ۽ بي ميل احساس جي ڪامراني ۽ انسانيت جي سوڀ ڏسان ٿو. انهيءَ جي اها معني ناهي ته مان قوميت کان انڪاري آهيان ۽ نہ انهيءَ مان اهو مطلب وٺي سگهجي ٿو ته مان ڏاڍ ۽ جبر جي ڪنهن شڪل کي جائز ۽ روا سمجهان ٿو-- انهيءَ جي معنيٰ رڳو اها آهي ته مان انسانيت ۽ سياست جي وچ واري فرق کي سمجهڻ جي صلاحيت رکان ٿو.

عرب دنيا ۾ ليکڪن ۽ تنقيد نگارن جي وچ ۾ گهڻو ڪري اهو بحث ٿيندو آهي ته اسرائيل ۾ عربي شاعري جي انهيءَ تحريڪ کي ڪهڙي نالي سان سڏجي، جنهن جي نمائندگي سميع القاسم، توفيق زياد، سالم جبران ۽ مان، تمام نمايان طور تي ڪيون ٿا. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته اها مزاحمتي شاعري آهي ۽ قاهره جو هڪ مشهور نقاد غالي شڪري لکي ٿو ته اسان اهڙي شاعري کي مزاحمت جي شاعري جو نالو ڏيئي سگهون ٿا، پر ڪڏهن ڪڏهن اسان کي اهو خيال رکڻ گهرجي ته اهن سڀني شاعرن جو بنيادي نقطو اها مڃتا آهي ته فلسطين ۾ يهودي ۽ عربن ٻنهي تي رهڻ جو حق حاصل آهي، انهيءَ ڪري وڌيڪ صحيح اهو ٿيندو ته اسان اهڙن شاعرن کي احتجاجي شاعر يا بحث و جدال جا شاعر ڪوٺيون.

(۱۱)

جي ها، مان پنهنجو پاڻ کي پختگيءَ کي پهتل شاعر ناٿو سمجهان. مان پنهنجي فن جي باري ۾ بلڪل مطمئن ناهيان. مان انهن ماڻهن مان آهيان جيڪي اهو سمجهن ٿا ته هڪ فنڪار جڏهن پنهنجي فن کان آسودو ۽ بي فڪر ٿيندو آهي ته هو پنهنجي بقا جو جواز وڃائي ويهندو آهي. اهو ٺيڪ آهي ته مون پنهنجي فني ڪارڪردگيءَ ۾ ڪجهه ڪاميابيون به حاصل ڪيون آهن ۽ مون کي پنهنجي تضادن تي غلبو پائڻ جي توفيق به ملي آهي، مون کي فنڪارانه ڪماليت جو ڪو احساس ناهي. مون کي اهو چوڻ جو ڪو حق ناهي ته مان آسودو ۽ مطمئن آهيان. اها تمام ڪاڻ جوڳي ڳالهه ٿيندي جيڪڏهن مان ائين چوان، پر انهيءَ آسودگيءَ جي جستجو ۾ مون کي آسودگيءَ جو ڪجهه احساس ضرور ملي ٿو — اها ئي ڳالهه منهنجو خيال آهي، هڪ شاعر جي وجود جو جواز آهي.

مان ڪوشش ڪريان ٿو ته پنهنجي قومي رشتي ۽ پنهنجي عالمي ۽ انساني رشتي جي وچ ۾ ميلاپ پيدا ڪريان ۽ منهنجي اها به ڪوشش هوندي آهي ته مان ماضيءَ ۾ دلپذير عنصرن سان ۽ مستقبل ۾ ڏسڻ ۾ ايندڙ خوبصورت امڪانات سان پنهنجي حال کي هڪ گهرائي عطا ڪريان.

اها فطري ڳالهه آهي ته توهان احترام هڪ شاعر جو ڪريو ٿا ۽ پسند ڪنهن ٻئي شاعر کي ڪريو ٿا ۽ محبت توهان کي ڪنهن ٽئين شاعر سان آهي. اسان سڀ مثال طور شيڪسپيئر جي عظمت جا قائل آهيون ۽ اسان سڀني کي حڪمت ۽ اروداءِ آدن پسند آهن، پر گهڻن شاعرن کي پسند ڪرڻ جي باوجود منهنجي محبت لورڪا سان آهي. جي ها! مان واقعي لورڪا سان محبت ڪريان ٿو. مان کيس هڪ اوچي پد جو شاعر نٿو سمجهان، کيس پنهنجو دوست به سمجهان ٿو.

(۱۲)

منهنجا گهڻا دوست منهنجي ڪري گهڻي آزار ۾ آهن. اهو احتساب، اهي ڪال ڪوٺڙيون، اهي هڪ هنڌ جبري قيام جا حڪم، جن جي ڪري منهنجي پنهنجي وطن ۾ گهمڻ ڦرڻ جي آزادي محدود ٿي رهجي ويئي آهي. اهي سڀ منهنجي روزمره جي زندگيءَ جو حصو بڻجي چڪا آهن، پر مان انهن کي هڪ اهڙي تمسخر سان ڏسندو آهيان جنهن ۾ هڪ شيطنت به شامل هوندي آهي. مان نه انهن حالتن کان ڪڪ ٿيان ٿو، نه انهن تي حيران ٿيان ٿو. مان هرشام پنهنجي ڪمري ۾ ويهي اهو سوچي خوش ٿيان ٿو ته سچ سان منهنجو سنگ قائم آهي، جو ان جي الهڻ سان منهنجي باهر نڪرڻ جي آزادي به ختم ٿي ويندي آهي. انهن مون کي اها ڪهڙي عزت بخشي آهي جو منهنجي قدمن جو ناتو سچ جي چرپر سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. مان پنهنجي ڪمري ۾ بند ڪتاب پڙهان ٿو، سنگيت ٻڌان ٿو ۽ پوليس جي ٺڪ ٺڪ تي ڪن ڏيان ٿو. هرروز ڇهين وڳي مون کي ڏاڍي ۾ وجهي پنهنجي وجود جو ثبوت ڏيڻو پوندو آهي،

هڪ حقيقي مرڪ چپن تي آئي، جنهن ۾ هميشه شرارت ئي لڪل ئي هوندي آهي. مان انهيءَ صورت حال جي باري ۾ هڪ شاعر جي انداز ۾ سوچيندو آهيان ۽ دل ۾ چوندو آهيان: اسان ڏينهن رات جي چوويهن ڪلاڪن کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي. هنن لاءِ رات آهي ۽ مون لاءِ ڏينهن. مون کي رات جو ٻاهر نڪرڻ جو اختيار ناهي ۽ هو هميشه رات جو ڏڪا ڪائيندا ڦرن ٿا. اسان ٻنهي کي خبر آهي ته ڏينهن رات کان وڌيڪ وڻندڙ آهي، ۽ سچ جي روشني، اولاد کان وڌيڪ اهم پڙي آهي -- ته پوءِ فائدي ۾ ڪير آهي؟ -- مان يا پوليس وارا؟

(۱۳)

رات جو مان ميڪش ٽيوڊورا ڪيس جا گيت پڙهڻ کان سواءِ ئي سمهندو آهيان. هن جي ۽ منهنجي هڪ ئي ڪهاڻي آهي. ٽي هفتا ٿيا ته مون اسرائيلي اخبارن ۾ پڙهيو ته ميڪش کي گرفتار ڪيو ويو آهي. مون انهيءَ گرفتاريءَ کان متاثر ٿي هڪ نظم لکيو جنهن جو عنوان هو: "مون سان محبت ڪر رينا" هن نظم جي تعارف ۾ مون لکيو ته ميڪش جي گرفتاريءَ جو ڪارڻ اصل ۾ اهو آهي ته هو جمهور جي امن لاءِ خطرو آهي. اسرائيلي رسالن منهنجي انهيءَ جملي کي سرخيءَ ۾ لکيو، اهو ڄاڻائڻ لاءِ ته 'جمهور جي امن لاءِ خطرو' قسم جي ڪا شيءِ اسرائيل ۾ نٿي ٿي سگهي. مون کي سندن انهيءَ حرڪت تي ڏاڍي کل آئي -- ته مان هرشام ميڪش ٽيوڊورا ڪيس جا نغما پڙهندو آهيان ۽ محسوس ڪندو آهيان، ته اسان ٻئي دوست آهيون. پر مون کي سڌ ئي هئي ته انهيءَ هفتي ۾ منهنجو الزام به هن جهڙو ٿيڻ وارو هو. يعني جڏهن منهنجو اهو نظم 'الاتحاد' ۾ شايع ٿيو ته خود منهنجي گرفتاري به عمل ۾ اچي وئي -- انهيءَ ڪري جو مان به ته 'جمهور جي امن لاءِ خطرو' آهيان.



ڊاڪٽر اياز قادري

# سنڌي غزل

آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. سنڌ جي مسلمانن هندستان جي ٻين مسلمانن وانگر پاڪستان قائم ڪرڻ جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. سنڌ ئي اهو صوبو هو جنهن جي اسيمبليءَ پاڪستان قائم ڪرڻ جو سڀ کان پهريان ٺهراءُ منظور ڪيو هو. هن صوبي جي مسلمانن کي، جيڪي ڪافي ڏتڙيل ۽ هندن جي ڀيٽ ۾ مالي، معاشي ۽ تعليمي طرح ترقي جي هر راهه ۾ پٺتي پيل هئا تن کي وڏيون اميدون هيون ته پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هو سک جو ساهه کڻندا، مالي ۽ معاشي طرح اڳتي وڌندا ۽ تعليم جي ميدان ۾ ترقي ڪندا، تنهنڪري جڏهن پاڪستان قائم ٿيو، تڏهن سنڌ جي مسلمانن ۾ واڌايون وري ويون ۽ هنن ۾ خوشي پيدا ٿي. آزادي سبب جن ٻين صوبن جي رهاڪن هن ڌرتيءَ تي پير پاتو، تن کي هنن پنهنجي اکين ۾ جايون ڏنيون ۽ هنن لاءِ هڙان تُوڙي وڙان گهڻو ڪجهه ڪيو.

سنڌ جا مسلمان اڃا آزاديءَ جي نشي ۾ ٻڏل ۽ آئنده جي ترقي جي خوابن ۾ گم هئا ته ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪرڻ جا مطالبا ٿيڻ لڳا. اها ڳالهه سنڌ وارن کي قبول نه هئي، مگر ڪراچيءَ کي سنڌ وارن جي مرضي خلاف ١٩٤٩ع ۾ سنڌ کان علحده ڪيو ويو.

سنڌ وارن اهو صدمو اڃا مهسايو ئي نه هو ته اولهه پاڪستان جي ٻين صوبن کي ملائي ون يونٽ جون رٿون رٿجڻ لڳيون. هنن کي اهو پتو هو ته جڏهن ننڍو صوبو وڏي صوبي جي ماتحت ٿو ٿئي ته ننڍو صوبو اها ترقي نٿو ڪري سگهي جيڪا هو پنهنجي سر ڪري سگهي ٿو. سنڌ وارن جي رڙين ۽ ڪوڪن جي باوجود سنڌ کي ون يونٽ ۾ شامل ڪيو ويو. ٿيو اهو جنهن جو هتان جي ماڻهن کي ڊپ هو. يعني هو سياسي، سماجي، معاشي ۽ مالي طرح ڏينهون ڏينهن ڏتڙبا ويا. ون يونٽ سنڌ وارن جي مرضي خلاف ٺاهيو ويو هو، تنهنڪري هتان جي ماڻهن ان کي ڪڏهن به ذهني طور قبول نه ڪيو هو. شاگردن ۽ اديبن ان جي خلاف پرزور تحريڪ هلايو. آزادي ملڻ سان جيڪا ماڻهن کي خوشي ٿي هئي، اها مايوسي ۾ بدلجي وئي، جنهن جو اظهار شاعرن هنن لفظن ۾ ڪيو.

ٻڌون پيا ته خزان جو زمانو ختم ٿيو،<br>
چمن اداس پيو ڏسجي، عجب بهار آهي!<br>
—شيخ عبدالحليم جوش

وڏو سيا ڳـ جـو آزادگـي سلـي وهـشي،
وڏو ليـاڳـ غـلامـي لـتـي غـلام ٿـئـي.
—اُستاد بخاري

عجب انداز سان آئـي چمـن ۾ حـور آزادي،
جو هرهڪ گل گريبان چاڪ، دامان تار تار آيو.
—گدائي

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ جلد ئي جنهن خوف ۽ خطري جو احساس سنڌ وارن جي دلين ۾ پيدا ٿيو، اهو سنڌي زبان جي بقا جو هو. ٻاهران سنڌ ۾ آيل ڪيترن لاعاقبت الانديش ماڻهن جي اها خواهش ۽ سازش هئي ته سڀني صوبن جي ٻولين جي اڙيءَ تي لـنهن ڏئي، پنهنجي ٻوليءَ جي هڪ هٽي قائم ڪجي. سنڌي ٻولي لاءِ خطري جي احساس جو اظهار آڪٽوبر ۱۹۴۹ع يعني پاڪستان قائم ٿيڻ کان ٻن سوا ٻن سالن کان پوءِ لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل ادبي ڪانفرنس جي مشاعري جي طرح مصرع سان لڳائي سگهجي ٿو. طرح هئي:

”قوم سا زنده رهي، جنهن جي زبان زنده رهي“.

ساڳئي احساس جـو اظهار ۱۹۵۱ع ۾ دادوءَ ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس جـي مشاعري جي طرح ۾ ڪيو ويو هو.

”وطن سان گڏ سلامت شل رهي سنڌي زبان پنهنجي“.

ٻنهي ڪانفرنسن ۾ جيڪي شعر پڙهيا ويا هئا، ان سان محسوس ٿي ٿيو ته سنڌ جا اديب ۽ شاعر ’سنڌيت‘ ڏانهن رخ ڦيرائي رهيا هئا ۽ هنن جي دلين ۾ سنڌ ۽ سنڌي زبان لاءِ اٿاهه اُتساهه پيدا ٿي چڪو هو.

پاڪستان جي شروعات ۾ ئي ٻاهران آيل ماڻهن جـو سنڌي زبـان ڏانهن ڪهڙو رويـو هو ۽ سنڌ وارن کي سنڌي زبان لاءِ ڪيتري محبت هئي، ان جو اندازو قادر بخش بشير جـي غزل جي چند شعرن سان لڳائي سگهجي ٿو:

ڇـو ٿا ڇـون ڪي ماڻهو آهي خسيس سنڌي،
منهنجي تـہ واسطي آ جـڻ شـهد شير سنڌي.
مادر مٺيءَ جي لـولـي سنڌي زبـان ۾ هئي،
پينگهي ۾ سا پسند هئي ٻـڻ دلپذير سنڌي.
گت مت جي گوڙ کان شل پرور پناهه ڏيندو،
شـل قـبـر ۾ بہ ٻولـي منڪر نڪير سنڌي.
ڪشمور کان ڪراچي ٻـولـي اها ٿا ٻـولـن،
پنهنجي وطن جي ٻـولـي، ٻـولـي بشير سنڌي.

ملڪ جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو اديبن جي دل ۽ دماغ تي گهرو اثر ٿئي ٿو. ڪڏهن ملڪ جي سماج ۽ سياست ۾ اهڙا حادثا پيش اچن ٿا، جيڪي اديبن ۽ شاعرن جي سوچ ۽ فڪر جي وهڪري کي نئين راهه ڏي لاڙي وجن ٿا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪراچيءَ کي سنڌ کان علحده ڪرڻ ۽ سنڌ کي ون يونٽ ۾ ملائڻ ۽ سنڌي زبان جي حيثيت ختم ڪرڻ جي سازش ۽ سنڌين جي الهيءَ احساس تہ پنهنجي ساڃاهہ ان اقتصادي ۽ معاشي طرح پہ اڪيائي وارو برتاءُ ڪيو ٿو وڃي، سنڌين ۾ سنڌيت ۽ قوم پرستي جو جذبو پيدا ڪيو، ۽ سنڌي اديبن پنهنجين تخليقن ۾ کليو کلايو 'سنڌيت'، سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي هرهڪ شئي سان محبت جو پرچار ڪيو آهي. ون يونٽ واري دؤر ۾ سنڌ جي شاعرن ون يونٽ کي ڦاهڻ ۽ ان جي خلاف انقلاب پيدا ڪرڻ جو آواز بلند ڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ ون يونٽ جو قابو ڪوٽ ڪري پرزا پرزا ٿي ويو هو. جتي شاعريءَ جي ٻين صنفن ۾ ون يونٽ خلاف ۽ انقلاب جو آواز آڻاريو ويو هو، اتي غزل کي بہ عشق جي روايتي راهن سان ڪيڏي ان کي بہ سياسي فڪر جو آئيندار بڻايو ويو هو، ۽ ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا، جن سان ان وقت جي حالتن ۽ شاعرن جي جذبن ۽ فڪر جو پتو پوي ٿو:

غدار پيا سنڌ جي سودي کي چڪائن،
صد حيف، ڪو هوشوءَ جهڙو جانباز نہ آهي.
—— شمشيرالحيدري

آهي الهيءَ ۾ مان جي سنڌ تان سر فدا ڪريان،
ان کان مٺي جي مرتبو مون کي ڪهڙي تہ ڇا ڪريان.
—— تنوير عباسي

سنڌ افلاس جي زنجير ۾ جڪڙيل آهي،
ڪوئي آهي جو الهيءَ کي ڪري پرزا پارو.
—— تاج بلوچ

آزاديءَ کان پوءِ جي شاعرن سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان پنهنجي محبت جو اظهار هيئن ڪيو آهي.

سنڌ سان اهڙي جند اڙي جو پيا سڀ دل وارا وسري ويا،
جيئي سنڌ، سدائين جيئي، پيا سڀ نعرا وسري ويا.
—— استاد بخاري

سنڌ صدين کان حيات آهي سدائين رهندي،
خونِ دل سان سندس سينڌ سنواريو پارو.
—— تاج بلوچ

بلند ۽ عرش جي، صحرا جي وسعت، زينتِ گلشن،
مرڪب ڏاهجي تن جو، ته ٿي سنڌي زبان پنهنجي.
— عبدالحليم جوش

جنهن زبان مون کي ڏني آهي زبان،
ان زبان جا ايئن ٿورا لاهيا الم.
— استاد بخاري

غزل چوندڙ مشاعرن ۾ سنڌ جي مختلف هنڌن، ماڳن ۽ مختلف خوبين جو ورنار ڪندي چون ٿا.

شام شفق جي رنگينيءَ ۾، سهڻو هاڙهو ۽ هالار،
گل ڦاڙهن محبوبن جا، محبوب نظارا وسري ويا.
— استاد بخاري

ڪاروانجهر جي ڪور مٿاران، آهه ٿهڪيو سور،
ساڳي ڪولچ اڃي ٿي گجندي، ڳاج ڪيرٿر ڪان.
— امداد حسيني

ڪلنگيون چني ڪي، تني ڪي نه ليکيم،
ڪٿن جون ۽ لونن جون ڳالهيون مون ڳايون.
— تنوير عباسي

هن دور جو شاعر سماجي طرح سجاڳ آهي. هو پنهنجي سماج جي نا انصافين، هيٺن تي ڏاڍن جي ڏهڪار، انسان مان انسان جي نا انصافي، سرمايدارن طرفان پورهيت جي پگهر جي ڪمائي تي ڏاڙو، زميندارن ۽ وڏيرن طرفان هارين جي پگهر جي ڪمائيءَ تي قبضي ڪان خبردار آهي. هو ڏسي ٿو ته هڪڙا انسان آهن جي بک ۽ بيمارين ۾ ڪنجهندي ۽ ڪڪندي، گندن گهرن ۽ گهٽين ۾ پساهه پورا ٿا ڪري ڇڏن ۽ انهن جي پيٽ ۾ پيا انسان آهن، جن کي سڀ ڪنهن قسم جا سک ۽ سهوليتون حاصل آهن. اهو تفرقو هن دور جي شاعر جي دل کي بيقرار ڪري ٿو ڇڏي، تنهنڪري هن نه صرف انهن موضوعن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، پر هو اهڙي سماج جون ديوارون ڍاهڻ جو به قائل آهي، جنهن ۾ اهڙو انياءُ هجي.
عبدالڪريم گدائي، هن دور ۾ صرف محبت کي پنهنجو موضوع بنائيندڙ شاعرن سان هنن لفظن ۾ مخاطب آهي.

ذڪرِ خوبان ڪان سواءِ يا فڪرِ جانان ڪان سوا،
ڇا ڪوئي موضوع نه آهي حور و غلمان ڪان سوا.

تنهنجي منهنجي درميان هي فرق آهي هر سخن،
تو کي نظري ڪجهه نٿو رخسارِ جانان ڪان سوا.

مان غمِ دوران جو قائل، تون غمِ جانان سندو،
منهنجي دل ۾ ڪجهه آ، آهي درد انسان ڪان سوا.

هن دور جا شاعر سماجي نا انصافين، مزدور ۽ هارين جي ڏتڙيل حالت کي هنن لفظن ۾ بيان ڪن ٿا.

ڪنهن کي آهي ڪٿو ته ڪنهن کي خوار،
فرق پروردگار ڇو آهي.
— عبدالحليم جوش

هر عيش ۽ آرام اميرن کي ميسر،
محروم سدا محنتي محنت جي ثمر کان.
واسينگ وڏيرن جو ٿيو ڪٽڪ لي قابض،
هاري جا ٻچا رد جو ثر کان ۽ مٺر کان.
— گدائي

هرهڪ ڏينهن تاڪيان ٿاهي ٿي هر سيل،
الڳ آڳهاڙا، جن نه ڏٺا سي آڏاٺا ڇو.

هن دور جي هڪ ٻولڊز شاعرن ڏاڍن جي ڌڪائڻ، سياسي ۽ سماجي بي انصافين جي خلاف صاف لفظن ۾ انقلاب جون ڳالهيون ڪيون آهن.

اڄ سون جڳ سوڻي سکهنو ناهي،
هي جڳ جو ٻه ڇڏيندو ڊاهي.
— تنوير عباسي

اي مظلوم روح مبارڪ هجي،
اڄ ها ڇان پهلي فضائي دهر.
— شمشير الحيدري

فقط لوري همت ۽ محڪم ارادو،
ظلم تشدد ۾ آئيندو ڦيرو.
— گدائي

هي دور لٿين فڪر جو دور آهي. اڄ جو شاعر نه روحانيت جي رازن سمجهڻ ۽ سمجهائڻ بجاءِ پنهنجي پيٽ جي مسئلن جي ٻوٽواري جي فڪر ۾ مبتلا آهي، تنهنڪري هو تصوف کي صفا ترڪ ڪري ڇڪو آهي. هن دور جو شاعر پنهنجي ڪلام ۾ تصوف بجاءِ زندگي ۽ پيٽ

جي مسئلن کي وڏي جاءِ ڏني ٿو. هو خدا جو ذڪر ڪري ٿو، مگر سماجي لاانصافين سبب ڪجهه شڪوه ۽ شڪايت جي انداز ۾ شيخ عبدالحليم جوش چوي ٿو:

ٿيو جوش ڌرتيءَ تي دوزخ جو منظر،
اڃا ساٿ هوندو، خدا ڪيستائين.
-- جوش

استاد بخاري چوي ٿو:

ٻڌڻ جي ٿون ۾ ٿو چڙهين يارب،
ٻيو آخر خدا ڪٿان آڻيان.

[سنڌي ساهت سال ڪانفرنس، ڪراچي، ڊسمبر ١٩٨١ع ۾ پڙهيل.]



ابراهيم خشڪ

# هيوسانگ جو برصغير ۾ سير سفر

سائنس سفر کي ايڏو سولو ڪري ڇڏيو آهي، جو چين وڃڻ لاءِ چند ڪلاڪ ڪافي آهن. ليڪن ڪري هوائي جهاز ۾ ويهو، ٻيو ويلو وڃي چين ۾ کائو. پر اڳي چين وڃڻ آسان نه هو ۽ نه وري چين سان سنڌ اچڻ سولو هو. قديم دور ۾ ماڻهو سڄڻن جي سالول اهڙي ڏورانهين سفر تي اڪيلا هئا ته واپسيءَ تي (جيڪڏهن واپسي ٿيندي هئي ته) اڇي ڏاڙهيءَ سان موٽندا هئا. ڪيترن کي ته پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ سڃاڻڻ وارا به نه ملندا هئا ۽ ڪن کي سندن ڳالهين تي ويساهه ڪرڻ وارو به نه ملندو هو. گهٽ ۾ گهٽ مارڪو پولو سان ته ائين ٿي ٿيو، جڏهن هُن چين مان واپس وڃي پوئتي اهل يورپ وارن کي سڌريل چين جون ڳالهيون ٻڌايون ته اتي کيس دنيا جي سڀ کان وڏي ڪوڙي هجڻ جو لقب مليو پر مارڪو پولو کان به ڪئين صديون اڳ نئين دنيا پسڻ ۽ سفر جون سختيون سهڻ وارا ماڻهو گذريا آهن. اهڙن مڙس ماڻهن مان هڪ "هيوسانگ" به ٿي گذريو آهي. هيوسانگ چين مان هند ۽ سنڌ جي سفر لاءِ ان دور ۾ اسهيو جڏهن اڃا حضرت محمد صلعم جن زنده هئا ۽ هيوسانگ هند ۽ سنڌ جو سير سفر ڪري جڏهن واپس چين جي شهر چانگان ۾ پهتو ته عربستان ۾ حضرت محمد ص جن جي وصال کان پوءِ حضرت ابوبڪر صديق رض جو دورِ خلافت ۽ ان بعد حضرت عمر فاروق جو دورِ خلافت به ختم ٿي چڪو هو ۽ خلافت تي حضرت عثمان غني هئا. اهو سمورو عرصو هيوسانگ هتي سير سفر ۾ گذاريو.

پر اهو چوڻ غلط ٿيندو ته هيوسانگ ڪو چين مان هند ۽ سنڌ ڏي اچڻ وارو پهريون سياح هو. پهرين عيسوي صدي دوران ڪيترائي سياح، راهب ۽ ٻاوا برصغير کان چين ويندا رهيا ۽ اتي چين ۾ ٻڌ مذهب جو دائرو ۽ اثر به وڌندو ويو. ٽين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ کان پوءِ چيني سياح به هند، سنڌ، پنجاب ۽ ڪشمير تائين آيا ۽ ڪيترائي ٻراهت ٿيل ڏاهن جا ڏس، پوٿيون، شاستر، علم، فن ۽ ساهت جون سوکڙيون، تارن جي ڄاڻ، نجوم، رياضي ۽ حڪمت جون ليون ليون خبرون واپس ليندا رهيا ۽ جتان جتان به سندن گذر سفر ٿيو، اتي وس ۽ موقعي آهر چيني تهذيب کي به متعارف ڪرائيندا ويا.

هيوسانگ کان اڳ ٻه ڪجهه چيني سياح برصغير ۾ آيا جن مان سڀ کان اڳ فاهيان (Fa-hian) هو. جنهن جي سفر جو دور ٣٩٩ع کان ٤١٣ع تائين رهيو آهي. ان جي سفر جو احوال ڪجهه ملي ٿو. باقي ان کان پوءِ ايندڙ ٻن سياحن سن ين (Sun-yun) ۽ هئي سينگ (Hui-seng) جي سفر بابت ڪو خاص احوال ڪونه ٿو ملي.

انهن سڀني سياحن مان مکيه ۽ مشهور هيوسانگ آهي، جنهن هزارها ميل سفر ڪيو ۽ ڏه وسهڻ جوڳا ڪشالا ڪيدي پندرهن سالن تائين برصغير جي ڪنڊڪڙڇ جو سير ۽ سفر ڪيائين، ۽ انهيءَ سير سفر بابت سندس لکيل سفرنامو ڪلاسيڪل حيثيت رکي ٿو، جنهن ۾ هن ١٢٨ ملڪن جي حڪومتن، ماڻهن، ريتن رسمن، رواجن، طور طريقن ۽ مذهب متعلق لکيو آهي. ١٣٨ ملڪن مان هيوسانگ ١١٠ ملڪ پنهنجي سر پاڻ گهمي ڏٺا هئا ۽ ٢٨ ملڪن بابت جيڪو ٻڌو هئائين اهو لکيو اٿس. هيوسانگ هندستان کي لڳ ڀڳ ٧٠ ملڪن ۾ ورهايل ڏنو.

هيوسانگ چين جي هونان صوبي ۾ ٥٩٦ع ۾ ڄائو. سندس پيءُ وڏو عالم هو، سندس هڪ وڏو ڀاءُ ٻڌ ڀڪشو هو ۽ هيوسانگ تيرهن سالن جي ڪچي وهيءَ ۾ انهيءَ پاسي زيادهه لاڙو رکيو ۽ ويهن سالن جي عمر ۾ باقاعدي ڀڪشو بڻجي ويو. ان دور ۾ چين ۾ ٻڌ مذهب جا گهڻا فرقا رائج هئا ۽ هر فرقو پاڻ کي سچو ۽ حق جو پوئلڳ سمجهي پرچار ڪري رهيو هو. ڪنهن هڪ فرقي کي سچو سمجهي ويهي رهڻ بجاءِ هيوسانگ انهن رائج الوقت متن ۽ فرقن جي فرق کي سمجهڻ لاءِ پهريان چين جي هاڻوڪن زيچوان، هوپيه ۽ شينسي صوبن جو سفر ڪيو، جتي هن مشهور ۽ نامور ٻڌ استادن مان ڪچهريون ۽ رهاڻيون ڪيون. پر انهيءَ سلسلي ۾ جيتري گهڻي جستجو ۽ ڳولا ڪيائين اوترو وڌيڪ منجهائيندڙ تضاد ڏٺائين ۽ ٻڌائين، ان ڪري سندس بيقرار دل ٻڌ مذهب جي پوتر مڪان ۽ گوتم ٻڌ جي وطن برصغير ڏي تاڪهڻ شروع ڪيو، ته جيئن پاڻ اهي شڪ اچي دور دفع ڪري، جيڪي ٻڌ مذهبين ڪڙا ڪري چڙهيا هئا. انهيءَ خيال جي ڪري هو چين جي ڏکڻ ڪي گادي واري هنڌ چانگان (هاڻوڪي سيان) ويو جتي رهندڙ غير ملڪين کان هند ۽ سند ولايت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ سفر لاءِ صلاحون وٺڻ شروع ڪيائين.

ان دور ۾ چين تي تانگ گهراڻي (٦١٨-٩٠٧ع) جي حڪومت هئي ۽ چينين کي حڪومت طرفان اڳواٽ اجازت ۽ سرڪاري پاسپورٽ بغير ملڪ ڇڏڻ جي اجازت ڪانه هئي. هيوسانگ اجازت وٺڻ لاءِ درخواست ڪئي، پر هڪ نه ٻئي سبب سندس درخواستون رد ٿينديون رهيون. ٦٢٧ع ۾ ڪوانچنگ (هاڻوڪو شينسي صوبو) ۾ ڏڪار منهن ڪيو ۽ بادشاهه ڦاڻا ڪيلندڙ ماڻهن کي عام اجازت ڏني ته چين اندر جيڏانهن ۽ جتي به جيڪو به وڃڻ چاهي پيلي وڃي. هيوسانگ انهيءَ عام اجازت جو فائدو وٺي چانگان مان ليانگ چو (هاڻوڪي ڪانسو ۾ ڏوني) ويو، جتي تبت ۽ هند سند جا واپاري ايندا رهندا هئا ۽ هيوسانگ انهن کان معلومات هٿ ڪرڻ لڳو. ان وقت جي حڪومت کي غير ملڪي حملن مان خطرو هو، ان ڪري بنان پاسپورٽ

پرڏيهه وڃڻ جي سخت منع هئي. جڏهن ليانگ چو جي مقامي ڪامورن کي پتو پيو تہ هيوسانگ
پرڏيهه آسهڻ جون تياريون پيو ڪري تہ انهن هن کي سختي سان منع ڪئي. پر اها خبر
جڏهن هڪ مقامي ٻانئي کي پئي تہ ان پنهنجا ٻہ چيلا هيوسانگ ڏانهن ڳجهي طرح موڪليا تہ
جيئن اهي کيس ڪواچو (هاڻوڪي ڪانسو ۾ آنسي) وٺي اچن. آتان ڪجهہ ٻيا همراهہ بہ
ساڻس گڏ سفر ڪرڻ لاءِ لڪتا، جن سان گڏجي هيوسانگ يومين لنگهہ وٽان چين جي سرحد
سرڪاري عملدارن کان لڪ چوري پار ڪئي، جتي اولهندي علائقن تائين پهچڻ کان اڳ
وڏو ريگستان سندن آڏو هو. ايستائين پهچندي سندس ٻن کان سواءِ ٻيا ساٿي سفر جو ارادو
ڇڏي واپس هليا ويا ۽ انهن ٻن سان بہ هڪ کي سفر جي سختي لاءِ سهڻ جوڳو سمجهي هيوسانگ
پاڻ واپس موڪليو. باقي پيو همراهہ تنگ هوانگ (Tung-hwang) تائين هيوسانگ سان گڏ
رهيو، پوءِ ان جو پتو نہ پيو. بهرحال سوين ميل پکڙيل ريگستان منجهان لنگهڻ، جنهن ۾
ڪو هڪ ساهوارو ملڻ جي اميد بہ نہ هجي، جو تصور بہ ڪنهن عام ماڻهوءَ کي ڏيڇاري
وجهي ها، پر هيوسانگ جي ارادي کي ريگستان بہ لوڏي نہ سگهيو. پاڻ جيڪو ڪواچو مان
پوڙهو گهوڙو خريد ڪيو هئائين اهو ڪواچو کان هميءَ تائين ڏهہ پارهن دفعا سفر ڪري
چڪو هو. ان ڪري هيوسانگ بہ ان گهوڙي ۽ پاڻ تي ڀاڙي سفر شروع ڪيو ۽ ڏهن ڏينهن
جي سخت مسافري بعد هن رڻ پٽ کي پار ڪيو ۽ اِگُو (تڏهوڪو هَمي) ۾ پهتو.

آتي جا ڪافي ماڻهو ٻڌ مذهب جا پوئلڳ هئا، ان ڪري هن جي اِگُو پهچندي ئي
هن کي ڪاراخُجا (سنڪيانگ ۾ جديد تُرفان) گهمڻ جي دعوت ملي. آتي جي حڪمران
هن تي ڪافي دفعا زور ڀريو تہ برصغير وڃڻ جو خيال ڇڏي آتي رهي پوي، پر هيوسانگ
انڪار ڪيو. هيوسانگ جو پختو ارادو ڏسي آتي جي مهربان حاڪم کيس سفر لاءِ ڪافي
ڪاڌي پيتي جو سامان، وهٽ ۽ پهريدار گڏي ڏنا ۽ هن کي توڪماڪ (هاڻوڪي روس جي
ڪرغز ريپبلڪ) جي حاڪم جابگُو خان ڏانهن خط بہ لکي ڏنائين. اتي پهچڻ لاءِ هيوسانگ
جي قافلي کي ٢٣٠٠٠ فوٽ اوچائي وارا جبل، جيڪي سدائين برفاني طوفانن جي لپيٽ ۾ رهندا هئا،
پار ڪرڻا پيا، جنهن دوران سندس اڌالي جو وڏو حصو ۽ ڪيترا اٺ ۽ گهوڙا پڻ اهڙي ڳري
ڪشٽ جي نظر ٿي ويا، پر آخرڪار هيوسانگ توڪمڪ پهتو ۽ جابگو خان آڏو حاضر ٿيو ۽
جابگو خان کان مختلف ملڪن ڏانهن تعارفي خط وٺي پنهنجو سفر جاري رکيو. سندس رستي ۾
اين لنيڙن ڳوٺ لما شهرن کان علاوه طلاس (هاڻوڪي اولي اتا)، چي شي (هاڻوڪي تاشقند ۽
سمرقند) ان کان پوءِ قاليتينا (هاڻوڪو افغانستان جو شهر باميان) ۽ آخر سليمان جبل پار ڪري
هيوسانگ اتر هندستان ۾ ڪشمير پهچي ويو. تڏهن ٦٢٨ع جو اونهارو هو ۽ کيس چانگان
ڇڏي ئي انهيءَ مسافريءَ ۾ پورو سال لڳي ويو هو. اتي پهچڻ کان پوءِ هيوسانگ ڪشمير مان
سفر شروع ڪيو ۽ سندو نديءَ جي مٿين حصي کان ٿيندو ۽ ٻڌ مذهب وارن جون پوتر جايون
گهمڻ شروع ڪيائين ۽ آتي جي مشهور استادن جي ڪتابن کان واقف ٿيندو رهيو. انهيءَ

ڪجهه دوران هيوسانگ ڪي ٦٢٨ع کان ٦٣٠ع تائين ٽي سال لڳي ويا. ان کان پوءِ هن اوڀر طرف پنهنجو سفر شروع ڪيو ۽ ٻڌ مذهب جي پوتر شهرن گايا (پٽنا ويجهو) ۽ بنارس ۾ تيرٿ ۽ زيارت ڪيائين. ٦٣١ع ۾ هي نالندا خانقاه (ڍڪا ڪي وڏي ۾ وڏي ديول) ۾ داخل ٿيو، جتي ٻڌ مذهب جي هڪ مشهور عالم سلا ڀادرا وٽ پڙهيو.

برصغير ۾ پهچڻ کان پوءِ هيوسانگ جتي جتي به ويو اتي جي عام ماڻهن، عالمن، مذهبي پيشوائن، اميرن ۽ بادشاهن سندس گرمجوشيءَ سان آڌرڀاءُ ڪيو. نالندا جي رهاڪن جڏهن هيوسانگ جي آمد جو ٻڌو ته انهن اڳ ۾ ئي سندس آڌرڀاءُ ڪرڻ جون تياريون ڪيون ۽ هن آڏو استقبال لاءِ پنهنجا ماڻهو موڪليائون. ان وقت نالندا ۾ ڏهه هزار شاگرد ٻڌمت جي تعليم ۽ ٻي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ رڌل هئا. هيوسانگ به اتي اهڙيءَ تعليم ۾ شهه حاصل ڪرڻ ڪي جنبي ويو. نالندا ۾ پنج سال اڀياس ڪرڻ کان پوءِ هيوسانگ اوڀر ڏکڻ ۽ اولهه برصغير ڪي ڪجهه شروع ڪيو ۽ هر اهم جاءِ ڏٺائين ۽ هر مشهور عالم ۽ استاد سان ملاقاتون ڪيائين. پاڻ سفر ڪندي اوڀر ۾ ڪاماريا (هاڻوڪي آسام) ڏکڻ ۾ دراوڊار (مدراس) ۽ اولهه ڏاهن لانگهلا (هاڻوڪي بلوچستان جو ڏکڻ اوڀر) تائين هر هنڌ ويو. هر هر هنڌ پنهنجي من پسند جايون ڏٺائين، جن جو تعلق ٻڌ مذهب سان هو.

هيوسانگ انهيءَ سفر دوران سنڌ ۾ به آيو. هيوسانگ پاڻ سنڌ جي سفر بابت لکي ٿو ته ”... گجرات کان اتر طرف خوفناڪ رڻ پٽ ۽ خطرناڪ لڪن مان لنگهي اٽڪل ١٩٠٠ لي (٩٨٤ ميل) پنڌ ڪري اسان سنڌ پهتاسين. سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ پي شين - ڦو - پولو(١) (P‘i-Shen-p’o-pu-Lo) آهي. هتي جي زمين اناج پيدا ڪرڻ لاءِ سوزون آهي ۽ هتي ڪڻڪ، جوئر ۽ ٻاجهري تمام گهڻي ٿئي ٿي. هتي سون، چاندي ۽ ڪوپر تمام گهڻو آهي. ڍڳن، رڍن، اٺن، خچرن ۽ ٻين جانورن لاءِ هتي چارو جام آهي. هتي جا اٺ هڪ ٿوهي وارا ٿين ٿا ۽ هتي سنڌ ۾ سينڌي لوڻ جا وڏا ذخيرا آهن. ان کان سواءِ اڇو لوڻ، ڪارو لوڻ ۽ جابلو لوڻ به جام آهي. مختلف جاين تي اهو لوڻ دوائن ۾ به استعمال ڪيو وڃي ٿو. ماڻهن جو سڀاءُ سخت ۽ ڀورالو آهي، پر اهي آهن ايماندار ۽ سنوان سڌا. پاڻ ۾ ڪولا ٿين. پڙهن ٿا، پر بنا مقصد جي. ٻڌمت جا پوئلڳ آهن. هتي ڏهه هزار يڪشو ٽڙيل پکڙيل آهن. انهن ٻڌن مان ڪيترا سچ جا ڳولائو سالڪ ويران جاين، جبلن ۽ ٻيلن ۾ دنيا کي تياڳ ڪيو اڪيلا پيا رهن ۽ ارهت واري منزل ماڻڻ جي آس ۾ پيا رات ڏينهن جالين. هتي جو بادشاهه سودرا (Shu-to-Lo) ذات جو آهي(٢) ۽ نهايت ايماندار ۽ مخلص آهي ۽ ٻڌ مذهب کي مان ڏيندڙ آهي.“

هيوسانگ سنڌ جي سفر بابت اڳتي لکي ٿو ته ”جڏهن گوتم ٻڌ پاڻ هن سنسار ۾ جيئرو هو، تڏهن سنڌ ۾ آيو هو(٣)، انڪري راجا اشوڪ جتي جتي به گوتم ٻڌ جي رهڻ جا نشان لڌا، اتي اسٽوپا نهرائي ڇڏيا اٿس. مها ارهت اپاگپتا (Upagupta) به هن ملڪ (سنڌ)

۾ آيو ۽ ٻڌ مذهب کي وڏيک پکيڙيائين. جتي جتي هو رهيو، اتي اسٽوپا ٺهيل آهن. هولئن پيا اسٽوپا سنڌ ۾ جتي ڪٿي ٺهيل نظر اچن ٿا(۴).

"سنڌو درياهه جي ڪنارن سان تمام گهڻا ماڻهو آباد آهن. اهي مال چاري گذارو ڪن ٿا ۽ ڪو شاهوڪار آهن ۽ نه سچا ئي آهن. انهن بابت چيو ٿو وڃي ته اڳي اهي ماڻهو سرڪش هئا، ٻر پوءِ هڪ ارهٽ هنن سان ظالمانه رجحان ختم ڪري ڇڏيا ۽ انهن ماڻهن آن ارهٽ جي پوئلڳي ڪندي پنهنجا مٿا ڪوڙائڻ شروع ڪيا ۽ مذهبي زندگي گهارڻ لڳا، ٻر ڪئين پيڙهين گذري وڃڻ ڪان پوءِ هاڻي انهن جا پٽ پوٽا مذهب ڪان ٻري دنياوي ماڻهن وانگر رهن ٿا."

هيوسانگ نالندا ڪان ٻاهر اهو سفر ڇهن سالن ۾ پورو ڪري ۶۴۱ع ۾ واپس نالندا ويو ۽ اتي ڪجهه وقت وري رهيو. ۶۴۲ع ۾ هيوسانگ کي برصغير جي سفر لاءِ لڪتي ۱۵ سال ٿي ويا هئا، جنهن دوران پاڻ هر مشهور جاءِ گهمي اکين سان ڏٺي هئائين ۽ هر مشهور عالم سان مليو هو ۽ چين ڪان ايڏو وڏو عرصو ڏور رهڻ ڪري ڏاڏائسي ڏيهه جي سڪ به وڌي وئي هئس ۽ واپسي جي تيارين ۾ لڳي ويو.

هيوسانگ پنهنجي خوش بياني، علميت، چاڻ ۽ چين ولايت ڪان اچڻ ۽ ٻڌمت جو عالم هئڻ (ان دؤر ۾ ٻڌمت اوج تي هئي) ڪري جتي ڪٿي مشهور ٿي ويو هو.

مگڌا ۽ ڪاماريا جي بادشاهن گڏجي هن جي الوداعي دعوت ڪئي، جنهن ۾ هندستان جي ارڙهن رياستن جا شهزادا، نواب ۽ بادشاهه شريڪ ٿيا ۽ ٻه هزار برهمڻ ۽ ٻيا غير ٻڌ دانشور ۽ ٽي هزار ٻڌمت جا پيشوا پوري هندستان مان اچي انهيءَ الوداعي دعوت ۾ شريڪ ٿيا. اها دعوت ارڙهن ڏينهن لاڳيتو هلي، جنهن ۾ مهمانن جا وڏا جٿا روزانو ايندا ۽ ويندا رهندا هئا. هيوسانگ کي ڪيترائي مرتبي ۽ عزت جا خطاب ڏنائون. دعوت جي پڄاڻيءَ تي ارڙهن رياستن جي شهزادن هيوسانگ کي سينگاريل هاٿيءَ جي پالڪي تي سوار ڪري سرگس گهمايو ۽ مٿس گلن جي ورکا ڪرائي. انهيءَ دعوت بعد به مگڌا جي بادشاهه هيوسانگ کي وڌيک ترسائي پيون عام دعوتون ڪرايون ۽ ۶۴۳ع جي اونهاري ۾ هيوسانگ اتان روانو ٿيو. الوداعي سوکڙي طور مگڌا جي بادشاهه هيوسانگ کي هڪ طاقتور هاٿي ۽ سفر دوران ڪتب ايندڙ تمام گهڻو سامان ڏنس ۽ ڪيترا پنهنجا ماڻهو گڏ ڏنائينس ته جيئن اهي کيس چين جي سرحد تائين پهچائي اچنس. هيوسانگ ان هاٿيءَ تي پنهنجا گڏ ڪيل ۽ لکيل ٻڌمت جا قلمي نسخا ۽ ڪتاب رکرايا جيڪي ٽوٽل ۶۵۷ هئا. انهيءَ ڪان سواءِ سون، چاندي ۽ صندل جي ڪاٺ مان وڏي محنت سان ٺهيل گوتم ٻڌ جا بت، ٻه ــلا گهوڙا ۽ ٻين ڪيترين ئي قيمتي سوکڙين سان هن کي الوداع ڪيو ويو.

هيوسانگ پنهنجي پندرهن سالن جي رهائش دوران برصغير ۾ ٻڌمت جي عالم طور مشهور ٿيڻ ڪان علاوه پيو وڏو ڪم چيني ثقافت کي هند، سنڌ، پنجاب ۽ ڪشمير ۾ متعارف ڪرائڻ جو به ڪيو.

هيوسانگ ٦٤٤ع ۾ خوتان (هاٿوڪي سنڪيانگ) ۾ پهتو. جيئن ته هيوسانگ غيرقانوني طور ملڪ ڇڏيو هو، ان ڪري مانَ شانَ سان اتي پهچڻ لاءِ هن بهتر اهو سمجهيو ته پنهنجي پهچڻ جو اطلاع اختياري وارن کي اڳواٽ موڪلي، ان ڪري خوتان سان هن بادشاهه کي هڪ ياداشت موڪلي. اٺن مهينن کان پوءِ بادشاهه طرفان شاهي وفد کيس آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو ۽ خوتان ۾ مڪاني اختياري وارن کي حڪم مليو ته هيوسانگ کي هر ڪا سهولت ڏني وڃي.

هيوسانگ فيبروري ٦٤٥ع ۾ چانگان پهتو. شهر جا ننڍا وڏا سندس آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ شهر جي دروازن کان ٻاهر اچي ڪٺا ٿيا ۽ اتي ايڏي پرجوش انداز ۾ خوشيون ملهايون ويون جو اها رات هيوسانگ کي شهر جي قلعي ٻاهران گذارڻي پيئي. ٻئي ڏينهن تي بادشاهه تائي سنگ هن جو شهر اندر شاهي محل ۾ آڌرڀائي دعوت ڪئي ۽ هن جا آندل علمي اسخا ڏٺا ۽ کيس انهن جي ترجمي ڪرڻ لاءِ ڪافي ماڻهو پاڻ طرفان مقرر ڪري ڏنائينس. سندس ترجمو ڪيل ڪتاب اڄ به ڪيترين ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. ٦٥٢ع ۾ هيوسانگ هڪ پگوڊا ٺهرائي، جيڪا اڃا تائين چانگان (سيان) جي ڏکڻ ۾ قائم آهي.

هيوسانگ ٦٦٤ع ۾ گذاري ويو. سندس ياد اڃا تازي آهي، پاڻ چين ۾ ڪيترن لوڪ قصن ۽ اسٽيج ڊرامن جو موضوع به رهيو آهي. پنهنجي ملڪ مان جيڪڏهن ڪو وفد چين ۾ سيان ۾ بس ويندو آهي ته چيني ميزبان ان کي اسان جي چين سان قديم ناتي جو اهڃاڻ هيوسانگ جو مقبرو ضرور ڏيکاريندا آهن.

## حوالا ۽ وضاحتون

(١) دوارڪا پرساد روچيرام شرما پنهنجي ڪتاب ”پراچين سنڌو سڀيتا جو اڀيارو“ جي صفحي ١١٢ تي لکيو آهي ته ”اير رينالڊ... جو چوڻ آهي ته هوئن سنگ مشهور چيني سيلاني جنهن سنڌ جي راڄڌانيءَ جو پي-چين-فو-پولو يعني وچنوپرا نالو لکيو آهي، اهو ساڳيو برهمڻ آباد جو شهر آهي (هي شهداد پور اسٽيشن کان اتڪل ٨ ميل ڏکڻ اوڀر طرف آهي.)

ايڇ. ٽي. ليمبرڪ پنهنجي ڪتاب ‘Sind a general introduction’ جيڪو سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ١٩٧٥ع ۾ ڇاپيو، ان جي ١٤٧ صفحي تي لکيو آهي ته ”٦٤١-٤٢ع ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو.“

(٢) سنڌ ۾ ٻڌ مت جي راڄ بابت تمام ٿوري ڄاڻ ملي ٿي. اهو دور لئمبرڪ مطابق ٥٥٠ع کان ٦٤٤ع تائين رهيو آهي، جنهن دور ۾ ٻڌ راءِ حڪومت ڪندا هئا ۽ جنهن دور ۾ هيوسانگ سنڌ ۾ آيو، ان دور ۾ راءِ سهرس جي حڪومت هئي.

(٣) دوارڪا پرساد روچيرام شرما پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جو پراچين اتهاس“ جي پاڱي ٽئين جي صفحي ٩٢ تي لکيو آهي ته ”گوتم ٻڌ ڪپل وستوءَ ۾ هڪ ننڍي راجا شڌوڌن جي گهر ۾ پيدا ٿيو. هو کتري جاتيءَ جي شاڪيه شاخ ۾ پيدا ٿيو، جنهنڪري هن کي سنسڪرت

گرانٽن ۾ شاڪيہ مني ٽالي سان بہ ياد ڪيو ويو آهي... هو سالن جا سال جهنگل ۾ تپسيا ڪندو رهيو ۽ برابر ڇهيتاليهہ سال سڄي هندستان جو رٽن ڪيائين. چندر گپت جي ڏينهن ۾ آپل سڪسٽنيز ۽ پين جو چوڻ آهي تہ گوتم ٻڌ سنڌ ۾ بہ آيو ۽ هتي هن زور شور سان ٻڌ ڌرم جو پرچار ڪيو. ملون، بهار ۽ اتر سرحد وارگر انهيءَ زماني ۾ سنڌ بہ ٻڌ ڌرم جو مرڪز هئي ۽ ٻڌ ڌرم جو اهو زور برهمڻ جي حڪومت يعني عربن جي آخرين ڪامياب فتح تائين قائم رهيو.

ساڳيو ليکڪ صفحي ۹۳ تي لکي ٿو تہ "سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم اهڙو تہ زور ورتو جو راجا اشوڪ گوتم ٻڌ جي هانئين مان ڪي هانيون سنڌ ڏانهن موڪليون، انهن جي مٿان وڏا شاهي مندر ڪڙا ڪيا. انهن مندرن مان هڪ مندر سوهن جي دڙي، هڪ ميرپورخاص جي اتر واري ڪاهوءَ جي دڙي ۽ هڪ حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ڏهن يارهن ميلن جي فاصلي تي يعني ٽنڊي محمد خان تعلقي ۾ پيٺل سڌ سڏيرن جي دڙي مان کوٽي ڪڍيو ويو آهي. انهن ٽنهي هنڌن تان سون جون ننڍيون دٻليون هٿ آيون آهن، جن ۾ گوتم ٻڌ جون هانيون پيل آهن."

(۴) لئمبرڪ مطابق "هيوسانگ سنڌ ۾ سوهن جي دڙي، سيوهڻ، ٺل مير رڪن، سڌ سڏيرن جي دڙي، جهرڪ، پٽنو ۽ ديبل بہ ويو هو ۽ آتي ٺهيل عاليشان اسٽوپا ڏٺائين. ان کان سواءِ پيا بہ ڪيترائي ننڍا وڏا ڳوٺ ۽ شهر گهميو."

انهن مٿين هنڌن مان ٺل مير رڪن، نواب شاهہ ضلعي جي موري تعلقي ۾ دولت پور-- دڙو رستي سان، دولت پور کان اٽڪل ۸ ميلن ۽ دوڙ کان ۱۲ ميلن جي مفاصلي تي، رستي سان، ڏکڻ طرف، اڌ فرلانگ تي اڄ بہ قائم آهي.

سوهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندي سڀ کان اڳ ٻڌ ڌرم جي عاليشان مندر جو ڪنڊر مليو هو. مندر جي دروازي اڳيان هڪ ٽنين جو هال هو. مندر جي چوگرد مڙهين جي ڦلگ جون ڪيتريون جڳهيون ٺهيل هيون، جن ۾ شايد انهيءَ مندر جا پوڄاري ۽ ٻڌ ڌرمي ڀڪشو رهندا هئا. انهن جڳهين جي وچ ۾ هڪ وڏو ٺل ٺهيل هو. مندر ڏانهن ويندڙ لنگهہ واري پٽ کان بہ ننڍيون ڏاڪڻيون هيون، جن مان هڪ اتر ۽ ٻي ڏکڻ ڏانهن ٿي ويئي. بنهہ اوله ۾ هڪ ننڍو ڪمرو هو، جنهن ۾ مٽيءَ جي ٺهيل ٻڌ ڀڳوان جي مورت رکيل هئي. ڪن جو چوڻ هو تہ بنياد ۾ اها مٽي جي مورتي هڪ سوني ورق ۾ ويڙهيل هئي.

## ماخذ

**English Books.**

(1) Anderson, Major C.B., 'Travels in Sind, 7th century A. D.' Vols 17 (1847).

(2) Beal, Samuel. (Tr) Buddhist Records of the western world, London: 1934.

(3) Beal, Samuel. Travels of Hiuen Tsang, Vols 4. Calcutta. Susil Gupta, 1859.

(4) Beal, Samuel. (Tr) The life of Hiuen Tsang. London: 1911.

(5) Beul, Samuel. (Tr) Chinese accounts of India, Vols 4, Calcutta. Susil Gupta, private limited, 1958.

(6) Conze, Edward, Budhist Meditation, London: Unwin books, Ruskin house, 1972.

(7) Hastings, james (ed) Encyclopaedia of Religion and ethics, Great Britain: Morrison and Gibb Limited, 1954.

(8) Lambirck, H.T. Sind: A general introduction Hyderabad: Sindhi Adabi Board, 1975.

(9) Lambrick, H.T. Sind: before Muslim Conquest, Hyderabad: Sindhi Adabi Board, 1973.

(10) Watters, T. On Yuan Chwangs travel in India, London: 1904-1905.

(11) Wilson, H.H. Travels of Hieun Tsang, London: Royal Asiatic Society 1859-60.

**سنڌي ڪتاب:**

(١) پرشاد، دوارڪا روچيرام شرما، ”پراچين سنڌ و سڀيتا جو نظارو“ حيدرآباد.

(٢) پرشاد، دوارڪا روچيرام شرما، ”سنڌ جو پراچين اتهاس“ (پاڱو ٻيون) حيدرآباد: اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس.



**نفيس احمد شيخ** (ادبي خبرنامو)

# ڊاڪٽر انيمري شمل جي حيدرآباد ۾ آمد

مغربي جرمنيءَ جي ممتاز مستشرقه ڊاڪٽر اينمري شمل، ڪنهن به تعارف جي محتاج نہ آهي. موصوفه پاڪستان جي علمي ۽ ثقافتي نامورين لاءِ جيڪي مخلصانہ ڪوششون ڪيون آهن، تن جي قدرشناسي ڪندي، ماضيءَ ۾ حڪومت پاڪستان طرفان ڪيس اعزازن سان نوازيو ويو آهي. هن سال پڻ حڪومت پاڪستان ڪيس ”هلال امتياز“ جو تمغو ڏنو آهي. تازو هوءَ جڏهن پاڪستان ۾ آئي تہ حسب دستور حيدرآباد ۾ ٻہ-ٽي ڏينهن سنڌي ادبي بورڊ جي مهمان جي حيثيت ۾ قيام ڪيائين.

۹-۲-آڪٽوبر ۱۹۸۲ع تي، شام جو بورڊ طرفان، سندس اعزاز ۾ هڪ تقريب منعقد ڪئي ويئي، جنهن ۾ موصوفه سنڌ بابت ليڪچر ڏنو.

ان موقعي تي ڊاڪٽر شمل پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ ”سنڌ سان منهنجي دلي محبت آهي ۽ جيسين زنده هونديس، تيسين سنڌ جي علمي خدمت ڪندي رهنديس. مون ڪي پنهنجي ڪتاب سان مصنف جي حيثيت ۾ جيڪا رقم ملندي، تنهن مان، ٽن-ٽن سالن کان پوءِ، پنجن هزارن رپين جو انعام اهڙي لکندڙ کي ڏنو ويندو، جيڪو سنڌ ۾ تصوف متعلق تحقيقاتي ڪم ڪندو. ان انعام جو نالو ”پير حسام الدين راشدي انعام هوندو.“

ليڪچر دوران ڊاڪٽر شمل سنڌ سان پنهنجي ديرينہ لڳ لاڳاپي جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ۽ سنڌ جي ڪلاسيڪي ادب جي مکيہ وصفن جي نشاندهي ڪئي. هن اهو پڻ ٻڌايو تہ پاڻ شاهہ لطيف جي ڪلام جو جرمن زبان ۾ منظوم ترجمو ڪيو اٿس، جيڪو عنقريب جرمنيءَ مان شايع ٿيندو.

تقريب جي صدر، سنڌ جي نامور عالم ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمن، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ان موقعي تي پنهنجي صدارتي ڪلمات ۾ ڊاڪٽر شمل کي زبردست خراج تحسين پيش ڪيو ۽ سنڌ جي علمي عظمت جا چند مثال ڏيندي ٻڌايو تہ ماضيءَ ۾ سنڌ جي عالمن سنڌ کي اهڙي ڪمال تي پهچايو، جو اڄ بہ انهن جي علم و فضل جي هرهنڌ تعريف ٿي رهي آهي.

تقريب ۾، بزرگ محققن، ممتاز شخصيتن، علمي ادارن جي سربراهن، عالمن ۽ اديبن، شاعرن ۽ تعليمدانن، صحافين ۽ وڪيلن، مختلف علمي ۽ ادبي تنظيمن، اڪيڊمين، پبليڪيشنن ۽

جماعتن جي عهديدارن ۽ ڪارڪنن، يونيورسٽين ۽ ڪاليجن، اسڪولن ۽ تعليمي ادارن جي استادن ۽ شاگردن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

رات جو، حيدرآباد جمخانه ۾، سنڌي ادبي بورڊ، ڊاڪٽر صاحب جي اعزاز ۾ هڪ شاندار ڊنر ڏني، جنهن ۾ ممتاز شهرين، اعليٰ عملدارن ۽ ٻرڪ عالمن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

ڊاڪٽر شمل ٻئي ڏينهن، ٣٠- آڪٽوبر ١٩٨٢ع تي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ هڪ ليڪچر ڏنو ۽ يونيورسٽيءَ جي لنچ ۾ شريڪ ٿي.

ان کان پوءِ، ڊاڪٽر شمل سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ تازه ترين شاهڪار اشاعت يعني حضرت مخدوم نوح جي قرآن ڪريم واري فارسي ترجمي کي ملاحظه ڪيو ۽ بورڊ کي ان نمايان ڪارنامي لاءِ دلي مبارڪباد ڏني.

حيدرآباد ۾ آمد کان اڳ، ڊاڪٽر شمل سيوهڻ جو علمي دورو ڪيو. ڪراچيءَ کان سيوهڻ تائين الهيءَ سفر ۾، سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري جناب غلام رباني ۽ يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن جي ريجنل ڊائريڪٽر مخدوم ماهتاب راشدي ساڻس گڏ هئا. سيوهڻ ۾ موصوفه قلندر لال شهباز جي روضي تي حاضري ڏني. دادو ۾ بيگم ممتاز راشدي ۽ حيدرآباد ۾ مسٽر محمد حسين پنهور سندس مانُ ۾ دعوتون ڪيون، جن ۾ سنڌ جا اديب ۽ دانشور، زالون ۽ مرد شريڪ ٿيا.





ڊاڪٽر اينيمري شمل سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ علمي ڪم جو
معائنو ڪيو. ان موقعي تي پاڻ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب
۽ جناب غلام رباني سان گڏ فارسي زبان ۾ مخدوم نوح رحه
واري قرآن ڪريم جي ترجمي کي ملاحظه ڪري رهي آهي.



سنڌي ادبي بورڊ طرفان ۲۹- آڪٽوبر ۱۹۸۲ع تي منعقد ڪيل تقريب ۾، ڊاڪٽر انيمري شمل،
علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ جناب غلام رباني سامعين کي خطاب ڪري رهيا آهن.

# سنڌي ادبي بورڊ جا نوان ڪتاب

## ١- قرآن شريف مترجم فارسي

ديني ادب جي تخليق ۽ تصنيف و تاليف ۾ سنڌ جي روايت اهايت قديم آهي. اسلام جي آمد بعد، سنڌ جي عالمن ۽ اديبن، ڪلام پاڪ، سيرت طيبه ۽ اسلاميات جي ٻين عنوانن متعلق جيڪي ڪارناما سرانجام ڏنا آهن، تن جا تذڪرا اسلامي تاريخ ۾ موجود آهن.

ڏهين صدي هجريءَ ۾ سنڌ جي باڪمال بزرگ حضرت مخدوم لوح سرور رح قرآن عظيم جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو برصغير ۾ شاهه ولي الله محدث دهلوي جي مشهور فارسي ترجمي کان تقريباً ٻه سؤ ورهيه قديم آهي. ان تاريخي نسخي جي ايڊيٽنگ جو ڪم علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب سرانجام ڏنو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ، هجري ١٥ صدي جو جشن ملهائڻ لاءِ جيڪو اشاعتي پروگرام رٿيو آهي، انهيءَ هيٺ مذڪور قرآن ڪريم اهايت سهڻي امولي ۾ ڇاپي پورو ڪيو آهي.

## ٢- ڪيمياءِ سعادت

اسلامي دنيا ۾ امام غزالي عالمن جي پهرينءَ صف ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس بيشمار تصنيفون آهن، جن ۾ ڪيمياءِ سعادت گهڻو مشهور آهي.

بورڊ، گهڻو اڳ، ان ڪتاب جي تلخيص شايع ڪئي هئي. ان جي سنڌي ترجمي جو ڪم پروفيسر غلام حسين جلباڻي سرانجام ڏنو هو.

سنڌي زبان جي هاڪاري عالم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ ڪيمياءِ سعادت جو مڪمل ترجمو ڪيو آهي. چنانچه، ان جو پهريون حصو شايع ٿي چڪو آهي. اهو ڪتاب پڻ ١٥ صدي هجري جشن جي سلسلي ۾ پڌرو ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز، عمده ڇپائي، دلڪش سرورق، جاذب گيٽ اپ، صفحا ٢٢٥، قيمت سفيد ڪاغذ ويهه رپيا ۽ سادو ڪاغذ پندرهن رپيا.

## 3. RISALO OF SHAH ABDUL LATIF (Selections in English Verse)
## BY: ELSA KAZI.

سنڌ جي هاڪاري تعليمدان ۽ دانشور علامه آءِ-آءِ قاضي جي اهليه محترمه ايلسا قاضي جي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جي منظوم انگريزي ترجمي جي علمي دنيا ۾ وڏي شهرت آهي. بورڊ اهو ڪتاب ١٩٦٥ع ۾ شايع ڪيو هو، جيڪو جلد وڪامي ويو ۽ گهڻي عرصي کان اڻلڀ هو. هينئر ان جو ٻيو ڇاپو ١٥ صدي هجري جشن جي مناسبت سان شايع ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ علامه صاحب جي عقيدتمند ۽ سنڌ جي ممتاز عالم ۽ دانشور جناب اي. ڪي. بروهي لکيو آهي. علامه صاحب جو ڀٽائي بابت هڪ قيمتي مقالو پڻ ڪتاب جي آخر ۾ ڏنل آهي. صفحا ٢٥٢، سفيد ڪاغذ، عمده جلد، بهترين ڇپائي، قيمت پاڪستان لاءِ چاليهه رپيا ۽ ولايت لاءِ سٺ رپيا.

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽلر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)




۲۸- آگسٽ ۱۹۸۲ع تي، ليفٽيننٽ جنرل ايس. ايم. عباسي، گورنر سنڌ، ڪراچيءَ ۾ "سنڌ آرڪائيوز" جي عمارت جي پيڙهه جو پٿر رکيو. ان موقعي تي جسٽس سيد غوث علي شاهه، وزير تعليم، ثقافت، راندين ۽ قانون، حڪومت سنڌ ۽ ٻيا مهمان، گورنر صاحب سان گڏ، دعا گهري رهيا آهن.